# ڪاميابيءَ جا سونهري اصول

ليکڪ

**جيڪ ڪئن فيلڊ**

سنڌيڪار

**وقار احمد راهمون**

**ڪاميابيءَ جا سونهري اصول**

ڪتاب نمبر

317






| | |
|---|---|
| پهريون ڇاپو: | 2012ع |
| ڪتاب جو نالو: | ڪاميابيءَ جا سونهري اصول |
| ليکڪ: | جيڪ ڪئن فيلڊ |
| سنڌيڪار: | وقار احمد راهمون |
| ڪمپيوٽر لي آئوٽ: | امتياز علي انصاري |
| ڇپيندڙ: | آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ : | سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي |
| قيمت : | =/ 20 رپيا |

"The Success Principles"
Writer: Jack Canfield
Translated By: Waqar Ahmed Rahimoon
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road, Karachi-74400
Phone: 021-32737290, www.sindhica.or
Email: sindhica_academy@yahoo.com

استاڪسٽ

سنڌيڪا بوڪ شاپ، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 0301359467 —
لعماه بوڪ سيلرز، اردو بازار ڪراچي فون: 021221452، 0300-343115
سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 مدينه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 8562836 07، 03013431537
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، خاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم جي چاڙهي سکر - ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد - شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه - عثمانيه لائبريري، چنيهاٽي ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو - رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين - مدني اسلامي ڪتبخانو، نيد بوڪ اسٽور رشيد بوڪ اسٽور، نئون چوڪ - ممتاز ڪتاب گهر دادو - حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - عيد بوڪ اسٽور، سنڌ ڪتاب گهر پٺاڻي بازار ڪارپوش - سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڊڪوٽ - ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار شهدادپور - افغان اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه - يدارا بوڪ ڊپو، ٽنڊو الهيار - مرچو لال پريمي، ديپلو - مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 03005331956، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو، عباس ابڙو شڪارپور فون: 0336287089

لکپڙهه ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ
**سنڌيڪا اڪيڊمي**
B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400

# فهرست

## حصو ٽيون: ڪاميابيءَ لاءِ وقت جوڙيو



## حصو چوٿون: مضبوط ناتا جوڙيو



## حصو پنجون: ڪاميابي ۽ دولت هڪٻئي سان سلهاڙيل



## حصو ڇهون: هاڻي ڪاميابيءَ جو دڳ وٺو







**زندگي نمبرن سان ڪُلڻ واري ڪنهن بہ تالي وانگر آهي. توهان جي ذميداري اهي تہ پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش موجب ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ صحيح انگ، ترتيب سان ڳولي اهو تالو کوليو.**

***۔ برائين ٽريسي***

**جيڪڏهن اسين پنهنجي صلاحيتن موجب ڪم ڪري ڇڏيون تہ اهوا سان لاءِ حيرت جو مقام هجي ٿو.**

**۔ ٿامس اي ايڊيسن**

ڪاميابيءَ جا سونهري اصول

# سنڌيڪار پاران

خلقڻهار، انسان کي هن ڪائنات جي باقي سموري مخلوق کان افضل ۽ اشرف اِن ڪري قرار ڏنو جو هن، کيس ارادي ۽ اختيار سان نوازيو. هُن، صحيح ۽ غلط رستي مان ڪنهن هڪ واٽ جي چونڊ ماڻهوءَ جي مرضيءَ تي ڇڏي. جزا ۽ سزا بہ انسان جي عملن سان لاڳاپيل آهي. اهو انسان تي ڇڏيل آهي تہ هو پنهنجي زندگيءَ کي ڪيئن ٿو گذاري. ڏکن ۽ آزمائشن سان مهاڏو اٽڪائي، پاڻ کي آفاقي ۽ الهامي قدرن سان هم آهنگ ڪري دنيا توڙي آخرت جو سک ٿو ماڻي يا وري غلط رستي جي چونڊ ڪري ناڪامين کي ڳلي لڳائي پاڻ کي اوجهڙ ۾ ٿو ڪيرائي!

انسان جي دنياوي زندگيءَ جو اهم مقصد هيءُ آهي تہ سندس هر عمل انسان ذات لاءِ آسانيون پيدا ڪرڻ جو باعث بڻجي. اِن سان ئي هڪ اهڙو پرامن ۽ خوشحال سماج جُڙي سگهي ٿو جنهن جي اوساريءَ ۾ انسانيت جي سمورن خيرخواهن جو رت ست صدين کان شامل رهيو آهي. ساڳئي وقت اهو بہ فطري اصول آهي تہ ناڪام ۽ مايوس ماڻهو اهڙي مثالي معاشري جي جوڙجڪ ۾ ڪو بہ ڪردار اد نٿا ڪري سگهن.

هتي اها ڳالهہ بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ ”دنيا ۾ ڪاميابيءَ“ کي ننڍڻ واري رويي پڻ وقت بوقت وڏا منجهارا پيدا پي ڪيا آهن. جائز طريقي سان پنهنجي محنت جي نتيجي ۾ حاصل ٿيندڙ خوشحاليءَ کي دنياوي ڪاميابي چئي ان کي ٺڏڻ ناشڪري چئبي. ڪسمپرسي ۽ بيوسيءَ واري زندگي الله جي نعمت ناهي. تنگدستي تہ الله جو عذاب آهي. اهو ضرور آهي تہ سماج جي مجموعي غلط ڪارين جا اثر فردن تي پون ٿا پر هن ڪائنات جي پالڻهار اهڙي صورتحال مان نڪرڻ جا گس بہ ٻڌائي ڇڏيا آهن.

جڏهن انسان اهڙن آفاقي قاعدن ۽ ضابطن جي روشنيءَ ۾ غور ڪرڻ شروع ڪري ٿو، ان جي ذهن ۾ ڪيترائي خاڪا ۽ پلان جُڙن ٿا، جن تي نيڪ نيتيءَ سان عمل جي نتيجي ۾ ماڻهو نيٺ وڃي پار پوي ٿو.

هن ڪتاب ۾ ڪاميابيءَ جي ڄاڻايل اصولن جو نچوڙ هيءَ آهي ته اهي کهڙا ضابطا آهن، جن تي عمل ڪرڻ سان نااميدي ۽ مايوسيءَ جي ڍيڻ ۾ ڦاٿل ماڻهو ڪامياب زندگي گذاري سگهي ٿو. هن ڪتاب جي اهميت ان ڪري به محسوس ٿئي ٿي جو اسان وٽ سائنسي اصولن تي ٻڌل مواد جي تمام گهٽي ڪوت آهي. مون کي اميد آهي ته ڪامياب زندگي گهارڻ جي خواهشمند ماڻهن لاءِ هيءَ ڪتاب انتهائي ڪارگر ثابت ٿيندو.

هي، منهنجو ترجمو ڪيل پهريون ڪتاب آهي. مون پنهنجي طرفان هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي ته ترجمو آسان ۽ سهنجو هجي، جيئن پڙهندڙن جي ذهن ۾ هر تصور پوري وضاحت ۽ چٽائيءَ سان منتقل ٿي سگهي، تنهن هوندي به عين ممڪن آهي ته ان حوالي سان ترجمي جا ڪي جهول رهجي ويا هجن. جن بابت پڙهندڙن طرفان آگاهي آئينده لاءِ رهنمائي ثابت ٿيندي.

ساڳئي وقت آئون سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي روح روان سائين نور احمد ميمڻ ۽ پنهنجي محسن چاچي علي حسن چانڊئي جو بيحد ٿورائتو آهيان، جن مون تي اعتماد ڪندي هن ڪتاب جي ترجمي جي ذميواري نڀائڻ جو موقعو ڏنو ۽ هر مرحلي تي منهنجي رهنمائي ڪئي.

وقار احمد راهمون







# ڪجهه ڪتاب جي باري ۾

عظيم فلمساز جيڪب بيزڪوسٽيؤ ڪامياب ماڻهن کي خبردار ڪندي چيو هو ته:

”جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن ريت هڪ بهترين زندگي گذارڻ جي قابل ٿئي ٿو ته ان کي قطعي حق حاصل ڪونهي ته اهو ان کي صرف پنهنجي ذات تائين محدود رکي، پر اهو سندس فرض آهي ته بهترين زندگيءَ جي قاعدن سان ٻين کي به فائدو رسائي.“

گوئٽي اظهار جي آزاديءَ بابت چيو هو ته:

”جيڪڏهن ڪو شخص ڪتاب لکي ٿو ته ڪيس پنهنجي علم جو اظهار ڪرڻ ڏيو ڇو ته هن کي پنهنجي اهليت جو ججهو اندازو آهي.“

هن ڪتاب ۾ اهي نظريا يا تصور پيش نه ڪيا ويا آهن، جن کي اسين ظاهر ۾ سنو چئي سگهون، پر هي ڪتاب انهن آفاقي ۽ لازوال اصولن جو مجموعو آهي، جن کي ڪامياب ماڻهو زماني جي شروعات کان ئي استعمال ڪندا پيا اچن. مون 30 سالن کان وڌيڪ عرصو انهن اصولن جو مطالعو ڪيو آهي ۽ آءُ انهن اصولن کي پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجائي چڪو آهيان. آءُ هن وقت ڪاميابيءَ جي جنهن وڏي سطح تي آهيان، ان جو سبب رڳو هي آهي ته مون انهن اصولن جي پاسداري ڪئي آهي.

آءُ سٺ کان وڌيڪ بهترين وڪرو ٿيندڙ ڪتابن جو ليکڪ ۽ ايڊيٽر آهيان، جن جو دنيا جي 40 مختلف زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. منهنجا ست ڪتاب دنيا جي بهترين وڪرو ٿيل ڪتابن ۾ شامل رهيا آهن اهو هڪ وڏو اعزاز آهي، جنهن جو گنيز بڪ آف ورلڊ رڪارڊ ۾ به ذڪر آهي.

گذريل ڏهن سالن کان منهنجي آمدني ڪروڙن ۾ رهي آهي. منهنجو ڪئليفورنيا ۾ هڪ خوبصورت محل جهڙو گهر آهي. ٽي وي ۽ ريڊيو جي بحث واري هر پروگرام ۾ منهنجي شرڪت لازمي آهي. هر هفتي لکين ماڻهو منهنجا اخباري ڪالم پڙهن ٿا ۽ مون کي اڻ ڳڻيا پيشي وراڻا ۽ شهري انعام ملي چڪا آهن ۽ آءٌ هر لحاظ کان هڪ خوشحال، پرسڪون ۽ مطمئن زندگي گذاري رهيو آهيان.

دنيا جي وڏن ڪاروباري ادارن جي سربراهن، ڪامياب ليکڪن ۽ نفيس ترين روحاني اڳواڻن سان منهنجا سماجي ناتا آهن. مون ڪانگريس جي ميمبرن ۽ مختلف بهترين ڪاروباري ماڻهن کي خطاب ڪيو آهي. مختصر اهو ته منهنجي زندگي واقعي ڪامياب ۽ آهي.

هن ڪتاب جي اڪثر پڙهندڙن وانگر منهنجي شروعاتي زندگي به وچولي درجي جي هئي. آئون اولهه ورجينيا جي هڪ شهر ويلنگ ۾ ڄائو نپنو ۽ وڏو ٿيو آهيان، جتي منهنجو پيءُ هڪ دڪان ۾ نوڪر هو. سندس سالياني آمدني 8000 هزار ڊالر هئي، منهنجي ماءُ تمام گهڻو شراب پيئندي هئي ۽ منهنجو پيءُ سخت پورهئي ڪرڻ جو عادي هو. آءٌ پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ڪو نه ڪو ڪم ڪندو هئس. منهنجي ڪاليج ۾ داخلا به وظيفي جي بنياد تي ٿي ۽ مون هڪ ننڍيءَ هوٽل ۾ ويٽر (بيري) طور ڪم ڪيو. جتان حاصل ٿيل آمدنيءَ مان پنهنجي لاءِ ڪتاب ۽ ڪپڙا خريد ڪندو هوس مون کي پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪا پهرين ڪامياب حاصل ٿي، سا به مون کي ڪا چانديءَ جي پليٽ ۾ رکي پيش ڪا نه ڪئي وئي هئي. جڏهن آءٌ گريجوئيٽ اسڪول جي آخري سال ۾ هئس ته پڙهائڻ جي هڪ پارٽ ٽائيم نوڪري به ڪندوهئس، جتان هر ٻن هفتن کان پوءِ مون کي 220 ڊالر ملندا هئا. 79 ڊالر گهر جي مسواڙ ڀرڻ کان پوءِ رڳو 161 ڊالر بچندا هئا، جن منجهان مان پنهنجون ٻيون ضرورتون پوريون ڪندو هئس.

گريجوئيشن کان پوءِ مون هڪ هاءِ اسڪول ۾ استاد طور پڙهائڻ شروع ڪيو جيڪو ڪارن ماڻهن لاءِ مخصوص هو ۽ پوءِ منهنجي ملاقات پنهنجي شفيق سرپرست ڊبليو ڪليمينٽ اسٽون سان ٿي. هو هڪ ڪروڙ





پتي شخص هو جنهن پنهنجي زندگي پاڻ ٺاهي هئي. ان مون کي ڪاميابيءَ جا گُر سيکاريا ۽ نهايت پنهنجائپ سان منهنجي تربيت ڪيائين، جنهن لاءِ آءٌ اڄ به سندس نهايت ٿورائتو آهيان.

منهنجو ڪم اهو آهي ته آءٌ اهي اصول ٻين کي به سيکاريان. مان هن وقت تائين هزارين ڪتاب پڙهي ۽ سوين سيمينارن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهيان. مون ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ آفاقي ۽ ازلي اصول دريافت ڪيا، پوءِ انهن اصولن کي عملي طور پاڻ به اختيار ڪيو ۽ تمام گهڻن ماڻهن اڳيان سندن فائدي لاءِ پيش ڪيا.

اهي اصول ۽ ترڪيبون نه رڳو منهنجي لاءِ ڪارائتيون ثابت ٿيون، پر انهن ذريعي منهنجي هزارين شاگردن تمام گهڻي دولت حاصل ڪئي. ماڻهن سان ناتا قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ اعليٰ شعور ۽ خوشي حاصل ڪئي ۽ ڪين زندگيءَ ۾ تمام گهڻي خوشحالي نصيب ٿي. ايئن ڪٿي چئجي ته منهنجن شاگردن زندگيءَ جي هر شعبي ۾ بيمثال ڪاميابيون حاصل ڪيون ۽ اڄ اهي پنهنجن پنهنجن شعبن ۾ وڏن عهدن تي ڪم ڪري رهيا آهن.

## ڪاميابيءَ جا اصول اشاري جا منتظر:

انهن اصولن ذريعي توهان اهي نتيجا حاصل ڪري سگهو ٿا، جن سان دنيا جي ڪامياب ماڻهن کي فائدو پهتو. آءٌ سمجهان ٿو ته توهان به هن ذريعي حيران ڪندڙ ۽ غيرمعمولي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا.

ڪجهه سال اڳ مون هڪ ٽي وي پروگرام ۾ دعويٰ ڪئي هئي ته جيڪڏهن ماڻهو منهنجي ٻڌايل اصولن تي عمل ڪن ته گهٽ عرصي ۾ پنهنجي آمدنيءَ کي ٻيڻو ڪري سگهن ٿا ۽ وقت جي بچت ڏار ٿيندي هاڻي اها توهان جي ذميداري آهي ته توهان پاڻ اهو فيصلو ڪيو ته توهان ان ڪاميابيءَ جا حقدار آهيو. توهان هن ڪتاب ۾ ڏنل اصولن تي عمل ڪري ڪاميابي حاصل ڪريو.

اها به هڪ طئي ٿيل حقيقت آهي ته سمورن ماڻهن ۽ پيشن لاءِ بنيادي اصول هڪجهڙائي آهن. جيڪڏهن توهان اهي اصول سکي، انهن کي پنهنجي دل ۽ دماغ ۾ ويهاري ٿا ڇڏيو ۽ نهايت نظم ۽ ضبط سان انهن تي

پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ عمل ڪريو ته هڪ اهڙي خوشگوار تبديلي واقع ٿيندي جيڪا توهان جي خواب ۽ خيال ۾ به نه هوندي.

### ٻاهرين مدد سواءِ ڪامياب ٿيو:

هڪ مشهور فلسفيءَ جو قول آهي ته "توهان ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻئي شخص کي پاڻ وٽ نوڪر نه ٿا رکي سگهو. ڪنهن به شعبي ۾ ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا ته توهان کي اها ڪاميابي ڪنهن ٻاهرينءَ مدد سواءِ پاڻ ئي حاصل ڪرڻي پوندي. جيڪڏهن ڪو شخص توهان کي منزل تائين پهچڻ جو رستو ٻڌائي ٿو ته ان منزل تائين پهچڻ لاءِ رستو توهان کي پاڻ ئي طئي ڪرڻو پوندو." هن ڪتاب پڙهڻ سان توهان ڪاميابيءَ جي اصولن بابت واقف ٿيندا، پر انهن تي عمل ڪيئن ڪرڻو آهي، اهو توهان کي سوچڻو آهي. ڇاڪاڻ ته اها توهان جي پنهنجي ذميداري آهي.

### ڪتاب ڪيئن پڙهجو :

گوتم ٻڌ چيو هو ته:

> "يقيني ڪجهه به ڪونهي، سواءِ ان جي ته هن ڪتاب ۾ ڇا ڪٿي لکيل آهي ۽ ڪنهن ڇا چيو آهي. منهنجي ڳالهه تي به ان وقت تائين يقين نه ڪجو جيستائين توهان ان کي پنهنجي دليلن واري نظرئي ۽ سوچ ذريعي جاچي نه ٿا وٺو."

هر شخص جي سکڻ ۽ علم حاصل ڪرڻ جو فيصلو ڌار هوندو آهي ۽ امڪاني طور توهان کي ڄاڻ هوندي ته ڪهڙي نموني بهتر طور ڪنهن به ڳالهه بابت ڄاڻ حاصل ڪري سگهو ٿا. جيتوڻيڪ هن ڪتابن کي پڙهڻ ۽ فائدو حاصل ڪرڻ جا ڪيترائي طريقا موجود آهن. پر آءٌ توهان کي ڪن بهتر طريقن کان واقف ڪرڻ چاهيان ٿو.

ٿي سگهي ٿو ته توهان پنهنجي مرضيءَ موجب پنهنجي لاءِ ڪاميابي حاصل ڪرڻ ڪرڻ واسطي وقت ڪڍي هن ڪتاب کي صرف هڪ ڀيرو ئي پڙهي، ان ۾ ڄاڻايل اصولن جو اندازو لڳائڻ چاهيندا هجو پر اهي اصول اهڙي نموني ٻڌايا ويا آهن جو اهي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ۽ لاڳاپيل آهن. اهي اصول نمبرن سان ڪلڻ واري اهڙي تالي وانگر آهن جتي توهان کي سيني انگن جي ضرورت پوندي ۽ اهي سمورا انگ صحيح ترتيب ۾ ٿي





وڃن ۽ توهان تالي کولڻ جي انگن جي ترڪيب کان واقف ٿي وڃو تڏهن ئي توهان تالو کولي سگهو ٿا.

ڪتاب پڙهڻ وقت جيڪا ڳالهه توهان کي اهم محسوس ٿئي، ان هيٺان لڪير هڻي، ان کي چٽو ڪري ڇڏيو. پوءِ انهن لڪيرن وارين سٽن بابت پنهنجي راءِ ڌار لکيو ۽ پنهنجي راءِ ۽ ڪتاب ۾ لڪير ڏنل لفظن کي بار بار پڙهو ته توهان تي انهن لفظن جو حقيقي مفهوم چٽو ٿيندو ويندو. انهيءَ عمل ذريعي توهان کي اها يادگيري ايندي رهندي ته اصل ۾ توهان انهن لفظن مان ڇا مفهوم ۽ مقصد حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا. بار بارورجائڻ سبب توهان جي ذهن ۾ نوان نوان تصور پيدا ٿيندا رهندا.

ٿي سگهي ٿو ته ڪتاب ۾ ڄاڻايل اصولن بابت توهان کي اڳ ۾ ئي ڄاڻ هجي. جيڪڏهن ائين آهي ته اها ته پاڻ تمام سٺي ڳالهه آهي! پر پوءِ پنهنجو پاڻ کان پڇو: "ڇا مونکي خبر هوندي به ڪڏهن اڳ انهن اصولن تي عمل ڪيو آهي؟ جيڪڏهن نه ته پوءِ ڪا ڳالهه ناهي، هاڻي ئي ڪٺي عمل شروع ڪري ڏيو.

جڏهن هي ڪتاب ٻيو ڀيرو پڙهڻ شروع ڪريو ته هر ڀيري هڪ وقت ۾ صرف هڪ باب پڙهو ۽ پوءِ ان بابت ڏنل اصولن تي عمل ڪرڻ لاءِ ضروري وقت مقرر ڪريو.

اهو به ٿي سگهي ٿو ته ڄاڻايل ڪي اصول توهان کي نه وڻن يا وري توهان انهن تي عمل ڪرڻ ٿوري هٻڪ يا رڪاوٽ محسوس ڪريو پر هڪ ڳالهه ياد رکو ته جيڪي اصول توهان کي نه ٿا وڻن، اصل ۾ اهي ئي اُهي اصول آهن، جن تي عمل ڪرڻ جي تمام گهڻي ضرورت آهي.

ڪنهن به شئي بابت ڄاڻ ۽ علم ان وقت حاصل ٿئي ٿو جڏهن توهان نئين معلومات کي پنهنجي دل ۽ دماغ ۾ ويهاريو ٿا ۽ پوءِ عملي طور تي ان کي اختيار به ڪريو ٿا. ان کان پوءِ ئي توهان جي رويي، موقف ۽ طرز عمل ۾ تبديلي اچي ٿي.

### خبردار رهو:

ڪنهن به تبديليءَ لاءِ ضروري آهي ته ان جي رستي ۾ ايندڙ اندرين توڙي ٻاهرين مزاحمت ختم ڪرڻ لاءِ لڳاتار ڪوشش ڪندو رهجي. ٿي

صورتحال ڪونهي. ڪو بہ شخص جيڪو ڪو نئون ڪم سکي ٿو يا ان ۾ مهارت حاصل ڪري ٿو تہ اهو ڪنهن وقت محسوس ڪري ٿو تہ چڻ هن ڪجهہ سکيو ئي ڪونهي.

اهوئي لمحو هوندو آهي، جڏهن انسان مايوس ٿي پنهنجو رخ ڪنهن بئي پاسي موڙڻ جو سوچي ٿو پر عقلمند انسان اهو آهي جيڪو اهو سوچي تہ جيڪڏهن آئون پنهنجي ان ڄاڻ بابت مستقل مزاجيءَ جو مظاهرو ڪندو رهان ۽ هن ڪتاب ۾ ڏنل ڪاميابيءَ جي اصولن کي لڳاتار ڪوشش ڪري عملي طرح اختيار ڪندو تہ آخرڪار ڪاميابيءَ جي عظيم منزل حاصل ڪري وٺندو.

صبر کان ڪم وٺو ثابت قدم رهو ۽ همت نہ هاريو تہ توهان هر حالت ۾ ڪاميابي حاصل ڪري وٺندؤ ۽ هي اصولَ توهان لاءِ سدائين اثرائتا ۽ ڪارائتا ثابت ٿيندا.

تمام سٺو هاڻي ئي شروع ٿي وڃو....!!

هنري جيمز چيو آهي تہ:

”هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ توهان پنهنجن خيالن ۽ خواهشن موجب حياتي گذارڻ شروع ڪري ڏيو.“





سگهي ٿو تہ شروع ۾ توهان نئين حاصل ڪرڻ جي حوالي سان نهايت گرمجوشيءَ جو مظاهرو ڪري ۽ پنهنجي حياتي کي هڪ نئون رخ ۽ نئون نقطئي نظر ڏيڻ لاءِ نيون اميدون وابستہ ڪري ڇڏيو. اهو هڪ سٺو رويو آهي پر اهو ممڪن آهي تہ توهان کي پنهنجي ان علم جي سلسلي ۾ مختلف احساسن ۽ ڪيفيتن کي منهن ڏيڻو پوي. ٿي سگهي ٿو تہ توهان ان علم بابت اڳواٽ واقف نہ هئڻ ڪري پنهنجي استادن ۽ مائٽن تي ناراض ٿيو يا ڪاوڙ ظاهر ڪريو تہ انهن هن کان اڳ توهان کي اهڙي ڪارائتي معلومات کان واقف ڇو نہ ڪيو پر پوءِ توهان پنهنجو پاڻ تي بہ تہ ساڳي ڪاوڙ ڪريو تہ انهن مان ڪيترن اصولن بابت اڳواٽ ڄاڻ هوندي بہ توهان ان تي ڪهڙو عمل ڪيو آهي؟

وڌيڪ پريشان ٿيڻ بدران هڪ ڊگهو ساهہ کڻو ۽ اهو محسوس ڪريو تہ اهو سڀ ڪجهہ توهان جي زندگيءَ جي سفر جو هڪ حصو آهي. ماضيءَ جي هر ڳالهہ پنهنجي نوعيت جي حساب سان بلڪل درست هئي پر هاڻي جڏهن توهان کي نئين نئين معلومات ۽ ڄاڻ حاصل ٿي رهي آهي تہ توهان کي ان تي بہ خوش ٿيڻ گهرجي، سو ان نئين ڄاڻ حاصل ٿيڻ تي خوش ٿيو. هيءَ توهان کي هر قسم جي پريشانين کان ڇوٽڪارو ڏياري ڇڏيندي.

ممڪن آهي تہ ان مرحلي دوران اهڙا لمحا بہ اچن، جو توهان حسرت مان سوچڻ لڳو تہ اهو سڀ ڪجهہ ايترو تيزيءَ سان مون کي ڪيئن معلوم ٿي رهيو آهي. آءٌ اڳ اها ڪاميابي ڇو نہ حاصل ڪري سگهيس؟ آءٌ اڳ ۾ دولتمند ڇو نہ ٿي سگهيس؟ آءٌ هن کان اڳ پنهنجو پاڻ کي پنهنجن خوابن کان واقف ڪري ڇو نہ سگهيس؟ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ وقت، محنت، ثابت قدمي ۽ صبر کپي. جيڪڏهن توهان هن ڪتاب ۾ ڏنل سمورن اصولن کي عملي طور اختيار ڪري وٺو تہ پڪ سان توهان پنهنجو گهربل مقصد حاصل ڪري وٺندا توهان کي پنهنجن خوابن جي تعبير ملي ويندي، پر ياد رکو تہ اهو سڀ ڪجهہ چپٽيءَ سان يا رات وچ ۾ حاصل ڪرڻ ممڪن ڪونهي. بلڪ ڪنهن بہ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ مشڪلاتن ۽ رڪاوٽن کي منهن ڏيڻ هڪ قدرتي عمل آهي.

ڪڏهن ڪڏهن انسان مايوس بہ ٿي ٿو وڃي. اها صورتحال ڪا نيئن

## حصو پهريون

# ڪاميابيءَ جا بنيادي اصول

ڪاميابيءَ بابت جيڪ نڪلاس جي راءِ آهي تہ:

”راند جا بنيادي اصول سکي وٺوءِ انهن تي سختيءَ سان عمل ڪندا رهو.....روايتي طريقا ڪڏهن بہ ڪارائتا ثابت نہ ٿين.“

1

# طئہ ڪريو تہ توهان ڇاٿا چاهيو؟

پلوڙ ليڪڪ بن اسٽين چواٽي تہ:

”پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي چاهت موجب سڦلائتي ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ شروعاتي ۽ پهريون قدم اهو آهي تہ توهان پهريائين هي طئي ڪريو تہ توهان هن وقت آخر ڪرڻ ڇا ٿا چاهيو؟“

جڏهن توهان هڪ پيرو اهو ڄاڻي ورتو تہ هن وقت توهان ڪهڙي هنڌ بيٺل آهيو تہ پوءِ توهان ان ڳالهہ جو حتمي فيصلو ڪريو تہ توهان هينئر ڇا ٿا چاهيو؟ ۽ ڪٿي بيهڻ ٿا چاهيو؟ ۽ توهان هيستائين ڇا حاصل ڪيو آهي ۽ هينئر توهان ڪهڙي قسم جي ڪامياب ٿا چاهيو؟ ڪهڙي قسم جي حالتن مان لنگهڻ چاهيو ٿا؟ سفر دوران توهان ڪٿي آهيو ۽ ڪٿي پهچڻ ٿا چاهيو؟ تنهن ڪري توهان کي فيصلو ڪرڻو آهي تہ توهان آخر حدف ڇا آهي؟ ٻين لفظن ۾ ڪهڙي ڳالهہ ۾ توهان جي ڪامياب لڪل آهي، اها ڪاميابي توهان کي ڪيئن ٿي نظر اچي؟

ڪي ماڻهو پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي چاهت موجب ان ڪري ڪاميابي حاصل نہ ٿا ڪن تہ ڪين اهو فيصلو ڪرڻ ئي نہ ٿو اچي تہ آخرڪار اهي ڇا ٿا چاهين؟ ۽ اهو بہ تہ اهي پنهنجين خواهشن ۽ جذبن جو تفصيلي ۽ ڪليل نموني اظهار نہ ٿا ڪري سگهن.

## ابتدائي حالتون اڪثر ڪاميابيءَ ۾ رڪاوٽ بڻجن ٿيون

هر ماڻهوءَ جي دل ۽ دماغ ۾ ننڍپڻ کان هڪ خواهش لڪل هوندي آهي ۽ هو پنهنجي زندگيءَ ۾ اهو سڀ ڪجهہ ٿيڻ چاهي ٿو پر بدقسمتي اها آهي

نه ٿي سگهي ٿو ته توهان جا ماءُ پيءُ، استاد، بزرگ ۽ توهان جي ننڍپڻ ۾ توهان لاءِ مثالي ڪردار بڻيل ماڻهو توهان جي اها لڪل خواهش دفنائڻ جو سبب بڻجي وڃن.

جڏهن توهان هڪ ٻار طور سکڻ سمجهڻ شروع ڪيو ته توهان کي پڪ سان خبر هئي ته توهان کي ڇا ڪرڻو آهي؟ جڏهن توهان کي بک لڳندي هئي ۽ ڪاڏا اوهان اڳيان هوندا هئا ته توهان اهي ڪاڏا پري ڪري ڇڏيندا هيؤ جيڪي توهان کي پسند نه ايندا هئا. توهان بنا ڪنهن ڏکيائي ۽ تڪليف جي پنهنجين ضرورتن ۽ خواهشن تي عمل ڪرڻ جي قابل هيؤ. توهان ايستائين زور زور سان رڙيون ۽ روڄ راڙو ڪندا رهندا هئا، جيستائين توهان پنهنجي گهربل شئي حاصل نه ٿي ڪري ورتي. زندگيءَ جي ٻين شين حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ به توهان پنهنجين خواهشن تي اهڙي نموني عمل ڪري يا ڪرائي وٺندا هئا. جڏهن توهان ٿورا وڏا ٿيؤ ته پنهنجي پسنديده شين ڏانهن رڙهندا هليا ويندا هيؤ.

توهان کي ڇٽي طرح خبر پئجي ويندي هئي ته توهان کي ڇا کپي ۽ توهان بنا خوف ۽ خطري جي اوڏانهن هليا ويندؤ.

جڏهن توهان ايئن ڪندا ته پوءِ ان وقت ڇا ٿيندو هو؟ ڪن ماڻهن ڪجهه چيو ته ڪن ماڻهن وري ڪجهه چيو مثال طور:

"هن کي هٿ نه لاهه"

هتان پري هٽ."

"هن کي هٿ لڳائڻ سان نقصان ٿيندو."

"توکي جيڪو کائڻ لاءِ ملي ٿو اهو کاءُ، نه وٽي ته نه وٽي."

"توکي واقعي ايئن محسوس نه ڪرڻ کپي."

"توکي هن شئي جي گهرج ڪونهي."

"توکي شرم ڪرڻ گهرجي."

"روڄ راڙو بند ڪر، اجايون رڙيون نه ڪر."

تنهن کان پوءِ توهان جڏهن اجا ڪجهه وڏا ٿيؤ ته توهان کي هي ڳالهيون ٻڌڻ ۾ آيون:

"توکي هر شئي پنهنجي مرضيءَ موجب نه ٿي ملي سگهي."





"پئسا ڪو وڻن تي نه ٿا ڦٽن، جو توکي هر وقت اتان پٽي ڏيون."

"ڇا تون پاڻ کان سواءِ ٻئي لاءِ نه ٿو سوچي سگهين؟"

"ايترو خودغرض نه ٿي."

"پنهنجي مرضي نه هلاءِ."

"جيئن آءٌ چوان تيئن ڪر."

ٻين جي خواهش نه هلو:

ننڍپڻ ۾ اهڙي قسم جي پابندين جي گهيري ۾ رهڻ سبب آخرڪار اسان مان ڪيترائي ماڻهو پنهنجي جسماني ۽ دلي خواهشن کان محروم ٿي ٿا وڃن. سچ پچ محروم ٿي اسان ٻين جي مرضيءَ ۾ ۽ خواهش موجب حياتي گذارڻ لڳاسين. اسان کي اها پڪ ٿي وئي ته هن ڪم يا ڳالهه ۾ اسان جي مرضي نه هلندي، تنهن ڪري اسين عملي طور تي ٻين جي چوڻ تي هلڻ لڳاسين. نتيجو اهو نڪتو جو اسان پنهنجين دلي خواهشن کي دفنائي ڇڏيو ۽ جڏهن اسين هاڻي وڏا ٿي چڪا آهيون ته به اسان جي ميس ايتري مري چڪي آهي، جو اسان چاهڻ باوجود اهو نه ٿا ڪري سگهون، جيڪو اسان کي ڪرڻ گهرجي. اسين صرف اهو ڪم ڪندا آهيون، جنهن ۾ ٻين جي خوشي ۽ رضامندي شامل هجي.

- اسان پنهنجي پيءُ جي خواهش تي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخل ورتي.
- توهان پنهنجي ماءُ جي خواهش تي ان ڇوڪريءَ سان به شادي ڪري ڇڏي، جنهن کي توهان نه ٿي چاهيو.
- ايئن ڪٽي سمجهو ته پنهنجي مرضي موجب زندگي گذارڻ بدران اسان ٻين وٽ "نوڪري" ڪئي ۽ انهن جي مرضي تي هلڻ لڳاسين.

سمجهداريءَ جي نالي تي اسان دلي خواهشن، کي پنهنجي سيني اندر ئي دفنائي ڇڏيو. اها ڳالهه حيرت ۾ وجهندڙ آهي ته اسين جڏهن پنهنجن ننڍن ٻارن کان پڇندا آهيون ته: "توهان جي خواهش ڇا آهي؟" ته اهي اڪثر نهايت سچائي ۽ ايمانداريءَ سان جواب ڏيندا آهن ته "اسان کي خبر ڪونهي." اصل ۾ سندن حقيقي خواهشن جي رستي ۾ ڪيترائي "هي ڪريو ۽ هو ڪريو"، "ٿي سگهي ٿو"، "نه ٿو ٿي سگهي"، "ممڪن آهي" ۽ "الائجي ممڪن ناهي" جهڙا لفظ روڪ ڪيو بيٺا هوندا آهن.

تہ پوءِ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ توهان پنهنجين اصل خواهشن جو ڪليو اظهار ڪري سگهو.

جڏهن توهان هر معاملي ۾ ننڍي کان ننڍي سطح تي پنهنجي اوليتن کي سامهون رکي پنهنجي خواهش ۽ مرضيءَ موجب ڪاميابيءَ لاءِ شروعات ڪري سگهو ٿا. اهي اوليتون ۽ خواهشون پلي ڪٿي ننڍيون هجن يا وڏيون پر انهن کي معمولي نہ سمجهو. اهي ٻين لاءِ تہ معمولي ۽ غير اهم ٿي سگهن ٿيون پر توهان لاءِ نہ.

### پنهنجن مقصدن کي مٿانهون رکو:

جيڪڏهن توهان پنهنجي اندر موجود صلاحيتن ۽ سگهہ کي ڀيهر سجاڳ ۽ سرگرم ڪرڻ چاهيو ٿا ۽ پنهنجي مرضيءَ موجب خواهشن جي پورائي چاهيو ٿا تہ توهان اهو چوڻ بند ڪري ڇڏيو تہ:

"مون کي ڪجهہ بہ معلوم ڪونهي."

"مون کي ڪا بہ پرواهہ ڪونهي."

يا وري تہ: "اهو منهنجو ڪم ڪونهي."

يا وري ننڍن ٻارن وانگر اهو چئو تہ:

"مون کي ڪجهہ بہ خبر نہ ٿي پوي."

جڏهن بہ توهان کي ڪا شئي چونڊڻ جو موقعو ملي تہ پوءِ پلي اها ڳالهہ معمولي هجي يا اهم، پنهنجو رويو اهڙو رکو جڻ توهان هر ڪم لاءِ پنهنجون اوليتون مقرر ڪيون آهن.

پنهنجو پاڻ کان سوال ڪريو تہ: "جيڪڏهن مون کي ان بابت معلوم هجي ها تہ آءٌ ڇا ڪريان ها؟"

يا "جيڪڏهن منهنجي ترجيحن جي ڪا اهميت هجي ها تہ آءٌ ڇا ڪريان ها؟"

اها هڪ عادت هئي، جنهن جا توهان عادي ٿي چڪا هئا تہ توهان کي پنهنجين خواهشن ۽ امنگن بابت معلوم ئي نہ هو تہ اهي ڪهڙيون آهن ۽ توهان رڳو ٻين جي خواهشن تي عمل جا پابند هئا، پر هاڻي توهان پنهنجي ان رويي کي ابتڙ عادتون اختيار ڪري ختم ڪري سگهو ٿا.





### ڪاميابيءَ جي چونڊ:

ڪافي عرصو اڳ مون کي هڪ تربيتي پروگرام ۾ شرڪت جو موقعو مليو. جڏهن اسين 24 مقرر وقت تي ڪمري ۾ داخل ٿياسين تہ اسان کي ڪرسين تي ويهڻ جي هدايت ڪئي وئي. هر ڪرسيءَ تي هڪ اهڙي ڪاپي رکيل هئي، جنهن جو جلد تارن سان ڀڙل هو. ڪي ڪاپيون نيري رنگ جون هيون ۽ ڪن جو رنگ پيلو هو تہ ڪن جو وري ڳاڙهو. منهنجي ڪرسيءَ تي رکيل ڪاپيءَ جو رنگ پيلو هو. آءٌ سوچي رهيو هوس تہ منهنجي ڪاپيءَ جو رنگ نيرو هجي ها تہ بهتر هو.

پوءِ تربيتي پروگرام جي سربراهہ اهو ڪجهہ چيو. جنهن منهنجي زندگيءَ جو رُخ هميشہ هميشہ لاءِ بدلائي ڇڏيو.

هن چيو تہ جيڪڏهن توهان کي پنهنجي ڪاپيءَ جو رنگ پسند ناهي تہ توهان ڪنهن ٻئي سان ڪاپي مٽائي، پنهنجي پسند جي رنگ واري ڪاپي وٺي سگهو ٿا. توهان کي اهو حق حاصل آهي تہ توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي مرضيءَ موجب هر قسم جي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو.

يا الله! ڪهڙو نہ انقلابي خيال ۽ نظريو هو. ويهہ سال ٿي ويا، پر مون تہ ڪڏهن ايئن سوچيو ئي نہ تہ ڪو آءٌ پنهنجي خواهش موجب ڪاميابي حاصل ڪري سگهندس.

تنهن ڪري آءٌ پنهنجي ساڄي پاسي ويٺل عورت ڏانهن وڌيس ۽ ان کان پڇيم تہ "ڇا آءٌ پنهنجي پيلي رنگ جي ڪاپي ڏيئي، توهان کان نيري رنگ جي ڪاپي وٺي سگهان ٿو."

ان عورت يڪدم انڪار ڪندي چيو تہ بلڪل نہ! مون کي تہ نيرو رنگ ئي پسند آهي. ان رنگ جي چمڪ سٺي لڳي ٿي. اهو رنگ منهنجي مزاج مطابق اهي.

تربيتي پروگرام جي سربراهہ مون کان پيلي رنگ جي ڪاپي وٺي، مون کي نيري رنگ جي ڪاپي ڏئي ڇڏي.

هاڻي مون وٽ پنهنجي خواهش مطابق نيري رنگ جي ڪاپي موجود هئي. منهنجي لاءِ جيتوڻيڪ اها ڪا وڏي ڪاميابي نہ هئي، پر منهنجو اهو قدم منهنجي ان پيدائشي حق جي عڪاسي ڪندڙ هو جنهن هيٺ آءٌ

پنهنجو اوليتون مقرر ڪري سگهيس ٿي ۽ پنهنجي خواهشن تي عمل ڪري ٿي سگهيس. ان وقت تائين آءٌ پنهنجين اوليتن کي اهميت ئي نہ ڏيندو هيس ۽ نہ ئي انهن تي عمل ڪري سگهندو هوس. آءٌ انهن کي غير اهم سمجهندو هوس.

اهو منهنجي زندگيءَ جو سڀ کان يادگار ڏينهن هو. ان ڏينهن منهنجي زندگيءَ جو رخ ئي متجي ويو. مون پنهنجو پاڻ کي سمجهڻ شروع ڪيو ۽ مون نهايت سٺي طريقي سان پنهنجين خواهشن ۽ امنگن کي عملي شڪل ڏيڻ واري ڪم جي شروعات ڪئي.

## خواهشن جي فهرست جوڙيو:

"توهان هن وقت ڇا ڇا ڪرڻ چاهيو؟" ان کي چٽي نموني بيان ڪرڻ جو سڀ کان سولو طريقو اهو آهي تہ توهان انهن ٽيهن شين يا ڳالهيون جي فهرست تيار ڪريو. جيڪي توهان ڪرڻ چاهيون ٿا.

پنهنجي زندگي ۾ خواهش موجب ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي رستي تي وڪَ وڌائڻ لاءِ اها هڪ نهايت ئي سٺي ترڪيب آهي.

پنهنجين خواهشن جي اظهار جو هڪ ٻيو سٺو طريقو اهو آهي تہ توهان پنهنجي ڪنهن دوست جي مدد سان پنهنجن اصل خواهشن جي فهرست جوڙيو.

ڇا توهان جي دوست توهان کان ڏهن کان پندرنهن منٽن تائين لڳاتار اهو پئي پڇيو آهي تہ: "توهان جي خواهش ڇا آهي؟ توهان جي تمنا ڇا آهي؟ ۽ پوءِ توهان پنهنجا جواب لکندا وڃو.

توهان کي اهو معلوم ٿيو تہ شروع ۾ اهي جواب ڪنهن قدر سٺا نہ هوندا.

توهان عام طور ماڻهن کي اهو چوندي ٻڌو هوندو تہ: "مون کي مرسڊيز ڪپي" ڪو چوندو، "مون کي سٺو گهر ڪپي" وغيره وغيره. بهرحال 15 منٽن جي انهيءَ مشق کان پوءِ توهان پاڻ ئي واقعي صحيح جواب ڏيڻ لڳندا. يعني آءٌ چاهيان ٿو تہ ماڻهو مون سان بہ پيار ڪن، ميٺ محبت سان پيش اچن، آءٌ پنهنجن احساسن جو کليو اظهار ڪرڻ چاهيان ٿو. آءٌ ڪو غير معمولي ڪارنامو انجام ڏيڻ چاهيان ٿو. آءٌ چاهيان ٿو تہ آءٌ ٻين کان بهتر، طاقتور ۽ اهم انسان هجان.





يعني، اهي اُهي سچيون خواهشون آهن، جيڪي توهان جي دل اندر ڪافي عرصي کان لڪل هيون. اهي خواهشون توهان جي من جو سچو آواز آهن.

## ڇا مستقبل جي سوچ توهان کي پريشانيءَ ۾ وجهي ٿي:

جڏهن ماڻهن کي پنهنجي مرضيءَ موجب زندگي نہ گذارڻ جو خيال پريشاني ۽ فڪر ۾ وجهي ٿو ڇڏي تہ اهي گهڻو ڪري پنهنجين اصل خواهشن کي ظاهر ئي ڪري نہ سگهندا آهن. ٿي سگهي ٿو تہ توهان اهو چئو تہ: "منهنجي ڪهڙي خواهش آهي، ان باري ۾ مون کي پاڻ بہ خبر ڪونهي ۽ آءٌ بہ ٻين سان صلاح مشورو ڪندو آهيان."

هاڻي توهان انهن ويهن شين ۽ معاملن جي هڪ فهرست تيار ڪريو. جيڪي توهان کي وڻن ٿيون. پوءِ اهي طريقا سوچيو جن تي عمل ڪري انهن مان ڪيترين توهان پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ حاصل ڪري سگهو ٿا.

جيڪڏهن توهان کي رانديون پسند آهن تہ توهان اهي بہ ڪيڏي سگهو ٿا. توهان فوٽو گرافي ڪرڻ چاهيو تہ اهو بہ ٿي سگهي ٿي، پر جيڪڏهن توهان کي ڪو ٻيو شعبو پسند آهي تہ بہ ڪا ڳالهہ ڪونهي. ايئن بہ ٿي سگهي ٿو. مطلب تہ توهان پنهنجي مرضيءَ وارو شعبو چوندي، حياتي گذارڻ لاءِ دولت ڪمائي سگهو ٿا.

تہ پوءِ هاڻ ئي فيصلو ڪريو تہ ڪرڻو ڇا آهي؟ وڌيڪ اهو تہ جڏهن توهان هي ڪتاب پڙهندا ويندا تہ توهان کي پتو پوندو تہ توهان اڳتي هلي پنهنجي مقصد ۾ ڪيئن ڪامياب ٿي سگهو ٿا ۽ ان ذريعي ڪافي دولت ڪمائي سگهو ٿا؟

## ڪامياب زندگيءَ بابت خيال ڪُلي ٻڌايو:

هن ڪتاب جو بنيادي مقصد اهو آهي تہ توهان کي ٻڌايو وڃي تہ توهان پنهنجي اڻپورين خواهشن کي ڪيئن ٿا پورو ڪري سگهو. ٻهرين تہ توهان اهو ڏسو تہ توهان جون اهي خواهشون آهن ڪهڙيون ۽ توهان انهن کي ڪيئن ٿا پورو ڪري سگهو. توهان جي خواهش ۽ سوچ ان ڳالهہ جي تفصيل مهيا ڪندي تہ توهان جي خواهشن کي ڪهڙي نموني پورو ڪري سگهجي ٿو.

توهان جون خواهشون ۽ سوچ ئي ٻڌائينديون تہ توهان جي منزل ڪٿي

آهي؟ ڪهڙي آهي؟ ۽ ان بابت توهان ڇا ٿا محسوس ڪريو. مڪمل ۽ ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ توهان کي گهرجي ته زندگيءَ جي هينين ستن شعبن کي پنهنجي گهربل خواهشن ۽ سوچ ۾ شامل ڪريو.

1۔ ڪم ۽ پيشوراڻي زندگي
2۔ مالي معاملا
3۔ تفريح ۽ واندڪائي
4۔ صحت ۽ تندرستي
5۔ ذاتي لاڳاپا
6۔ حدف ۽ مقصد
7۔ معاشري لاءِ جذبا

ڪاميابيءَ جي منزل ڏانهن سفر لاءِ اهو ضروري ڪونهي ته ڪو توهان کي اها ڄاڻ هجي ته ان منزل تي ڪيئن پهچي سگهجي ٿو پر توهان لاءِ اهو ڄاڻڻ تمام ضروري آهي ته ان منزل تائين پهچڻ واسطي هن وقت توهان ڪٿي بيٺل آهيو. تڏهن ئي توهان کي خبر پوندي ته منزل تي پهچڻ لاءِ توهان کي اڃا ڪيترو ۽ ڪيئن سفر ڪرڻو آهي.

## توهان جي اندرين ڪيفيت ڄاڻڻ وارو آفاقي نظام:

توهان جون اڻپوريون خواهشون ڪهڙيون آهن ۽ توهان انهن کي ڪيئن ٿا پورو ڪرڻ چاهيو. انهن ٻنهي انتهائن جو وچ وارو مرحلو رهنمائيءَ جي ان نظام کي حاصل ڪرڻ برابر آهي، جيڪو هڪ جديد طرز جي ڪار ۾ لڳل هوندو آهي. جنهن ذريعي ان ڪار جي اندرين حالت ته اها ڪار ڪٿي بيٺي آهي، ان ڪار جي منزل ڪهڙي آهي ۽ اها ڪار ڪيئن پنهنجي منزل تي پهچندي، ان بابت ڪو فيصلو ڪري سگهجي ٿو ان نظام کي قابل عمل بڻائڻ لاءِ توهان کي صرف اهو ڏسڻو آهي ته توهان هن وقت ڪهڙي مرحلي ۾ آهيو ۽ توهان جي منزل ڪهڙي آهي. رهنمائي وارو اهو نظام توهان کي ٻڌائيندو ته توهان هن وقت ڪٿي آهيو؟ جڏهن توهان ان نظام کي پنهنجي منزل بابت ٻڌايو ٿا ته اهو وري موٽ ۾ توهان کي ٻڌائي ٿو ته توهان هن وقت ڪٿي بيٺل آهيو. جڏهن توهان انهيءَ نظام کي پنهنجي منزل بابت مڪمل ڄاڻ ڏيو ٿا ته پوءِ اهو نظام توهان کي منزل تائين پهچڻ





لاءِ هڪ مڪمل طريقيڪار تيار ڪري ڏئي ٿو. توهان جو فرض ۽ ذميداري صرف اها آهي ته ان طريقيڪار تي عمل ڪريو.

توهان کي زندگيءَ ۾ ڪاميابي به اهڙي نموني حاصل ٿئي ٿي. توهان جي ذميداري ۽ فرض رڳو اهو آهي ته توهان اهو فيصلو ڪريو ته توهان پنهنجي ڄاڻايل مقصد، خواهش ۽ سوچ ذريعي ڪاميابيءَ جي ڪهڙي منزل حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا؟

جڏهن توهان بهتر نموني پنهنجي منزل بابت ڪو فيصلو ڪري ٿا ونو ته پوءِ ڇڻ ته هاڻي توهان صحيح رستي تي هلڻ شروع ڪري ڏنو آهي. جڏهن توهان منزل ڏانهن وک وڌايو ٿا ته پوءِ رهنمائيءَ وارو اندرين نظام توهان کي وقت به وقت پيو ٻڌائيندو ته توهان کي ڪهڙي رستي تي هلڻو آهي.

ٻين لفظن ۾ ته جڏهن توهان پنهنجي خواهش، منزل ۽ سوچ بابت ڇتو فيصلو ڪري ٿا ونو ته (ان سلسلي ۾ هن ڪتاب ۾ ڪيترائي طريقا ٻڌايا ويا آهن) پوءِ توهان صحيح انداز ۾ منزل ڏانهن وکو وڌائيندا ٿا وڃو.

جڏهن توهان کي اها خبر پئجي ٿي وڃي ته آخر توهان ڪٿي وڃڻ ٿا چاهيو ۽ ڇا ٿا چاهيو؟ ته پوءِ توهان اوڏانهن ڀرپور نموني ڌيان ڏيو ٿا.

پنهنجي منزل تائين ڪيئن ٿو پهچي سگهجي، ان جي خبر ڪڏهن ڪڏهن توهان کي پاڻ به ان وقت پوي ٿي، جڏهن ان جي ضرورت هوندي آهي. ان ڪان هڪ لمحو اڳ تائين توهان پاڻ ان بابت اڻڄاڻ هوندا آهيو.

## عظيم ماڻهو، وڏا حدف ۽ مٿانهين ڪاميابي:

مائيڪل اينجلو ڪيڏي نه اونهي ڳالهه ڪئي آهي ته:

> اسان مان اڪثر ماڻهن لاءِ وڏو خطرو اهو نه ٿو هجي ته اسان جا مقصد ۽ خيال ڪافي اوچا آهن ۽ اسين انهن کي حاصل نه ٿا ڪري سگهون، پر اسان لاءِ وڏو خطرو اهو هوندو آهي ته اسان جا مقصد نهايت ننڍا هوندا آهن ۽ اسين اهي مقصد حاصل به ڪري وٺندا آهيون.

آءٌ چاهيان ٿو ته توهان پنهنجن سوچن ۽ سنين خواهشن کي محدود نه ڪريو پر انهن کي اڃا به اوچائيءَ ڏانهن اڏامڻ ڏيو. هميشه وڏا وڏا خواب ڏسو. جڏهن توهان جا خواب وڏا هوندا ته پوءِ وڏا ۽ عظيم ماڻهو به توهان

ڏانهن ڏيان ڏيندا. ننڍا ننڍا خواب ڏسڻ ۾ به اوتري ئي طاقت خرچ ٿئي ٿي، جيتري وڏا وڏا خواب ڏسڻ تي معمولي ڪاميابي ۽ وڏي ڪاميابي حاصل ڪندڙن ۾ به صرف اهو فرق هوندو آهي ته وڏي ڪاميابي حاصل ڪندڙن جا خواب ۽ ارادا به وڏا ۽ اوچا هوندا آهن.

جان ايف ڪينيڊي انسان کي چنڊ تي موڪلڻ جو خواب ڏٺو. مارٽن لوٿر ڪنگ تعصب ۽ ناانصافيءَ کان پاڪ هڪ ملڪ جو خواب ڏٺو. بل گيٽس هڪ اهڙيءَ دنيا جو خواب ڏسي ٿو جتي هر گهر ۾ ڪمپيوٽر موجود آهي ۽ اهو انٽرنيٽ سان ڳنڊيل آهي. بڪ منسٽر فلر به هڪ اهڙيءَ دنيا جوخواب ڏٺو جتي هر ماڻهوءَ کي بجليءَ تائين پهچ هئي ۽ اهو بجليءَ ذريعي پنهنجا سمورا اهم ڪم ڪري ٿي سگهيو.

وڏي ڪاميابي حاصل ڪندڙ انسان ڪائنات کي مختلف نظر سان ڏسن ٿا..... يعني، هڪ اهڙي دنيا، جتي حيرت ڏياريندڙ واقعا هر وقت ٿيندا ٽا رهن. جتي ڪروڙين ماڻهن جي حياتيءَ کي اجا به بهتر بڻائي سگهجي ٿو. جتي جديد ۽ نئين مهارت طرز زندگيءَ ۾ تبديلي آڻي سگهجي ٿي ۽ جتي دنيا ۾ موجود وسيلا ۽ ذريعا وڏن گڏيل مقصدن لاءِ استعمال ٿي سگهن ٿا، ڪين يقين آهي ته دنيا ۾ سڀ ڪجهه ممڪن آهي ۽ هو پاڻ به ان "ممڪن" جو لازمي حصو آهن.

پلوڙ ليڪ رابرٽ فرنز چيو هو ته:

"جيڪڏهن توهان "ممڪن" ۽ "معقول" کي نظر ۾ رکي خواهشن کي محدود ڪري ٿا ڇڏيو ته جڻ پنهنجو پاڻ کي اصلي ۽ حقيقي خواهشن کان ڪٽي ٿا ڇڏيو ۽ پوءِ توهان جي زندگيءَ ۾ صرف بيِن سان "ناهي هلڻ" وارو ڪم ئي رهجي ٿو وڃي.

## ارادن تي ڪنهن کي به حاوي ٿيڻ نه ڏيو:

دنيا ۾ ڪيترائي اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي توهان کي توهان جي ارادن ۽ خواهشن تي عمل ڪرڻ کان روڪڻ ۾ رڌل آهن. هو توهان کي چوندا ته هن يا هُن سبب جي ڪري توهان پنهنجي خواهش تي عمل نه ٿا ڪري سگهو ۽ جيڪڏهن پوءِ به توهان سندن ڳالهه نه مڃيندؤ ته اهي توهان کي چريو سمجهڻ لڳندا.





ڪيترائي وري اهڙا ماڻهو به هوندا، جيڪي توهان مٿان چٿرون ڪندا ۽ توهان جي ارادن کي ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. اهڙن ماڻهن کي "خوابن جو چور" چيو ويندو آهي. توهان سندن ڳالهين تي ڌيان ئي نه ڏيو. جيڪڏهن توهان جا اوچا ارادا ۽ مقصد اهڙيءَ طرح ناممڪن به لڳن ته به پنهنجا اهي اوچا خيال ۽ ارادا قائم رکو. پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهو. نيٺ ته ڪاميابي ٿيندي.

## ارادن جي اظهار جي مشق:

ورنزد هارڊ چيو هو ته:

"پنهنجي مستقبل کي ماضيءَ سان نه پر مستقبل سان ئي تخليق ڪريو."

هيٺ ڄاڻايل مشق ٻڌائڻ جو مقصد اهو آهي ته توهان پنهنجن ارادن ۽ ڊن جو نهايت ڪلئي نموني اظهار ڪري سگهو

مقصد جيتوڻيڪ توهان هيءَ

مشق صرف سوچڻ ۽ انهن جي جوابن تي مشتمل "ذهني مشق" ذريعي انجام ڄ ڏئي سگهو ٿا ۽ انهن خوابن کي لکي به سگهو ٿا، پر آءٌ هتي توهان کي هڪ سنو طريقو ٻڌايان ٿو،جيڪڏهن توهان ان تي عمل ڪندؤ ته بامقصد جواب حاصل ڪري سگهندؤ جيڪي توهان لاءِ فائديمند ۽ بهتر ثابت ٿيندا.

ڪري توهان هڪ پرسڪون ڪمري ۾ ويهي رهو جتي ٻيو ڪو به توهان کي پريشان نه. گڏوگڏ توهان ڊيڪ تي نهايت هلڪي ۽ سريلي موسيقي ٻڌڻ شروع ڪريو. پوءِ توهان پنهنجيون اکيون بند ڪريو ۽ پنهنجي لاشعور کي چئو ته هو توهان کي گهربل ڪامياب زندگيءَ جو هڪ عڪس پيش ڪري ته هيٺ ڄاڻايل شعبن جي لحاظ سان توهان ڪهڙي نموني حياتي گذارڻ چاهيو ٿا.

1 )سڀ کان اڳ پنهنجي مالي حالت تي نظر وجهو. توهان جي ساليانې آمدني ڪيتري آهي؟ خرچ ڪيترو آهي؟ بچت ڪيتري آهي؟ توهان وٽ هن وقت هٿ ۾ ڪيتري رقم آهي؟ توهان جي سيڙپ ڪيل رقم ڪيتري آهي؟ ۽ هاڻي توهان جي خاص مالي حيثيت ڇا آهي؟

پوءِ.... توهان جو گهر ڪهڙو آهي ۽ ڪهڙي هنڌ واقع آهي؟ ڇا اهو

۾ ڪهڙي قسم جو فرنيچر آهي؟ ڇا ڪمري جي ڀتين سان ڳنڍ تصويرون لٽڪي رهيون آهن؟ اهي تصويرون ڪيئن پيون لڳن؟ پنهنجي سموري گهر جو هڪ چڪر هڻي سرسري طور سموريون ڳالهيون نوٽ ڪريو.

ان مرحلي تي توهان اهو فڪر بلڪل نه ڪريو ته توهان اهو گهر ڪيئن حاصل ڪندؤ؟ اهڙي قسم جا لفظ چئي پنهنجو پاڻ کي تباهه نه ڪريو: ”آءٌ هن شهر ۾ رهي نه ٿو سگهان. جو ايتري وڏي خرچ لاءِ مون وٽ ته پئسا نه آهن“ وغيره. ان جي بدران جيڪڏهن توهان ذهني طور تي ”مناسب رقم جو سوچيندا ته پوءِ ئي توهان جو ذهن انهيءَ ”مناسب رقم“ جو مسئلو حل ڪندو.

1) هاڻي توهان اهو سوچيو ته توهان ڪهڙي قسم جي ڪار هلائي رهيا آهيو ۽ اهو به تصور ڪريو ته توهان پاڻ وٽ موجود رقم مان گهر لاءِ ڪهڙو فرنيچر خريد ڪيو آهي؟

2) پوءِ تصور ۾ پنهنجو پاڻ کي هڪ بهترين پيشي واري نوڪري ڪندي ڏسو. اهو ڏسو ته توهان ڪٿي ڪم ڪري رهيا آهيو؟ ڪهڙو ڪم ڪري رهيا آهيو؟ توهان ڪنهن وٽ ڪم پيا ڪريو ۽ توهان وٽ ڪهڙا ماڻهو ڪم پيا ڪن؟ توهان جي پگهار يا معاوضو ڪيترو آهي؟ ڇا توهان جو پنهنجو ڪو ڪاروبار آهي؟

3) هاڻي وري خيالي طور پنهنجن تفريحي محلن ۽ واندڪائيءَ جي وقت بابت ڌيان ڏريو. پنهنجي خيالن ئي خيالن ۾ سوچيو ته خاص موقعن تي توهان پنهنجن گهرڀاتين ۽ دوستن سان گڏجي ڇا ڪري رهيا آهيو؟ توهان جون سرگرميون ڪهڙيون آهن؟ موڪلون ڪيئن ٿا گذاريو ۽ پنهنجي دلچسپي وارن ڪمن ۾ ڪيئن ٿا ڪريو؟

4) اهو به سوچيو ته توهان جي جسماني صحت بابت توهان جو مثالي رويو ڇا آهي؟ توهان کي ڪا بيماري ته ڪونهي؟ توهان پنهنجا رات ڏينهن ڪيئن ٿا گذاريو؟ ڇا توهان بلڪل خوش، مطمئن ۽ پرسڪون ٿا رهو؟ ڇا توهان ۾ توانائيءَ جي زبردست طاقت موجود آهي؟ ڇا توهان جو جسم ڪسرتي آهي؟ توهان ورزش ڪريو ٿا؟ سٺي خوراڪ کائو ٿا ۽ وڏي مقدار ۾ پاڻي پيو ٿا؟ وغيره وغيره.





5) هاڻي وري پنهنجن گهرڀاتين ۽ دوستن سان لاڳاپن جي مثالي نوعيت بابت تصور ڪريو. توهان جا انهن سان ڪهڙي قسم جا لاڳاپا آهن؟ ڪهڙا ڪهڙا گهرڀاتي توهان سان توهان انهن سان دوستيءَ وارو رويو رکو ٿا؟ توهان جو پنهنجن دوستن سان ناتن جو معيار ڇا آهي؟ ۽ اها دوستي ڪهڙي قسم جي آهي؟ ڇا توهان جا اها دوست محبت ڪندڙ ۽ هر ڏکيءَ سکيءَ مهل مدد ڪرڻ وارا آهن. توهان پنهنجن دوستن سان گڏجي ڪهڙو ڪم ڪريو پيا؟

6) توهان جي ذاتي زندگي ڪيئن آهي؟ ڇا توهان اهو سوچيو ٿا ته پنهنجي پڙهائيءَ وارن مرڪزن ۾ مختلف قسم جي سکيا وٺڻ کان سواءِ روحاني سبق به سکو ٿا؟ ڇا توهان گيان، ڌيان يا مراقبي ۾ مصروف هجو ٿا ۽ پنهنجي عبادتگاهه سان روحاني تعلق قائم آهي؟ توهان موسيقيءَ جو ڪهڙي قسم جو ساز وڄائڻ پسند ڪريو ٿا؟ ڇا توهان پنهنجي آتم ڪٿا لکڻ چاهيو ٿا؟ ڇا توهان ميراٿن ريس ۾ حصو وٺڻ چاهيو ٿا؟ يا وري آرٽس جي ڪلاس ۾ داخلا وٺڻ جو ارادو اٿوَ؟ ڇا توهان ٻين ملڪن جو سير ڪرڻ چاهيو ٿا؟

7) هاڻي آخر ۾ اچو ته ان معاشري تي هڪ نظر وجهون، جنهن ۾ توهان هن وقت رهي رهيا آهيو. جڏهن اهو معاشرو صحيح نموني ڪم ڪري ٿو ته توهان کي ڪيئن ٿو لڳي؟ هن معاشري ۾ ڪهڙي قسم جون سرگرميون ٿين ٿيون؟ توهان ٻين جي مدد ڪرڻ ۽ انهن جي حالت سڌارڻ لاءِ ڪهڙي قسم جا ڪم ڪريو ٿا؟ توهان ماڻهن جي مدد ڪريون ٿا؟

توهان اها مشق ڪندي به پنهنجا جواب لکي سگهو ٿا، نه ته توهان اها سموري مشق ڪري وٺو ته پوءِ اڪيون کولي جواب لکڻ شروع ڪريو. بهرحال خاطري ڪريو ته توهان ان مشق جي سلسلي ۾ سمورن رخن کي نظر ۾ رکي جواب لکڻ شروع ڪريو.

پوءِ توهان پنهنجين خواهشن جي سلسلي ۾ جيڪي به نقطا لکيا آهن، انهن تي روزانو غور ڪريو. ايئن ڪرڻ سان توهان جي شعور ۽ لاشعور جو سمورو ڌيان خواهشن تي رهندو ۽ پوءِ جڏهن توهان ڪتاب ۾ ڇاٽايل

اصولن تي عمل ڪرڻ شروع ڪندا ته جڻ توهان پنهنجي زندگيءَ جي سمورن رخن کي عملي شڪل ۾ اختيار ڪرڻ جي شروعات ڪندا.

**خواهشن جي تڪميل دوستن سان صلاح ڪريو:**

پنهنجين خواهشن کي پني تي لکڻ کان پوءِ انهن بابت پنهنجي ڪنهن اعتماد جوڳي دوست سان صلاح ڪريو. ٿي سگهي ٿو ته اهو دوست توهان کي همٿائڻ بدران اهو چوي ته توهان جون خواهشون ۽ ارادا ڪافي وڏا ۽ نه ٿيڻ جهڙا آهن.

توهان جو اهو دوست ايئن به چئي سگهي ٿو ته هي ارادا غير حقيقي آهي. جڏهن توهان پنهنجن انهن ارادن ۽ خواهشن بابت پنهنجن دوستن يا ٻين ماڻهن سان ڳالهايو ٿا ته انهن جي اڪثريت انهن خيالن جو اظهار ڪندي آهي پر سچ ته اهو آهي ته اهي ماڻهو دلي طور توهان جي ارادن جي حمايت ڪن ٿا.

هر شخص مالي خوشحالي، هڪ آرامده گهر، وڏي عهدي واري نوڪري، سٺي صحت، پسنديده مشغلن، گهرياتين سان بهتر ناتن ۽ دنيا ۾ نالو ڪمائڻ جي خواهش رکندو آهي، پر اسان مان صرف ڪي ماڻهو هوندا آهن جيڪي اها ڳالهه مڃيندا آهن.

توهان ڏسو ٿا ته جڏهن توهان پنهنجن ارادن بابت ٻين ماڻهن سان ڳالهه ٻولهه ڪريو ٿا ته تڏهن ڪيترا ماڻهو توهان کي انهن کان پاسو ڪرڻ لاءِ چون ٿا ته ڪجهه وري اهي هوندا آهن جيڪي ان سلسلي ۾ توهان کي همٿائين ٿا ۽ ان لاءِ مالي ۽ اخلاقي مدد ڪرڻ لاءِ به تيار هوندا آهن. ڪي ماڻهو توهان کي اهڙن ماڻهن سان ملائي اهڙن ذريعن تائين توهان کي پهچائيندا، جيڪي توهان لاءِ مددگار ۽ ڪارائتا ثابت ٿي سگهن ٿا.

توهان اهو به محسوس ڪندؤ ته جڏهن پنهنجن ارادن بابت ٻين ماڻهن سان ڳالهائيندا هوندؤ ته توهان جا اهي خيال ۽ ارادا نهايت چٽي انداز ۾ توهان سامهون ايندا ويندا ۽ توهان کي وڌ ۾ وڌ حقيقي ۽ قابل عمل محسوس ٿيندا.

سڀ کان وڏي ڳالهه اها ته توهان جيترا پيرا ٻين ماڻهن سان صلاح مشورا ۽ بحث مباحثا ڪندا توهان جو لاشعور وڌيڪ پراعتماد ۽ يقين سان پريل ٿئي ٿو جنهن کان پوءِ توهان کي پنهنجن انهن ارادن تي عمل ڪرڻ اجا به سولو ٿي پوي.





**2**

# پروسو پيدا ڪريو، سڀ ڪجهه ممڪن آهي

آرٿر وليمز چواڻي ته:

”ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي واٽ ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ اها آهي ته ماڻهن کي پنهنجو پاڻ تي اعتماد ۽ پروسو ڪونهي.“

نيپولين هِل چيو هو ته ”انسان جيڪو ڪجهه به سوچي سگهي ٿو ۽ جنهن تي يقين اٿس، اهو حاصل ڪري سگهي ٿو.“

اصل ۾ ذهن هڪ اهڙو زبردست هٿيار آهي، جنهن ذريعي توهان پنهنجي هر ارادي تي عمل ڪري سگهو ٿا، پر شرط اهو آهي ته توهان کي پڪو يقين، اعتماد ۽ پروسو هجڻ گهرجي ته توهان جو هر ارادو ۽ خواهش پوري ٿي سگهي ٿي.

**مرضيءَ موجب شيون حاصل ڪري سگهجن ٿيون:**

گهڻو عرصو اڳ تائين سائنسدان اهو سمجهندا هئا ته انسان ٻاهرين ماحول مان آيل معلومات جو اثر قبول ڪري ٿو پر هن جديد دؤر ۾ اسان کي اهو پتو پيو ٿو ته اسان جو ذهن ماضيءَ جي تجربن جي اثرن هيٺ مستقبل جي واقعن جي نشاندهي ڪري ٿو.

مثال طور گوڏي جي امڪاني سرجريءَ لاءِ ڪن مريضن کي چونڊيو ويو جن جا گوڏا خراب ٿي چڪا هئا ۽ انهن کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ مختلف قسمن جي سرجريءَ جي ضرورت پيش آئي.

فرضي سرجريءَ دوران ڊاڪٽرن هڪ مريض کي بيهوش ڪري ڇڏيو ۽ مريض جي گوڏي ۾ اهڙي نموني زخم ڪيو جڻ ته اوزار وڌا ويا آهن ۽ پوءِ ايئن ظاهر ڪيو ويو جڻ سرجريءَ جو ڪم شروع ٿي ويو آهي. ٻن سالن کان پوءِ

اهي مريض جن جي فرضي سرجري ڪئي وئي، انهن به ساڳئي قسم جو آرام محسوس ڪيو جيترو اصل سرجري ڪرائيندڙ مريضن محسوس ڪيو هو.

ان مان ثابت ٿيو ته فرضي سرجري ڪرائيندڙن به ذهني طور تي سندن گوڏن جي ٽيل سرجريءَ جو امڪاني تاثر قبول ڪيو ۽ بنا سرجريءَ سندن گوڏا صحيح ڪم ڪرڻ لڳا. ان کي اسين نفسياتي اثر به چئي سگهون ٿا.

انساني دماغ ايئن ڪيئن ٿو ڪم ڪري؟ ذهني نفسيات جا ماهر جيڪي "امڪاني واقعن جي نظرئي" تي ڪم ڪري رهيا آهن, تن جو چوڻ آهي ته اسين پنهنجي سموري حياتي هڪ خاص قسم جي عمل ۾ گذاريون ٿا. زندگيءَ ۾ پيش آيل واقعن ذريعي انساني دماغ اهو فيصلو ڪري ٿو ته آئينده ڪهڙيون حالتون ۽ واقعا پيش ايندا. پلي پوءِ اهي حالتون ۽ واقعا واقعي پيش ڪٿي نه به اچن ۽ اسان جو ذهن هڪ يقيني طريقي ذريعي آئينده جي واقعن جي نشاندهي ڪري ٿو تنهن ڪري اسين اڪثر پنهنجي مرضيءَ موجب مقصد ۽ حدف حاصل ڪري ٿا وٺون.

اهوئي سبب آهي جو اها ڳالهه تمام گهڻي اهميت رکي ٿي ته اسين پنهنجي ذهن ۾ مثبت ۽ تعميري خيالن ۽ تصورن کي جاءِ ڏيون. جڏهن توهان پنهنجي ذهن مان پراڻن ۽ ناڪاري تصورن بدران سٺن ۽ نيڪ خيالن, تصورن کي جاءِ ٿا ڏيو ۽ جڏهن توهان کي اها پڪ ٿي وڃي ٿي ته توهان جا خيال ۽ تصور قابل عمل آهن, انهن جو پورو ٿيڻ ممڪن آهي ته پوءِ توهان جو ذهن خيالن ۽ تصويرن کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ پنهنجي ڪارروائي شروع ڪري ٿو ڏئي. وڌيڪ اهو چئي سگهجي ٿو ته توهان جو ذهن عملي طور تي انهن خيالن کي پورو ڪرڻ جو سبب بڻبو.

## ارادن جي پوري ٿيڻ جو يقين وڏي وٿ آهي:

نيپولين هل چيو آهي ته:

"جيڪڏهن توهان کي پنهنجن خيالن ۽ تصورن جي پوري ٿيڻ جو مڪمل پروسو آهي ۽ توهان پنهنجي رويي ۽ طرز عمل کي ان يقين ۽ پروسي مطابق طئي ڪري ٿا وٺو يعني جيڪي ڪجهه توهان سوچيو ٿا توهان جو دماغ ان کي عملي شڪل ڏئي سگهي ٿو ته پوءِ توهان پنهنجي مرضيءَ موجب هر قسم جي ڪاميابي





حاصل ڪري سگهو ٿا."

دنيا ۾ اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهن, جن مان ظاهر ٿئي ٿو ته جيڪڏهن توهان کي پنهنجن ارادن ۽ خواهشن جي پوري ٿيڻ جو يقين آهي ته توهان انهن کي عملي شڪل ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃو ٿا. جڏهن توهان پنهنجن گهربل مقصدن ۽ حدفن حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪنهن به نااميدي تي ڌيان ئي نه ٿا ڏيو ته توهان جو ذهن به ان ريت سوچڻ شروع ڪري ٿو ڏئي ۽ توهان جي تصورن کي عملي شڪل ڏيئي سگهي ٿو ته پوءِ توهان پنهنجي مرضيءَ موجب هر قسم جي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا.

ان يقين سبب ئي ڪيترن رانديگرن وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪيون. ڪيترن معذور ۽ اپاهج ماڻهن پنهنجين حياتين ۾ تمام گهڻي دولت ۽ طاقت حاصل ڪئي. تمام گهڻن ماڻهن پنهنجي ملڪ ۽ عوام لاءِ تمام گهڻا ڪارناما انجام ڏنا. ڪيترن ئي فاتحن دنيا کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو. انسانيت جي ڀلائي لاءِ ڪيترن ئي اهڙيون ڪارائتيون ايجادون ٿي ويون, جن جو اڳ تصور به ڪري نه پيو سگهجي.

## يقين ۽ ڪاميابي گڏگڏ هلندا آهن:

چرڊبيچ اونهي ڳالهه ڪندي چيو ته:

"جن ماڻهن کي پاڻ تي پروسو آهي ته اهي دير سوير پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿين ٿا."

وڏي باڪسنگ رانديگر ٿمر فيرس کي صلاحيتن تي ايترو ته پڪو يقين هو جو هن باڪسنگ ۾ حصو وٺڻ کان رڳو ڇهن مهينن کان پوءِ قومي چيمپئن جو اعزاز حاصل ڪري ورتو. ان کان اڳ اهو رڳو قومي اعزاز کٽڻ جو خواب ڏسندو رهندو هو.

## ڪاميابيءَ لاءِ اعتماد ڪيئن پيدا ڪجي؟

جڏهن ويهن سالن جي روبن آمريڪي اولمپڪ تربيتي مرڪز ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو ته هڪ ڪاروباري ماڻهو جو ڪارڊ موجود هو. ان شخص کي پڪ هئي ته روبن اولمپڪ کٽڻ جي پنهنجي ان خواب کي تعبير ڏئي سگهي ٿو. ڊوڙڻ جي مشق دوران هو ڪيترائي ڀيرا زخمي ٿيو ۽ سندس هڏ گُڏ به ڀڳا, پر روبن جذبي سان سرشار هو. هو هوسٽن ۾ پنهنجي دوست

گريڪ وٺ هليو ويو. جڏهن روبن پهرين ڏينهن سڪيا وٺي موٽيو تہ گريڪ سندس انتظار ڪري رهيو هو.

روبن گريڪ کي چوڻ لڳو:

”منهنجو سمورو بدن زخمن سان چور چور ٿيل آهي، منهنجو خيال آهي تہ مون کي هيءَ راند سکڻ بدران فٽ بال ڏانهن واپس موٽڻ گهرجي.“

گريڪ سندس ڳالهہ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪندي چيو: ”روبن! ايئن ڪر جو سامهون لڳل آئيني آڏو وڃي بيهہ.“ روبن اٿي بيٺو ۽ سامهون لڳل هڪ ماڻهوءَ جي قد جيتري آئيني اڳيان بيهي رهيو.

گريڪ چوڻ لڳس:

”روبن آءٌ جيڪو ڪجهہ چوندو وڃان، تون بہ منهنجي پٺيان اهو ورجائيندو وڃ. پوءِ هن چوڻ شروع ڪيو تہ: ”منهنجي پلي کهڙي بہ خراب حالت ٿئي، پر مون کي هر حالت ۾ اها اولمپڪ کٽڻي آهي. اهو منهنجو خواب آهي، آءٌ همت نہ هاريندس.“

هن اهي لفظ ڪيترائي ڀيرا ورجايا. پنجين ڀيري اهي لفظ ورجائيندي هن گريڪ کي چيو: هاڻي ڪافي بهتر محسوس ڪري رهيو آهي. آءٌ بلڪل سڌو بيهي سگهان ٿو.

ڏهہ ڀيرا اهو ورجائڻ کان پوءِ هو ٽپ ڏئي اُٿيو ۽ رڙ ڪري چوڻ لڳو: ”مون کي پرواهہ نہ آهي تہ ڇا ٿيندو، پر مون کي هر حال ۾ ڪامياب ٿيڻو آهي. آءٌ جلد تندرست ٿي ويندس ۽ هر حال ۾ اولمپڪ ۾ حصو وٺي ڪامياب ماڻيندس.“

جڏهن توهان پنهنجي اکين ۾ اکيون وجهي پاڻ کي چئو ٿا تہ توهان هر حال ۾ ڪاميابي حاصل ڪندؤ تہ پوءِ توهان ۾ اوچتو ئي اوچتو اعتماد ۽ ڀروسي جو ڪرنٽ اچي وڃي ٿو.

تنهن ڪري توهان جا جيڪي بہ خواب ۽ تصور هجن، آرسي اڳيان بيهي اهو اعلان ڪريو تہ توهان کي هر حال ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻي آهي. اها مشق ڪرڻ بعد توهان ڀروسي سان ٽمٽار ٿي ويندا. مقصد ماڻڻ لاءِ وڏيڪ جذبو ايندو ۽ منزل ماڻڻ کان توهان کي ڪير روڪي نہ سگهندو.





3

# ڀروسو خدائي ذات آهي

ميڪس لوڪارڊو گهري ڳالهہ ڪندي چيو تہ:

”توهان ڪنهن حادثي يا اتفاق جو نتيجو نہ آهيون ۽ نہ ئي توهان کي ”وسيع پيداوار“ وانگر تخليق ڪيو ويو. توهان ڪا اهڙي شئي بہ نہ آهيو، جنهن کي ڪارخانن ۾ مشينن وسيلي سون جي تعداد ۾ ٺاهيو وڃي، پر توهان کي هڪ جامع مقصد ۽ رٿابنديءَ هيٺ ٺاهيو ويو آهي ۽ توهان کي خاص مهارتون ۽ نعمتون عطا ڪيون ويون آهن. نهايت پيار سان توهان کي دنيا ۾ اماڻيو ويو آهي.“

جيڪڏهن توهان ڪاميابي حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ توهان کي پنهنجي ذات تي ڀروسي ۽ يقين جو اظهار ڪرڻو پوندو تہ توهان پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ جي صلاحيت سان مالامال آهيو. توهان پلي ان کي پنهنجو برتريءَ جو احساس، خوداعتمادي يا پنهنجو پاڻ تي يقين ڪرڻ سڏيو، ان کي کهڙو بہ نالو ڏيو، پر اهو توهان جو پنهنجي ذات اندر گهرو يقين ۽ ڀروسو آهي جو توهان پنهنجين صلاحيتن ۽ مهارتن وسيلي مرضيءَ موجب پنهنجي لاءِ بهترين ۽ وڏي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا.

## پنهنجي ذات تي ويساهہ رکو:

پنهنجي ذات تي ڀروسو ۽ يقين، توهان جي پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش تي ٻاڙي ٿو. اهو هڪ عام رويو ۽ رجحان آهي، جيڪو وقت گذرڻ سان گڏوگڏ توهان ۾ پيدا ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ مثبت رويو رکندڙ ۽ سهڪار ڪندڙ ماڻهو پيءُ اهو رويو ظاهر ٿيڻ ۾ اسان جا مددگار ثابت ٿين ٿا، پر حقيقت اها آهي تہ لڪير جا فقير بڻيل ماڻهو پيءُ غيرارادي طور تي ننڍپڻ کان ئي اسان کي پنهنجي خيالن ۽ تصورن جو قيدي رکڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا آهن.

ماضي ماضي آهي. هن وقت پنهنجي ماضيءَ بابت ڪجهه به چوڻ ڪا به اهميت نه ٿو رکي. هاڻي اها توهان جي ذميداري آهي ته پنهنجن خيالن ۽ تصورن کي پاڻ ئي پرکيو ۽ انهن تي عمل ڪريو. توهان کي هاڻي لازمي طور تي اهو سوچڻ کپي ته جنهن به ڪم ۾ سوچي هٿ وجهندؤ ان ۾ توهان لاءِ ڪاميابي ئي ڪاميابي آهي.

توهان پنهنجي ذهن جو ڌيان ان ڳالهه ڏانهن ڇڪائي سگهو ٿا ته هاڻي ڪا به شئي ناممڪن ڪونهي. ڇاڪاڻ ته توهان هاڻي هر قسم جي ڪاميابي حاصل ڪرڻ واري صلاحيت پيدا ڪري چڪي آهي. ممڪن آهي ته ذهن بابت اها تازي ڄاڻ توهان لاءِ وڏيڪ مددگار ثابت ٿئي. ڇاڪاڻ ته مثبت ۽ تعميري نموني پاڻ سان ڳالهائڻ سان گڏوگڏ مناسب تربيت ۽ مشق ذريعي ڪو به شخص ڪاميابي حاصل ڪري سگهي ٿو.

دنيا ۾ وڏيون ڪاميابيون ماڻيندڙن کي پنهنجي ذات ۽ ذات تي ڀروسو هو جنهن کين سقل ڪيو.

جيڪڏهن توهان کي اهو ڀروسو آهي ته توهان پنهنجي لاءِ هر قسم جي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا ۽ ان لاءِ عملي ڪم به ڪري سگهو ٿا ته پوءِ توهان انهن سرگرمين ۾ حصو وٺي سگهو ٿا، جن ذريعي توهان ڪاميابي حاصل ڪريو.

## قوت ارادي ۾ ڀروسو:

اسٽيفن ڦهرين، چوٿين ۽ ڏهين ڪلاس ۾ فيل ٿيو هو ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي ٻين شاگردن وانگر پڙهي نه ٿي سگهيو. هو پنهنجي ماءُ وٽ مسلسل پنج ڪلاڪ پڙهندو هو ته به ڪلاس ۾ ڪامياب نه ٿيندو هو. هن پنهنجي هڪ ويجهي دوست کان پڇيو ته: تو امتحان ۾ ڪهڙي نموني ڪاميابي حاصل ڪئي ته اهو ڪيس مطمئن ڪندڙ جواب نه ڏئي سگهيو جنهن کان پوءِ اسٽيفن اندازو لڳايو ته سندس اهو دوست ڪو ايترو ذهين ڪونهي، جيترو هن ڪيس سمجهيو پئي.

اسٽيفن پوءِ پنهنجي قوت ارادي کان ڪم وٺڻ جو فيصلو ڪيو. پنهنجي ڪمزورين کي نظرانداز ڪري انهن بابت سوچڻ ئي ڇڏي ڏنو. ان جي ابتڙ هن پنهنجين صلاحيتن ۽ خوبين تي ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو ۽ جنهن شئي ۾ هو ماهر هو ان بابت سوچڻ شروع ڪيو ۽ اها هئي "فٽبال" بابت



ڪاميابيءَ جا سونهري اصول

سوچ. ڪيس راندين ۾ حصو وٺي فخر ۽ برتري جو احساس ٿيو.

هن پنهنجي سموري توانائي ۽ ڌيان فٽبال تي ڏئي، ان فيلڊ ۾ هڪ بهترين رانديگر هجڻ جو اعزاز حاصل ڪيو. ڪاميابيءَ کان پوءِ هن سوچيو ته جيڪڏهن آءٌ اڳ ۾ ئي ان ڳالهه تي ڌيان ڏيان ها ته اڄا به جلد ڪاميابي ماڻي سگهان ها.

تنهن کان پوءِ هن پنهنجو اهو اعتماد پنهنجي پيشي ڏانهن منتقل ڪيو. ٽيلويزن لاءِ تبصرا لکڻ شروع ڪيا. آخرڪار هن پنهنجو هڪ ذاتي ادارو ناهيو هن 38 مختلف ٽي وي پروگرامن لاءِ 350 مسودا ۽ ڊراما لکيا. ان وقت وٽس ٻه هزار ماڻهو ڪم ڪندا هئا. ان کان پوءِ ٻه ڏهه ٻيا ناول لکيائين، جيڪي سڀ بهترين وڪرو ٿيندڙ ڪتابن جي فهرست ۾ شامل ڪيا ويا.

اسٽيفن جي جدوجهد جو اهو داستان بهترين مثال آهي ته زندگي توهان کي پاڻ ئي پاڻ ڪاميابي نه ٿي ڏئي، پر توهان کي پاڻ به پنهنجي ذهني ۽ جسماني صلاحيتن کان ڪم وٺي پنهنجي لاءِ ڪاميابيءَ جو ٻوٽو پاڻ پوکڻو آهي.

هنري فورڊ هڪ ڀيري چيو هو ته:

"آءٌ انهن ماڻهن جي ڳولا ۾ آهيان جن ۾ اها بي پناهه صلاحيت موجود هجي ته ڪين خبر ئي نه آهي ته اهي ڇا ڇا ڪري سگهن ٿا؟"

## ذهن مان ڪڍي ڇڏيو ته: "آءٌ ڪجهه به نه ٿو ڪري سگهان":

پال آرشيلي جو هي ڪارائتا جملو ته:

"انساني "نفسيات" ۾ ڪجهه نه ڪري سگهڻ واري ڳالهه هڪ ناڪاري طاقت جي حيثيت رکي ٿي."

جيڪڏهن توهان زندگيءَ ۾ پنهنجي مرضيءَ موجب وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ توهان "آءٌ ڪجهه به نه ٿو ڪري سگهان" ۽ "ڪاش آءٌ ان قابل هجان ها" وغيره جهڙن اصطلاحن بابت سوچڻ ڇڏي ڏيو. ان بابت سوچي توهان پنهنجو پاڻ سان جُٺ ڪريو ٿا ۽ پڻ پاڻ کي پنهنجي هٿان بيوس ڪري ٿا ڇڏيو. توهان خود اعتمادي ڇڏي ٿا ڏيو ۽ اهڙا لفظ توهان کي ذهني طور تي معذور ڪري ڪجهه به ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿا ڇڏين.

انساني دماغ اهڙي نموني ٺاهيو ويو آهي ته جيئن توهان ان ذريعي پنهنجا سمورا مسئلا حل ڪري سگهو ۽ اهو توهان کي توهان جي مرضيءَ موجب ڪم ڪري ڏيکاري توهان جيڪي به لفظ سوچيو ٿا يا ڳالهايو ٿا، اهي توهان جي جسم تي گهرو اثر ڇڏين ٿا. ننڍپڻ ۾ جڏهن توهان ٿاٻڙجندي هلڻ لڳندا آهيو ته توهان کي ڪير به نه روڪيندو آهي. توهان هيڏانهن هوڏانهن پيا لڏندا آهيو پر توهان تي ڪنهن وڏي جي نظر هوندي آهي.

ان کان پوءِ ٿورا وڏا ٿيندا آهيو ته ان وقت توهان کي ڪو به ڊپ نه هوندو آهي. توهان سوچيندا آهيو ته توهان هر شيءِ کي ٽپ ڏئي پار ڪري سگهو ٿا، پر پوءِ آهستي آهستي توهان جيئن جيئن وڏا ٿيندا ويندا آهيو ۽ ڪجهه اڳتي وڌڻ چاهيندا آهيو ته آهستي آهستي توهان جي وڏن دوستن ۽ استادن طرفان توهان تي جسماني پابندين باعث توهان جو اهو احساس برتري ختم ٿيندو ويندو آهي ۽ توهان ڪو به ڪم پنهنجي سر پاڻ ڪرڻ واري خوداعتمادي وڃائي ويهو ٿا.

1980ع جي ڍاڪي ۾ مون کي هڪ اهڙي تربيتي پروگرام ۾ شرڪت جو موقعو مليو جنهن ۾ اسان کي سيکاريو ويو ته ٻرندڙ ڪوئلن تي ڪيئن ٿو هلي سگهجي؟

پروگرام ۾ اسان کي سيکاريو ويو ته اسين ڪاغذ جي ٽڪرن تي لکون ته: "آءٌ ڪجهه به نه ٿو ڪري سگهان." "مون کي سٺي ۽ بهترين نوڪرين نه ٿي ملي سگهي." "آءٌ لک پتي نه ٿو ٿي سگهان." "مون کي پنهنجي لاءِ سٺي زال نه ٿي ملي سگهي." پوءِ اسان ڪاغذ جي انهن ٽڪرن کي ٻرندڙ ڪوئلن ۾ اڇلائي ڇڏيو ۽ انهن کي سڙندو ڏسندا رهياسين. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ اسان انهن ئي ٻرندڙ ڪوئلن مٿان هلندا رهياسين ۽ ڪنهن جو به پير نه سڙيو. پوءِ ان ڏينهن اسان کي محسوس ٿيو ته اهو سوچڻ ۽ ڊپ ڪرڻ ته اسان ٻرندڙ ڪوئلن تي نه ٿا هلي سگهون، رڳو ڪوڙ هو. تنهن کان پوءِ محسوس ٿيو ته اسان جا پيا به ان قسم جا ڊپ ۽ خدشا ڪوڙا ۽ غلط هئا ۽ اسان جي صلاحيتن کي محدود ڪري رهيا هئا.

### ڪجهه نه ڪري سگهڻ جو سوچي زندگي نه وڃايو:

دنيا ۾ هر شخص پنهنجي ارادي جي قوت ۽ همت سان هر ڪو ڪم ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن توهان پنهنجي حياتي ۾ اهو ٿا سمجهو ته





توهان ڪجهه به نٿا ڪري سگهو ته ان جو مطلب اهو ٿيو ته توهان پنهنجي حياتيءَ جو قدر ڪرڻ بدران ان کي ضايع ڪري ڇڏيو. ان جي بدران توهان دنيا ۾ ڪٿي به رهندا هجو، ڪهڙي به عمر جا هجو اهو سمجهو ته ڏڻيءَ تعاليٰ دنيا ۾ توهان کي ڪنهن نه ڪنهن ڪم لاءِ موڪليو آهي ۽ توهان سڀ ڪجهه ڪري سگهو ٿا. بس رڳو همت جي ضرورت آهي، پوءِ خدا پاران مدد پاڻهي ٿي ويندي. جيڪڏهن توهان ننڍيءَ عمر جا آهيو ته به ڪا ڳالهه نه آهي. گهڻا ئي ماڻهو ننڍيءَ عمر ۾ وڏا ڪارناما ڏيکاري ويندا آهن. ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ شروعاتي قدم هاڻي ئي کڻڻ شروع ڪريو.

ڪنهن شاعر ڪيڏي نه وڏي ڳالهه ڪئي آهي ته:

چو پير پساري وينو آن،
اُٿ ڏونگر ڏاري ويندا سين.

### ڪاميابيءَ لاءِ ڪنهن سند جي ضرورت نا هي:

مختلف قسم جي ڪوجنائن ۽ انگن اکرن مان ظاهر ٿئي ٿو ته علم، تربيت جي پيٽ ۾ پنهنجي ذات تي پروسو سڀ کان وڌيڪ اهم آهي. ٻين لفظن ۾ پنهنجو پاڻ تي اعتماد هڪ اهڙو هٿيار آهي جنهن جي وسيلي توهان پنهنجي لاءِ هر قسم جي ناممڪن کي ممڪن بڻائي سگهو ٿا.

آمريڪا جا ويهه سيڪڙو لک پتي اهڙا آهن، جن ڪڏهن به اسڪول جو منهن نه ڏٺو آهي.

ان مان ثابت ٿيو ته جيتوڻيڪ زندگيءَ ۾ ڪاميابيءَ لاءِ تعليم ۽ تربيت ضروري آهي پر تعليمي سرٽيفڪيٽ جي هرگز ضرورت ڪونهي ۽ اهو اصول انٽرنيٽ جهڙي فني مهارت تي به لاڳو ٿئي ٿو.

اوريڪل (Orecal) جي سربراهه کي يونيورسٽي مان ڪڍيو ويو ۽ اهو هن وقت 18 بلين ڊالرن جو مالڪ آهي ۽ بل گيٽس کي هارورڊ مان نيڪالي مليل آهي ۽ اڄ اهو "مائيڪرو سافٽ" جو مالڪ آهي ۽ ڪيس دنيا جو سڀ کان وڏو دولتمند شخص سمجهيو وڃي ٿو.

دنيا جا سڀ کان ڪامياب ماڻهو تعليم مڪمل نه ڪري سگهيا هئا ته به ڪامياب رهيا ته توهان به هن وقت جتي آهيو اتان کان پنهنجي سٺي زندگيءَ جي شروعات ڪري انهن کان وڌيڪ ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا.

### ٻين جي ڳالهين جي پرواھ نہ ڪريو:

وينس ولميز جا وزنائتا اکر آهن تہ:

”ٻين جي ڳالهين ۽ تبصرن تي ڌيان ڏيڻ بدران پنهنجو پاڻ تي ڀروسو ۽ يقين ڪرڻ سکو. اهوئي رويو ۽ طرز عمل توهان جي ڪاميابيءَ جو راز آهي.“

جيڪڏهن اسين پنهنجي مقصد جي ڪاميابيءَ لاءِ ٻين تي ڀاڙيون تہ پوءِ اسين پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ ڪاميابي حاصل ڪري نہ ٿا سگهون، نہ ئي پنهنجن خوابن کي عملي شڪل ڏئي سگهون ٿا. توهان پنهنجي ڪاميابيءَ لاءِ پنهنجن فيصلن وسيلي پنهنجي ذات ۾ يقين ۽ ڀروسي کي ڇاهيو ۽ والدين، دوستن، ساٿين، ڀارن ۽ ڪاروباري دوستن جي راين ۽ تبصرن کي بنياد نہ بڻايو. ٻيا توهان بابت ڇا ٿا سوچين ۽ چون، تنهن تي ڌيان ڏيڻ ڇڏي ڏيو.

توهان کي گهرجي تہ 18/40/60 جو اصول ڇاهيو. يعني جڏهن توهان جي عمر ارڙهين سال ٿئي ٿي تہ توهان اهو سوچڻ شروع ٿا ڪريو تہ ٻيا منهنجي باري ۾ ڇا ٿا سوچين. جڏهن توهان چاليهن سالن جا ٿا ٿيو تہ توهان ٻيا ڇا ٿا سوچين؟ بابت سوچڻ ئي ڇڏي ٿا ڏيو ۽ جڏهن وري توهان 60 سالن جا ٿا ٿيو تہ ٻيا توهان بابت سوچڻ ڇڏي ٿا ڏين.

ڪهڙي نہ حيران ڪندڙ ڳالهہ آهي!

ڪو بہ شخص هر وقت توهان بابت نہ ٿو سوچي. جيڪي ماڻهو توهان بابت سوچين بہ ٿا تہ اهي وري ان ڳالهہ بابت حيران ٿيا ٿيندا آهن تہ توهان انهن بابت ڇا ٿا سوچيو ۽ ان جي ابتڙ توهان وري ان ڳالهہ تي پريشان ٿيا ٿيندا آهيو تہ هو توهان بابت ڇا ٿيا سوچين. تنهن ڪري ياد رکو تہ هاڻي اهو زمانو آهي،جو ڪنهن کي بہ ٻئي بابت سوچڻ جي واندڪائي ئي ڪونهي. هو پنهنجي فڪرن مان نڪرن تہ ٻين جو فڪر ڪن.

تنهن ڪري توهان ٻين بابت اجايو سوچي پنهنجو وقت ضايع ٿيا ڪريو. اهو قيمتي وقت اجايو وڃائڻ ڪرڻ بدران پنهنجو پاڻ لاءِ سوچيو ۽ غور ڪريو تہ توهان اجا وڏيڪ ڪاميابي ڪيئن حاصل ڪري سگهو ٿا.





**4**

## ڪاميابي اوهان جي چوڌاري آهي

انٿوني رابنز چيو آهي تہ:

”پنهنجي چوڌاري ڪاميابيءَ جا آثار پروڙي وٺو.“

بيشمار موقعن جي هن دنيا ۾ رهندي توهان کي اهو احساس ٿئي ٿو تہ توهان جيڪا بہ ڪاميابي حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا، اها ڪاميابي اڳ ئي ڪو ٻيو شخص حاصل ڪري چڪو آهي.

اها ڪاميابي ڀلي پنهنجي جسم جو وزن گهٽائڻ، ميراٿن ريس ۾ حصو وٺڻ، ڪو ڪاروبار شروع ڪرڻ، مالي خودمختياري حاصل ڪرڻ ۽ ڪينسر کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ يا هڪ ڪامياب تقريب ڪرڻ بابت ئي ڇونہ هجي. ڪو نہ ڪو شخص ان ۾ اڳ ڪاميابي حاصل ڪري چڪو هوندو آهي ۽ ان هن ڪاميابين جا آثار اسان کي مختلف ڪتابن، مضمونن ۽ پروگرامن ۾ نظر اچن ٿا.

### توهان کي گهربل ڪاميابي ٻيا بہ ماڻهي چڪا آهن:

جيڪڏهن توهان لک پتي بڻجڻ چاهيو ٿا تہ اهڙا ڪيترا ڪتاب آهن، جن کي پڙهڻ سان توهان سکي ويندؤ تہ لک پتي ڪيئن ٿو ٿي سگهجي. ڪيترائي اهڙا ماهر موجود آهن، جن سان جيڪڏهن صلاح ڪريو تہ اهو توهان کي ٻڌائيندا تہ ڪٿي ڪٿي سيڙپ ڪري لک پتي بڻجي سگهو ٿا. ڪهڙو ڪاروبار ڪريو، جنهن ۾ نفعوئي نفعو آهي.

جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا تہ توهان جا پنهنجي گهرواريءَ سان سٺا لاڳاپا رهن تہ ان سلسلي ۾ بہ ڪيترائي معلوماتي ڪتاب موجود آهن، جن کي پڙهي توهان پنهنجو مقصد حاصل ڪري سگهو ٿا. بهرحال توهان ڇا بہ حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ ان سلسلي ۾ ڪيترو مواد موجود آهي، جنهن کي

پڙهي ۽ عمل ڪري توهان پنهنجي مرضيءَ موجب نتيجا حاصل ڪري سگهو ٿا. سڀ ڪان مزي جي ڳالهه اها آهي ته توهان ڪامياب ماڻهن جي صلاح ۽ هدايتن تي هلي ڪامياب ٿي سگهو ٿا.

## ڪاميابي مرحليوار سامهون اچي ٿي:

هڪ ڏينهن آءٌ ڪنهن ٽي وي پروگرام ۾ شرڪت لاءِ پهتس ته مون اتي جي ميڪ اپ آرٽسٽ کان پڇيو ته هو اڳتي هلي ڇا ٿي ڪرڻ چاهي؟ ته هن ترت جواب ڏنو: آءٌ پنهنجو هڪ بيوٽي پارلر کولڻ چاهيان ٿي.

مون ڪائنس پڇيو تون ان سلسلي ۾ ڪهڙيون ڪوششون ڪري رهي آهين ته هن نهايت مايوسيءَ سان وراڻيو ته ڪي به نه. مون کي خبر ئي ڪونهي ته اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ کپي. مون کيس ٻڌايو ته هوءَ ڪنهن بيوٽي پارلر جي مالڪ يا مالڪياڻيءَ سان رابطو ڪري ۽ ڪائنس پڇي ته هو ان سلسلي ۾ ڇا ٿي ڪري سگهي. هن حيران ٿي مون کان پڇيو: ڇا ائين ٿي سگهي ٿو؟

مون کيس چيو: ها! ائين ٿي سگهي ٿو. هن ٻڌايو ته مون پهرين اهو سوچيو هو پر پوءِ وري اهو به سوچيو ته الائي اهي من کي پنهنجا راز ڏيندا يا چڙيون وغيره ته نه ڏيندا.

مون کيس همٿايو ته ائين ڪونهي. ڪيترائي ماڻهو توهان کي پنهنجي ڪاروباري ڪاميابيءَ جا گُرَ ٻڌائڻ ۾ ڪو به عار محسوس نه ڪندا, ڇاڪاڻ ته هو سمجهن ٿا ته اها به سندن وڏي ڪاميابي آهي جو ڪير سندن ڪاميابيءَ جي مجتا سب اهو گُر پاڻ به سکڻ آيو آهي.

ناڪاري خيال دماغ مان ڪڍي اهڙن ماڻهن سان ملي ۽ پڪي يقين سان ڪو نه ڪو تون کي ضرور ڪاميابيءَ جا گُر سيکاريندو پر بدقسمتيءَ سان ان ميڪ اپ آرٽسٽ وانگر ڪيترا ماڻهو پاڻ وٽ هنر هوندي به پنهنجيءَ ڪاميابيءَ کان پيا ڊڄندا آهن ۽ اڳتي قدم کڻڻ کان پيا ڪيٻائيندا آهن.

## اچو ته ان جي سببن جو جائزو وٺون:

1) اهڙو ڪو واقعو اسان جي اڳيان ٿيو ئي نه هوندو اسين اهو سوچيون ٿي نه ٿا ته پيا ماڻهو به سڌو سنئون ڪامياب نه ٿيا هوندا, پر هنن به ڪنهن نه ڪنهن کان پڇا ڳاڇا ڪري ڪاروبار ڪي سکي, پوءِ ڪاروبار ۾ هٿ وڌو هوندو. اسين ان سلسلي ۾ اڳيرائي ان ڪري به نه





ٿا ڪريون ته ان بابت اسان کي ڪو به همٿائڻ وارو ڪونهي. اسان جو ڪو ويجهو دوست به اهڙو ڪم نه ڪندو هوندو جنهن کان ڪليئي دل سان پڇي سگهجي. ائين لڳندو آهي ته اسان جي آسپاس اهڙو ڪو به ماڻهو ڪونهي, جنهن کان ڪجهه پڇي سگهون.

2) اهو سمورو عمل ڪافي تڪليف ڏيندڙ آهي, ڪنهن کان صلاح يا راءِ وٺڻ ۽ مختلف قسم جي معلومات ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪنهن نه ڪنهن لائبريريءَ ۾ وڃي لاڳاپيل شعبي جي ماهرن جي لکيل ڪتابن کي پڙهڻو پوندو ڪنهن اهڙي اداري ۾ وڃي پاڻ صورتحال جو جائزو وٺڻو پوندو مختلف ماڻهن سان ملي ڪائنن راءِ ۽ صلاح مشورو وٺڻو پوندو. ان قسم جي ڪاميابيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪافي ڏگهو سفر ڪرڻو پوندو. جنهن لاءِ اسان کي پنهنجا ٽي وي پروگرام مٽ مائٽ ۽ دوست به ڪجهه وقت لاءِ وسارڻا پوندا.

3) ڪنهن ماهر شخص کان صلاح وٺڻ لاءِ وڃڻ وقت اسان کي هر گهڙيءَ اهو ڊپ هوندو آهي ته متان هو انڪار نه ڪري, سندس انڪار اسان کي شرمسار ڪري, وڌيڪ مايوس ڪري سگهي ٿو.

4) اسين ڪاميابيءَ لا مختلف جزن کي هڪ ڪرڻ واري عمل ۾ مصروف ٿي ويندا آهيون ته پوءِ اسان کي زندگيءَ جي پنهنجي روزاني معمول کي بدلائڻو پوندو پوءِ ڪٿي اها تبديلي اسان لاءِ سٺي به هجي, پر في الحال اسين ان کي پنهنجي عام زندگيءَ جي ڪم ڪار لاءِ ڏکيو سمجهندا رهندا آهيون. ڇو ته اهو ڪهڙو شخص آهي جو پنهنجو سک ۽ آرام ڦٽائي ڏکيا ڪم ڪري.

5) ڪاميابيءَ لاءِ مختلف جزا گڏ ڪرڻ جو اصل مقصد سخت محنت آهي ۽ ڪيترا ماڻهو سخت محنت کان لنوائيندا آهن.

## ڪاميابيءَ جي اهڃاڻن جا رستا ڳوليو:

1۔ پنهنجي ڪاميابيءَ ۽ ڀرپور مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ استادن, ماهرن, ڪتابن ۽ انٽرنيٽ مان فائدو حاصل ڪريو.

2۔ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي ڳوليو جيڪو اڳ ڪاميابي حاصل ڪري چڪو آهي, ان کان ماهراڻي راءِ وٺڻ لاءِ ساڻس لهه وچڙ ۾ اچو.

3۔ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي ڳوليو جنهن اهو ڪم ڪجهه وقت اڳ شروع ڪيو هجي ته جيئن توهان کي اهو ڪجهه عملي طور سمجهڻ ۾ آساني ٿئي.

5

# ڪاميابيءَ لاءِ عمل ۾ جنبي وڃو

آمريڪي سياستدان ابراهم لنڪن چيو هو ته:

"ٿي سگهي ٿو ته اهي ماڻهو به ڪاميابي حاصل ڪن جيڪي ڪاميابيءَ جي انتظار ۾ ويٺا آهن، پر انهن ماڻهن کي پڪ سان ڪاميابي نصيب ٿئي ٿي، جيڪي عمل ۾ جنبي وڃن."

جان رسڪن جو چوڻ آهي ته:

"اسان جي سوچ جاڻ ۾ پروسو ايتريقدر سٺا نتيجا پيدا نه ٿا ڪن، جيتري قدر اسان جو "عمل" شاندار نتيجا حاصل ڪري ٿو."

هن دنيا ۾ توهان جي سوچ ۾ معلومات جو ڪو به قدر ڪونهي، پر سچو قدر توهان جي "عمل" جو آهي، جنهن کي سموريءَ دنيا ۾ اهميت حاصل آهي. هن دنيا ۾ ڪاميابيءَ لاءِ هڪ ئي مڃيل اصول آهي. "هن ڪائنات ۾ عمل ئي ساراهڻ ۽ آجيان ڪرڻ جوڳو آهي."

اهو اصول جيترو سادو سودو ۽ سچو آهي، اوتري قدر ئي اها ڳالهه حيران ڪندڙ آهي ته ڪيترا ماڻهو سڌو سنئون عملي قدم کڻڻ بدران تجزين، رٿابندي ۽ انتظار ڪيئن ڪجي جي مونجهارن واري ذهڻ ۾ ڦاسي، پنهنجي ترقيءَ جا رستا پاڻ روڪيو ويٺا هوندا آهن.

جڏهن توهان عمل ڪرڻ جي ارادي سان ڪم ڪريو ٿا ته اهي سموريون ڳالهيون ۽ شيون توهان کي ملي ٿيون وڃن ۽ نهايت تيزيءَ سان مدد ۾ سهڪار لاءِ توهان ڏانهن ڊوڙنديون ٿيون اچن. جيڪي توهان جي ڪاميابيءَ لاءِ اڻٽر آهن.

توهان پنهنجو عملي قدم کڻي ٻين کي اهو ٻڌايو ٿا ته توهان جو اهو عمل ۾ رويو ڪيتري قدر سنجيده آهي.





ان سنجيدگيءَ سبب ماڻهن جون اکيون کلي ٿيون وڃن ۽ اهي توهان ڏانهن ڏيان ڏيڻ لڳن ٿا. توهان پنهنجي تجربي ذريعي اهڙي معلومات ڏيڻ جي شروعات ڪريو ٿا، جيڪا توهان کي ٻين ڪتابن يا ماڻهن مان حاصل نه ٿي ٿئي. توهان کي اهو معلوم ٿيڻ شروع ٿي وڃي ٿو ته توهان پنهنجي ڪم کي ڪهڙي نموني بهتر طور ۽ نهايت چستيءَ سان ڪري سگهو ٿا.

جيڪي شيون ۽ ڳالهيون اڳ ڏکيون ۽ منجهيل لڳنديون هيون، اهي هاڻي چٽيون ۽ صاف نظر اچڻ لڳن ٿيون، اڳ جيڪي شيون مشڪل لڳيون پئي اهي هاڻي سوليون ٿي پيون، ماڻهن جو لاڙو توهان ڏانهن ٿيڻ لڳي ٿو، جيڪي توهان جي مدد ۾ سهڪار لاءِ تيار هوندا ۽ توهان کي همٿائيندا رهندا. جڏهن توهان عملي قدم کڻو ٿا ته سڀ ڪم صحيح ۽ سولي نموني ٿيڻ لڳي ٿو.

## صرف خيالي پلاءُ پچائڻ سان ڪاميابي نه ملندي:

تجربن مان اهو ثابت ٿي ويو آهي ته ناڪام ماڻهو عمل نه ڪرڻ ۽ ڪامياب ماڻهو عمل ڪرڻ وارو رستو اختيار ڪن ٿا. ڪامياب ماڻهو پنهنجي صلاحيتن کي سجاڳ ڪري گهربل عملي قدم کڻڻ شروع ڪري ٿا ڏين ۽ جڏهن هڪ دفعو ڪو منصوبو ٺاهي ٿا وٺن ته پوءِ ترت ان تي عمل شروع ڪري ٿا ڏين. اُهي عمل ڪرڻ لاءِ يڪدم حرڪت ۾ اچي ٿا وڃن ۽ جيڪڏهن ان دوران ڪائنن ڪا غلطي به ٿي وڃي ٿي ته ان کي ترت مڃيندي، ان کي درست ڪري اڳتي ٿا وڌن. اهي پنهنجو پاڻ کان پڇاڻو ڪري صحيح ۽ غلط کي سمجهي، اڳتي ۽ اڃا اڳتي قدم وڌائيندا ٿا رهن ۽ آخرڪار پنهنجا گهربل نتيجا حاصل ڪري ٿا وٺن.

ڪاميابي لاءِ توهان کي سڦل ماڻهن وارو رويو ۽ طرز عمل اختيار ڪرڻ گهرجي ۽ سندن ان رويي ۽ طرز عمل جو بنياد "عمل" هوندو آهي.

آءُ توهان کي ٻڌائي چڪو آهيان ته توهان پنهنجا مقصد ۽ حدف ڪهڙي نموني ٺاهيو انهن کي ڪهڙي نموني مختلف حصن ۾ ورهايو ۽ ڪهڙي نموني مشڪلاتن جو اندازو ڪري انهن کي منهن ڏيڻ جا طريقا سوچيو. ڪهڙي ريت پنهنجي ڪاميابيءَ جو تصور ٺاهي ان تي عمل ڪريو ۽ هاڻي وقت اچي ويو آهي ته اڳيرائي ڪري اڳتي وڌو.

## حاصلات لاءِ عملي قدم کڻڻ بيحد ضروري آهه :

جوناٿن ونٽرز چيو هو ته:

”جيڪڏهن توهان جو جهاز (منزل) توهان تائين نه ٿو پهچي ته پوءِ پاڻ ٿي ترِي ان ڏانهن وڃڻ جي ڪوشش ڪريو.“

عملي قدم جي طاقت جي اظهار لاءِ سئو ڊالرن جو چيڪ کڻي ماڻهن کان پڇان ٿو ته: ”ڪنهن کي چيڪ جي ضرورت آهي؟“

انهيءَ سوال تي ڪيترا ماڻهو هٿ مٿي کڻي چيڪ وٺڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ شايد ڪي ماڻهو ته رڙيون ڪرڻ به شروع ڪن ته ”مون کي ڪپي، مون کي ڪپي“ يا ”هي چيڪ مون کي ڏئي ڇڏيو.“ پر آءٌ اهو چيڪ هٿ ۾ جهلي ايستائين اتي بيٺو هوندو آهيان، جيستائين ڪو شخص پاڻ اڳتي وڌي اهو چيڪ منهنجي هٿ مان نه ٿو وٺي.

آخرڪار ايئن به ٿيندو ته ڪو شخص ست ڏئي منهنجي هٿ ۾ جهليل چيڪ ڇڪي وٺندو آهي، پوءِ جڏهن اهو شخص پنهنجي ڪوشش سان سئو ڊالرن جو مالڪ بڻجي ويندو آهي ته پوءِ آءٌ ويٺلن کان پڇندو آهيان ته هن شخص اهڙو ڪهڙو ڪم ڪيو جيڪو بيا ڪرڻ جي خواهش رکڻ باوجود ڪري نه سگهيا؟

پوءِ آءٌ پاڻ ئي جواب ڏيندو آهيان، ”هن شخص عملي قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اهوئي ڪيو. جيڪو رقم حاصل ڪرڻ ضروري هوندو آهي.“

جيڪڏهن توهان به ڪجھ حاصل ڪرڻ چاهي ٿا ته ايئن ڪريو.

توهان کي لازمي طور عمل جي ميدان ۾ لهڻو پوندو ۽ اڪثر توهان جيترو جلد قدم کڻندا، توهان کي ڪاميابي به اوترو ئي جلد ملندي.

زندگيءَ جي هڪ عالمگير ۽ آفاقي سچائي اها آهي ته ”جڏهن توهان ڪنهن شئي يا ڳالهه بابت هڪ خاص رويو يا طرز عمل اختيار ڪريو ٿا ته اهو طريقو ۽ طرز عمل توهان ٻين شين ۽ ڳالهين جي سلسلي ۾ اختيار ڪيو ٿا. توهان جيڪڏهن ڪنهن مهل ڪنهن اڳيان محتاط آهيو ته پنهنجي آئينده زندگيءَ جي ٻين معاملن ۾ به ساڳيو محتاط رويو اختيار ڪندا آهيو.

توهان کي گهرجي ته پنهنجي ان طرز عمل جو پاڻ ئي جائزو وٺي ان کي بدلايو. اهوئي وقت آهي جو توهان محتاط رويو ڇڏي ڏيو ۽ پوئتي نه هٽو ۽ نه





ٿي بيهي رهو پر وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ اڳتي ۽ ان کان به اڳتي وڌندا رهو.

## ڪامياب ماڻهو ”عمل“ ۾ اڳيرا هوندا آهن:

اڪثر ماڻهو غيرمعمولي ۽ ڊگهي رٿابندي نه ٿا ڪن نه وڏيڪ انتظار ٿا ڪن. اهي ڪاميابيءَ لاءِ يڪدم پنهنجي منصوبي تي عمل ڪرڻ شروع ڪري ٿا ڏين.

ڪنهن به ڪم لاءِ رٿابندي جي وڏي اهميت آهي، پر ان کي مناسب وقت تي استعمال ڪرڻ گهرجي. ڪي ماڻهو عملي قدم لاءِ مناسب وقت جي انتظار ۾ پنهنجي زندگيءَ جو قيمتي وقت وڃائي ٿا ڇڏين. اصل ۾ ڪنهن به منصوبي تي عمل لاءِ ”مناسب“ ۽ ”صحيح وقت“ ڪڏهن ڪڏهن ئي ايندو آهي. اهم ڳالهه اها آهي ته توهان جيڪو سوچيو ۽ ان لاءِ رٿابندي ڪئي آهي، تنهن تي يڪدم عمل ڪيو وڃي. ترت عمل جي ميدان ۾ اچي وڃيو. جڏهن توهان ڀرپور عملي قدم کڻندؤ ته توهان کي پنهنجي مقصد جي سلسلي ۾ گهربل ڪارائتي معلومات پاڻ ئي ملڻ شروع ٿي ويندي، جنهن ذريعي توهان پنهنجين غلطين کي سڌاريندا هلو. جڏهن توهان عملي ميدان ۾ ٽپو ڏيندؤ ته پوءِ توهان پنهنجي گهربل مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ گهربل معلومات حاصل ڪري غلطيون درست ڪري اڳا وڌيڪ بهتري ڏانهن هلندا هلندؤ.

## حدف جي حاصلات لاءِ عملي وکون کڻون:

اڪثر ماڻهو ان اصطلاح کان واقف آهن ته: ”عملي قدم کڻڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ پنهنجي مقصد کي سامهون رکي اڳتي وڌو.“

اصل ۾ مسئلو ۽ ڏکيائي هيءَ آهي ته ڪيترائي ماڻهو پنهنجي اصل زندگيءَ ۾ مقصد ته مقرر ڪن ٿا، پر اڳيرائي لاءِ همت نه ٿا ڪن. هو سدائين تياريءَ ۾ وقت وڃائي ٿا ڇڏين. پنهنجي منزل تائين پهچڻ جو تيز ترين طريقو اهو آهي ته ان ڏانهن تڪڙي اڳيرائي ڪجي ۽ ان مطابق ڪو ڪم ڪيو وڃي.

اڳيرائي ڪندي مختلف ضروري ۽ معلوم طريقا اختيار ڪندا رهو. جلد ئي توهان پنهنجي حدف موجب ضروري عملي قدم کڻڻ ۾ ڪامياب

ٿي ويندؤ. اهو طريقو ڪارائتو ۽ فائديمند آهي.

جڏهن اسان پهريون ڪتاب (Chichen soup for the soul) جي وڪري جي مهم شروع ڪئي ته مون کي پتو پيو ته جيڪڏهن اسين ان ڪتاب ۾ ڇپيل مواد جا مختلف ٽڪرا اخبارن کي مفت ڇاپڻ جي اجازت ڏيون ۽ صرف اهو شرط رکون ته هو انهيءَ ٽڪرن شايع ڪرڻ کان پوءِ هيٺان اهو حوالو لکن ته هي ٽڪرا اسان ڪتاب Chichen soup for the soul تان کنيا آهن ته ان سان نه صرف ڪتاب جي مشهوري ٿيندي پر وڪري ۾ به مدد ملندي.

## آسرو ۽ انتظار ڪرڻ ڇڏي ڏيو:

هاڻي وقت اچي ويو آهي ته هيٺين ڳالهين لاءِ انتظار ڪرڻ ڇڏي ڏيو:

1۔ ڪنهن به قسم جي درست ۽ مڪمل حالت
2۔ جوش ۽ جذبي جو انتظار
3۔ ڪنهن به قسم جي اجازت
4۔ ڪنهن به قسم جي بيهر خاطري
5۔ ڪنهن به قسم جي تبديلي
6۔ صحيح وقت جو انتظار
7۔ ٻارن جي گهرن ڏانهن واپسي
8۔ وڌيڪ بهترين زائچو
9۔ نئين انتظاميا جو انتظار
10۔ ڪنهن به خطري ان جي غيرموجودگي
11۔ ڪنهن به ماڻهوءَ طرفان توهان جي ڳولا
12۔ چٽيون هدايتون
13۔ غيرمعمولي خود اعتمادي
14۔ ڪنهن به قسم جي تڪليف

## اطمينان ايڪشن سان ئي حاصل ٿئي ٿو:

ڇا توهان کي خبر آهي ته انگريزي زبان ۾ لفظ Satisfaction (سڪون ۽ اطمينان) جا آخري ڇهه لفظ .a.c.t.i.on (عمل) آهن. لاطيني ٻولي ۾ Satis جي معنيٰ مناسب/ڪافي آهي. پراڻن رومي باشندن چٽي نموني ان جو مطلب اهو سمجهيو ته "عمل" سبب ئي ماڻهو کي آخرڪار "سڪون ۽





اطمينان" حاصل ٿئي ٿو.

جڏهن به توهان ۾ عملي قدم کڻڻ واسطي جوش ۽ جذبو پيدا ٿئي ته پوءِ عمل ڪرڻ ۾ دير نه ڪريو.

ميڪ ڊونالڊز جي باني ري ڪراڪ چيو هو ته ڪاميابي ٽن طريقن ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿي:

1. صحيح وقت تي، صحيح جاءِ جي چونڊ.
2. ان ڳالهه جي ڄاڻ ته توهان صحيح وقت تي صحيح هنڌ پهتل آهيو.
3. عملي قدم جو اظهار.

مالڪ مون کي ڪاميابي عطا ڪر!

## هڪڙو ماڻهو روزانو ڌڻيءَ تعاليٰ کان هيءَ دعا گهرندو هو:

"اي خدا! مون کي ڪاميابي ڏي، منهنجي خواهش آهي ته آءٌ ملڪ جي سڀ کان وڏي لاٽري کٽي وٺان. مون کي تنهنجي مدد جو انتظار آهي!"

جڏهن هو لاٽري کٽڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو ته هن ڌڻيءَ در وري اها دعا ڪئي:

"اي الله! آءٌ پنهنجي زال سان تمام سٺو سلوڪ ڪريان ٿو مون شراب پيئڻ به ڇڏي ڏنو آهي. آءٌ هاڻي هڪ سٺو ۽ نيڪ انسان ٿي چڪو آهيان. هاڻي ته مون کي ڪاميابي ڏئي ۽ اها وڏي لاٽري کٽڻ ۾ منهنجي مدد ڪر!"

هڪ هفتي کان پوءِ هو وري به ڌڻيءَ در ٻاڏائي رهيو هو:

"اي الله! مون الائجي ڪيترا پيرا خيالن ۾ ڏٺو آهي ته آءٌ اها لاٽري کٽي چڪو آهيان. تنهن ڪري هاڻي ته مهرباني ڪر اها لاٽري کٽڻ ۾ منهنجي مدد ڪر!"

## اوچتو آسمان مان آواز آيو:

"اي منهنجا ٻانها! مون تي به هڪ مهرباني ڪر. پهرين ان لاٽريءَ جي ٽڪيٽ ته خريد ڪر. جنهن کي کٽڻ ۾ آءٌ تنهنجي مدد ڪري سگهان!"

اهڙا ماڻهو به هن دنيا ۾ پيا آهن جيڪي آسري تي پيا جيئن.

## ناڪامي، ڪاميابيءَ جو پيش خيمو آهي:

وليم اي گليڊ اسٽون سياڻو گفتو چيو آهي تہ:

”دنيا ۾ ڪو بہ شخص تمام گهڻين ۽ وڏين غلطين ڪان سواءِ ڪاميابي حاصل نہ ٿو ڪري سگهي.“

هن دنيا ۾ اڪثر ماڻهو ان ڪري اڳتي قدم نہ ٿا وڌائين، جو ڪين ناڪاميءَ جو ڊپ هوندو آهي. ان جي ابتڙ ڪامياب ماڻهن کي اها پڪ هوندي آهي تہ ناڪامي ڪاميابي جي ڏاڪڻ تي چڙهڻ جو نالو آهي. هو سمجهن ٿا تہ ناڪامي هڪ اهڙو طريقو آهي، جنهن ذريعي اسين پنهنجي غلطين کي سڌاري، اڳتي لاءِ ڪاميابي حاصل ڪري سگهون ٿا. تنهن ڪري نہ رڳو اسان کي ناڪاميءَ جي ڊپ مان جند ڇڏائڻي آهي پر اسان کي ڪپي تہ اسين ناڪامين لاءِ تيار رهون ۽ نهايت شوق سان ناڪاميءَ جي آجيان ڪريون. ڪاميابيءَ ڏانهن پنهنجي سفر جي شروعات ڪريو پلي غلطيون ڪريون ۽ ان مان سبق حاصل ڪري پاڻ کي بهتر بڻايو ۽ پنهنجي مقصد ۽ منزل ڏانهن روانا ٿيون.

جڏهن توهان پنهنجو ڪو ڪاروبار شروع ڪريو ٿا تہ توهان آڏو اهو اصول وڏيڪ يقين سان موجود هوندو آهي. مثال طور: سيڙپ ڪندڙ ماهرن کي خبر آهي تہ اڪثر ڪاروبار ناڪام ٿي ويندا آهن، پر تجربن ثابت ڪيو آهي تہ جيڪڏهن اهو ڪاروبار اهڙي شخص شروع ڪيو آهي، جنهن جي عمر 55 سال يا ان کان وڏيڪ آهي تہ پوءِ ان ڪاروبار جي ڪاميابيءَ جا امڪان 73 سيڪڙو هوندو آهي. وڏيءَ عمر جا ڪاروباري ماڻهو پنهنجي ماضيءَ جي غلطين مان سبق سکي، پوءِ ڪو ڪم ڪندا آهن.

## ناڪامي، ڪاميابيءَ جي ڏاڪڻ آهي:

بڪ منٽر فل پنهنجي زندگيءَ تجربي جي بنياد تي چيو آهي تہ:

”تمام گهڻين غلطين کان پوءِ ئي تمام گهڻا تجربا حاصل ٿيندا آهن.“

مون کي هڪ دوست سائنسدان جي ڪهاڻي تمام گهڻي پسند آهي. ان سائنسدان طبعي ميدان ۾ تمام گهڻيون ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن. جڏهن ڪائنس پڇيو ويو تہ هن ايتريون وڏيڪ ڪاميابيون ڪيئن حاصل





ڪيون تہ هن جواب ڏنو:

”جڏهن آءٌ ٻن سالن جو هئس تہ منهنجي ماءُ مون کي هڪ سبق سيکاريو، جيڪو منهنجين شاندار ۽ وڏين ڪاميابين جو بنياد ثابت ٿيو آهي. هڪ ڏينهن آءٌ فرج مان کير جي بوتل ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس تہ اها منهنجي هٿن مان ڇڏائجي وئي ۽ سمورو کير هارجي ويو ۽ ڊرٽي جي فرش تي پکڙجي ويو. آءٌ هيسجي ويس تہ هاڻي مون کي دڙڪا ملندا، پر منهنجي ماءُ ڪاوڙجڻ بدران مون کي چيو تہ، ”تو ڪيڏي نہ خوبصورت گندگي پکيڙي آهي، مون هن کان اڳ کير جو ايڏو وڏو درياهہ تہ ڏٺو ئي ڪو نہ هو. بهرحال جيڪو نقصان ٿيڻو هو اهو تہ ٿي ويو. هاڻي ان کي صاف ڪرڻ کان اڳ کير جي ان تلاءَ ۾ جيتري راند ڪرڻي اٿئي ڪري وٺ. نقصان جو ڪو نہ ڪو فائدو تہ وٺ.“

پوءِ آءٌ کير جي ان تلاءَ ۾ راند ڪرڻ لڳس. منهنجي ماءُ واپس آئي ۽ چيائين تہ هاڻي اها گندگي توکي پاڻ صاف ڪرڻي آهي، تنهن ڪري هاڻي اها وڌائڻ ۽ گهٽائڻ بہ تنهنجي مٿان آهي، پر ان کان اڳ مون کي اهو ٻڌاءِ تہ تون ان کي ڪهڙيءَ شئي سان صاف ڪندين. ٽوال سان، اسفنج سان يا وائپر سان.

جڏهن اسان ٻنهي گڏجي رڌڻي ۾ پکڙيل کير کي صاف ڪيو تہ منهنجي ماءُ چيو: ”هتي اسان کير سان ڀريل هڪ بوتل کي ننڍڙن هٿن سان کڻڻ جو ناڪام تجربو ڪيو. هاڻي هڪ ٻي بوتل کڻون ۽ ان کي پاڻيءَ سان ڀري فرج ۾ رکي، پوءِ ڏسون ٿا تہ تون ان کي ڪيرائڻ کان سواءِ فرج مان ڪيئن ٿو ڪڍين.

هن مون کي ٻوڳ چرچي ۾ ڪيترو نہ شاندار سبق سيکاري ڇڏيو!

سائنسدان چيو تہ ان لمحي ۾ مون سوچي ورتو تہ ناڪامي سبب ڊڄڻ نہ گهرجي. اهوئي تجربو هو جنهن ان سائنسدان لاءِ ڪاميابيءَ جو بنياد رکيو ۽ هن هڪ طبعي سائنسدان طور سڄيءَ دنيا ۾ مشهوري ماڻي.

6

# ناڪاميءَ جي تصور کي ختم ڪري ڇڏيو

پلوزڙ ليڪ ارل جي گريوز چيو آهي ته:

”جڏهن اسين ناڪاميءَ کي پنهنجي مٿان حاوي نه ٿيڻ ڏيندي ان کي رد ڪري ڇڏينداسين ته اسان اجا وڌيڪ طاقتور ۽ مضبوط ٿي وينداسين. اسان جو اهو رويو ۽ طرز عمل اسان جي اعتماد کي وڌيڪ سگهه بخشيندو ته ڪاميابي حاصل ڪرڻ سولي ڳالهه آهي.“

جيڪڏهن اسان کي ڪامياب ٿيڻو آهي ته پوءِ اسان کي لازمي طور اهو سکڻو پوندو ته ناڪامي ۽ مايوسيءَ کي ڪيئن منهن ڏجي. جڏهن توهان کي ڪنهن ٽيم ۾ شامل نه ٿو ڪيو وڃي، توهان کي ڪنهن به عهدي لاءِ چونڊيو نه ٿو وڃي توهان کي پنهنجي پسند واري اسڪول ۾ داخلا نه ٿي ملي، ڪا نوڪري نه ٿي ملي، توهان کي ڪنهن اهم ماڻهوءَ سان ملڻ نه ٿو ڏنو وڃي. توهان کي بنا ڏوهه نوڪريءَ مان ڪڍيو ٿو وڃي ته پوءِ توهان ناڪاميءَ ۽ مايوسيءَ جو اظهار ڪريو ٿا. وڌيڪ اهو به ته توهان ان وقت به مايوسي محسوس ڪريو ٿا، جڏهن توهان جي ڪنهن ڪتاب جو مسودو رد ڪيو وڃي ٿو يا وري توهان جنهن کي شاديءَ جي آڇ ڪريو ٿا، اها ان کي قبول نه ٿي ڪري.

## مايوسي رڳو هڪ خيال آهي:

ناڪاميءَ ۽ مايوسيءَ کي رد ڪرڻ لاءِ توهان کي اها حقيقت محسوس ڪرڻ گهرجي ته ناڪامي ۽ مايوسي اصل ۾ صرف هڪ خيال ۽ افسانو آهي. اهو اهڙو خيال آهي جيڪو اجايو توهان جي ذهن ۾ گهر ڪري ويهي رهيو آهي.

ان ڳالهه تي غور ڪريو ته جيڪڏهن توهان پنهنجي دوست کي چئو ته





اها توهان سان گڏ رات جي ماني کائي ۽ جيڪڏهن اهو توهان جي ان آڇ کي رد ڪري ڇڏي ته ان مان ظاهر ٿيو ته اصل ۾ توهان سان گڏ ماني کائڻ لاءِ توهان وٽ اڳ ۾ ڪو ساٿي نه هو تنهن ڪري توهان ان کي اها آڇ ڪئي ۽ هاڻي اها آڇ رد ٿيڻ کان پوءِ به توهان ساڳيءَ حالت ۾ آهيو. تنهن مان ظاهر ٿيو ته صورتحال تبديل نه ٿي ۽ ساڳي ئي رهي، پر اها صورتحال ان وقت خراب ٿئي ها، جڏهن توهان اهو سوچڻ لڳو ها ته ڪو به شخص مون سان ويهڻ کي پسند ئي نه ٿو ڪري ۽ آءٌ ڪا ناپسنديده شخصيت آهيان.

ٻيو مثال: جيڪڏهن توهان ڪنهن اسڪول ۾ داخلا وٺڻ چاهيو ٿا، پر توهان کي داخلا نه ٿي ملي. توهان ته اڳ ۾ ئي ان اسڪول يا ڪاليج ۾ داخل ٿيل ئي نه هئا ۽ درخواست ڏيڻ يا رد ٿيڻ وقت به موجود نه آهيو. درخواست ڏيڻ کان اڳ يا پوءِ ٻنهي صورتن ۾ توهان لاءِ ساڳي صورتحال آهي ته پوءِ مايوسي ڇاجي؟ ان تي غور ڪريو ته جيڪڏهن توهان کي نفعو نه ٿيو ته نقصان به ته نه ٿيو.

حقيقت ته اها آهي ته ڪنهن اڳيان سوال ڪرڻ مان توهان جو ڪو نقصان نه ٿو ٿئي، تنهن ڪري ڪنهن کي سوال ڪرڻ، درخواست ڪرڻ يا ڪجهه گهرڻ ۾ ڪو به حرج ڪونهي. توهان به اڳ ۾ ئي خالي آهيو تڏهن ته ٻين کان گهرو پيا. ملي ٿو ته ٺيڪ آهي نه مليو ته به خير آهي. توهان جڏهن ڪنهن کان ڪجهه گهرو ٿا، عرض يا درخواست ڪريو ٿا ته ڪي ته توهان جو اهو عرض بروقت اڳهايو ڇڏين، ڪي رد ڪن ٿا ته ڪي وري انتظار ڪرڻ جي بهاني ٻئي ڪنهن مهل تي ٽاريو ٿا ڇڏين. ڪا ڳالهه نه آهي، توهان پنهنجي ڪوشش جاري رکو ڪڏهن ڪامياب به ٿي سگهو ٿا.

پٺائيءَ ڪيڏي نه قيمتي ڳالهه هيٺين بيت ۾ چئي آهي ته:

ليلا! ليلائج، اٿئي ماڱ منٿ جو  
جي ليلائي نه لهين، تان پڻ ليلائج،  
آسرو مَ لاهيج، سڄڻ سباجهو گهڻو.

## انڪار ۽ قبوليت جي چڪتاڻ:

منهنجي هڪ دوست پنهنجي هڪ ڪم جي سلسلي ۾ مختلف ماڻهن سان رابطي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هن 90 ماڻهن کي فون ڪيا، انهن

مان 18 ماڻهن ڪيس ان ڪم کان انڪار ڪيو ۽ صرف 9 ماڻهن حامي ڀري. سندس ڪاميابي 10 سيڪڙو چئي سگهجي ٿي، جيڪا هڪ حساب سان سٺي هئي.

پر جيڪڏهن منهنجي اها دوست 50 ماڻهن کي فون ڪري انڪاري جواب ٻڌي مايوس ٿي وڃي ها ۽ چوي ها ته ڪڏ ۾ وڃي پوي، ڪير به ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار ڪونهي. ماڻهو وڏا..... آهن وغيره ته مايوسي سندس مقدر هئي، پر هن اهو سوچيو ئي ڪو نه. ڇاڪاڻ ته سندس خيال هو ته انهن ماڻهن سان ملي پنهنجي زندگيءَ جي تجربن کان ڪين واقف ڪري تنهن ڪري هوءَ ناڪاميءَ جي احساس کان به واقف هو ۽ هن ناڪاميءَ کي به پنهنجي ذهن ۾ رکيو. آخرڪار هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويو.

تنهن ڪري جيڪڏهن توهان ڪنهن مقصد خاطر سندرو ٻڌي ويٺي ٿا رهو ته پوءِ توهان ۾ جوش ۽ جذبو به پيدا ٿئي ٿو. توهان جي همٿ وڌي ٿي ۽ توهان ناڪاميءَ ۽ ڪاميابيءَ ٻنهي جي تجربن مان ڪجهه نه ڪجهه سکو ٿا. توهان پنهنجي مستقل مزاجيءَ مان ڪاميابيءَ جي رستي تي هلندا رهو ٿا ۽ آخرڪار منزل تي پهچي وڃو ٿا.

> ”پنهنجن خوابن تان هٿ نه کڻو. ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجي ئي سڀ کان اهم طرز عمل ۽ رويو آهي. جيڪڏهن انڪار ٻڌڻ کان پوءِ توهان ۾ حوصلو، خواهش ۽ ڀروسو قائم نه ٿو رهي ته پوءِ توهان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نه ٿا ٿي سگهو.“

## مقصد تان هٿ نه کڻو:

ان حقيقت کي چڱيءَ ريت ذهن ۾ ويهاري ڇڏيو ته پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ توهان کي ٻين کان مدد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪيترائي ڀيرا انڪار ٻڌڻو پوندو. ان سلسلي ۾ ڪاميابيءَ جي چاٻي اها آهي ته توهان مايوس ٿي پنهنجي مطالبي تان هٿ نه کڻي وڃو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان جي سوال تي نه به چوي ٿو ته توهان پنهنجي ان سوال تان هٿ نه کڻو ٿي سگهي ٿو ته توهان جنهن کان سوال ڪيو تنهن توهان کي يا توهان جي ڳالهه کي سمجهيو ئي نه هجي، پر پوءِ توهان جي بار بار سوال ڪرڻ تي هن ڌيان ڏئي، توهان جي ڳالهه ٻڌي ۽ سمجهي هجي ۽ پوءِ اهو به ته





ٿي سگهي ٿو ته ان جي اها ”نه“، ”ها“ ۾ بدلجي وڃي.

مشهور ريسٽورنٽ ڪي.ايف.سي (KFC) جي باني ڪرنل هارلنٽن شروع ۾ اٽڪل 300 ماڻهن کان سندس ڪاڏي بابت ناڪاري لفظ ٻڌا، پر هن همٿ نه هاري ۽ پاڻ کي بهتر بڻايائين ۽ ان کان پوءِ ماڻهن سندس ريسٽورينٽ ۾ ڪاڏي کي ايترو ته پسند ڪيو جو هاڻي اهو ماڻهو سموريءَ دنيا ۾ ان ريسٽورينٽ جي 11 هزار شاخن جو مالڪ بڻجي چڪو آهي.

دنيا جي هن گولي تي 6 ارب کان وڌيڪ ماڻهو رهن ٿا، ڪو نه ڪو ته اهڙو هوندو، جيڪو توهان جي مطالبي تي ڌيان ڏيندو ۽ توهان کي ڪامياب ڪندو. ناڪاميءَ جي خوف يا ماڻهن جي ناراض ٿيڻ کي نه ڏسو پنهنجي ڪم ۽ مقصد کي ڏسو. دنيا وڏي آهي ۽ الله تعاليٰ تي ڀروسو ڪري ڪوشش ڪندا رهو. مايوسي ڪفر آهي، يقيناً توهان کي ڪاميابيءَ جي رستي تي ڪو نه ڪو اهڙو ماڻهو ضرور ملندو جيڪو توهان جهڙي ئي ماڻهوءَ جي انتظار ۾ هوندو ته پوءِ ڇو نه اسين پاڻ به ان ماڻهوءَ سان ملڻ جي انتظار ۾ ڪوشش جاري رکندا اچون.

## مسلسل پوئيواري ڪري مايوس نه ٿيو:

جڏهن نوجوان رڪ هاءِ اسڪول لاءِ ٻارن جي ترت ذهني اوسر ۽ ترقي ڪاميابيءَ لاءِ هڪ منصوبو تيار ڪيو ۽ ان کي 155 ادارن کي ماڻي ڏنائين ۽ ان کان پوءِ ڪيترن مهينن تائين باقاعدگيءَ سان انهن ادارن جي جواب جو انتظار ڪندو رهيو پر ڪنهن به موٽ نه ڏني، پوءِ به هو مڙس ماڻهو ٿيو انهن کي وري وري يادگيريءَ لاءِ لکندو رهيو ۽ پنهنجن خوابن تان هٿ نه کنيائين ۽ آخرڪار هڪ اداري ڪيس هڪ لک ٽيهن هزار ڊالرن جو معاوضو اماڻي ڏنو. رڪ ۽ سندس ساٿين سموري دنيا ۾ ٽيهه هزار اسڪولن ۾ ان منصوبي تي عمل لاءِ ڀرپور تحريڪ هلائي، وڌيڪ هڪ سئو ملين ڊالر گڏ ڪري ورتا. رڪ کي اها ڪاميابي ان ڪري نصيب ٿي ته هن لڳاتار انڪار جي باوجود همٿ نه هاري.

1989ع ۾ رڪ کي ڇهه ڪروڙ 35 لک ڊالرن جي امدادي رقم وصول ٿي، جنهن جي ذريعي هن نوجوانن لاءِ هڪ ادارو ٺاهيو. جيڪڏهن رڪ شروع ۾ ئي 155 ادارن طرفان سندس منصوبي بابت موٽ ملڻ تي مايوس ٿي

هٺ ڪيڏي وڃي ها ته ڪيس اڄ هيڏي وڏي ڪاميابي نصيب نه ٿئي ها.

سلويسٽر اسٽالون چيو آهي ته:

”جڏهن آءٌ پنهنجي ڪنهن مطالبي جي موٽ ۾ انڪار ٻڌندو آهيان ته اهو انڪار هڪ صدا ٻڌجي مون کي هار مڃڻ بدران سجاڳ ڪري اڃا زور سان ڪوششون جاري رکڻ لاءِ همٿائيندو آهي.“

## لڳاتار ڪوشش ڪاميابي يقيني:

هڪ نوجوان ڊاڪٽر پنهنجي پڙهائي مڪمل ٿيندي ئي ڪيليفورنيا ۾ اسپتال کولڻ جو پروگرام ٺاهيو. جڏهن هن اتي جي ڪن ڊاڪٽرن سان مشورو ڪيو ته انهن ڪيس ڪنهن ٻئي هنڌ اسپتال کولڻ جي صلاح ڏني. هنن ڪيس ٻڌايو ته هو ان ڪري ڪامياب نه ٿيندو جو هتي اڳ ۾ ئي ان کان وڏيڪ سنيون اسپتالون موجود آهن. تنهن کان پوءِ اهو ڊاڪٽر ڪيترن مهينن تائين ان علائقي ۾ ويندو رهيو ۽ اتي رهندڙن کان هينيان سوال پڇيائين:

”ڇا مون کي هتي اسپتال کولڻ کپي؟“

”جي ها، ته پوءِ ڪهڙي هنڌ.“

”مون کي پنهنجي اسپتال کلڻ بابت ڪهڙي سٺي اخبار ۾ اشتهار ڏيڻ گهرجي؟“

”ڇا آءٌ اها اسپتال صرف صبح جو کوليا يا وري شام جو يا سڄو ڏينهن کليل هجي؟“

”جيڪڏهن اسپتال کولڻ جي افتتاحي تقريب ۾ توهان کي به شرڪت جي دعوت ڏيان ته توهان ايندؤ؟“ وغيره.

جيڪي ماڻهو سندن سوالن جا مناسب جواب ڏيندا هئا، هو انهن جا نالا ۽ ڏس پتو لکندو هو. اهڙيءَ ريت ڪجهه مهينن اندر ئي هن 12500 ماڻهن جو در ڪڙڪايو ۽ 6500 ماڻهن سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. ڪيترن ماڻهن ڪيس بددل ڪيو ته وري ڪيترن همٿايس به. بهرحال هن دل نه هاري ۽ جڏهن اسپتال کولي ورتائين ته پهرين مهيني وٽس 233 مريض علاج لاءِ آيا ۽ اهڙي ريت هن هڪ اهڙي علائقي مان 72000 ڊالرن جي وڏي آمدني





حاصل ڪئي، جنهن بابت ڪيس صلاح ڏني وئي هئي ته اتي هڪ وڌيڪ اسپتال کولڻ جي گنجائش ئي ناهي.

## دنيا جي مشهور ماڻهن به انڪار کي منهن ڏنو:

دنيا جا اٽڪل سمورا ڪامياب ۽ مشهور ماڻهو پنهنجي زندگيءَ جي ڪنهن نه ڪنهن موڙ تي ”انڪار“ کان سرفراز ٿي چڪا آهن. مثال طور:

1) جڏهن اليگزينڊر بل پنهنجي ايجاد ڪيل ”ٽيليفون“ جا حق واسطا هڪ لک ڊالرن جي عيوض ويسٽرن يونين کي وڪڻ جي ڪوشش ڪئي ته اداري جي صدر ڪارل آرٽن ڪيس جواب ڏنو: ”هيءُ بجليءَ تي هلندڙ رانديڪو اسان جي ڪنهن به ڪم نه ڪونهي.“

2) مشهور ناول لکندڙ اسٽيفن هاڪنگ ان وقت ڪروڙين ڊالرن جي غلطي ڪئي، جڏهن هن ناشرن طرفان سندس ناول جي مسودي کي لڳاتار رد ڪرڻ سبب مايوس ٿي، ان کي رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو. اڪثر ناشرن ڪيس جواب ڏنو هو ته ڪين اهڙي قسم جي سائنسي فڪشن جي ضرورت ڪونهي، جنهن ۾ خيالي جنت جو ذڪر موجود هجي. اهڙي قسم جا ناول ماڻهو وٽڻ پسند ڪو نه ڪندا آهن. خوشقسمتيءَ سان سندس زال مسودو رديءَ جي ٽوڪريءَ مان ڪڍي سنڀالي رکيو ۽ پوءِ پاڻ به مختلف ناشرن سان رابطو ڪيائين، جن مان هڪ آخرڪار اهو ڇاپڻ جو ارادو ڪيو. سندس ناول (Corrie) جون پوءِ 40 لکن کان وڌيڪ ڪاپيون وڪرو ٿيون ۽ ان ناول تي هڪ وڏي فلم به تيار ٿي. 1998ع ۾ گوگل (google) جي بن گڏيل ٺاهيندڙن سرجي برن ۽ لاربي بيج ”ياهو Yahoo“ سان رابطو ڪيو ۽ پنهي ادارن کي پاڻ ۾ ملائي هڪ نئون ادارو ٺاهڻ جي آڇ ڪيائون پر ياهو اها آڇ رد ڪري ڇڏي جنهن کان پوءِ پنجن سالن اندر ئي google ترقي ڪندي به ڪروڙ ڊالر اثاثن جو مالڪ ٻڻجي ويو. پراسرار ڪهاڻين جي مشهور برطانوي ليکڪ جان ڪريزي جو پهريون ڪتاب شايع ڪرڻ جي حوالي سان 743 ماڻهن ڪيس انڪار ڪيو پر هن به همٿ نه هاري ۽ آخرڪار اهو ڪتاب وڪڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جنهن کان پوءِ جڻ ته ڪاميابي سندس در جي ٻانهي ٻڻجي وئي.

7

# پنهنجي ڪارگذاريءَ جو جائزو وٺو

ڪنهن جي هيءَ چوڻي بيحد مشهور آهي تہ:

”پنهنجي ڪاميابيءَ جي جائزي بابت ڄاڻ ڪامياب ماڻهن لاءِ ناشتي جي حيثيت رکي ٿي.“

جڏهن توهان پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پڪو ارادو ڪري ٿا وٺو تہ پوءِ توهان کي اها ڄاڻ ٿيڻ لڳندي آهي تہ توهان صحيح رخ ڏانهن وڃو پيا يا نہ. توهان کي ان سلسلي ۾ انگ اکر ملڻ شروع ٿي ٿا وڃن. مختلف ماڻهو صلاح مشورا ۽ تجويزون ڏين ٿا، توهان کي هدايت ڏين ٿا يا وري تنقيد بہ ڪن ٿا. جنهن ڪري توهان جي ڄاڻ، معلومات، صلاحيتن توڙي تعلقاتن ۾ لڳاتار اضافو ٿيندو ٿو رهي ۽ اهي سڀ مرحلا ان وقت اچا وڌيڪ ڪارائتا ثابت ٿين ٿا، جڏهن توهان انهن سمورين ڳالهين کي سامهون رکي پنهنجي ڪارڪردگي ۽ صلاحيتن جو جائزو وٺي، پنهنجو پاڻ کي اچا وڌيڪ بهتر ڪريو ٿا.

## ڄاڻ ۽ جائزي جا ٻہ قسم:

جڏهن توهان ڪو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ عمل جي ميدان ۾ ٽپي پئو ٿا تہ پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي سلسلي ۾ توهان کي ٻن قسمن جي معلومات گهربل هوندي آهي. هاڪاري ۽ ناڪاري يا سٺي ۽ خراب.

عام طور تي اسين سٺن نتيجن تي وڌيڪ ڌيان ڏيون ٿا. مثال طور: رقم حاصل ڪرڻ، ماڻهن طرفان تعريف ٻڌڻ، ترقي، گراهڪن جو اطمينان، انعام ۽ خوشي وغيره. ان قسم جي سٺي معلومات، موٽ يا ڄاڻ اسان کي گد گد





ڪري ٿي ۽ اسين انهن نتيجن تي خوش ٿي وڌيڪ جذبي ڪان ڪم وٺون ٿا. اهي سموريون ڳالهيون اسان کي ٻڌائين ٿيون تہ اسين ڪاميابيءَ جي رستي تي وڃي رهيا آهيون.

ان جي ابتڙ اسين ناڪاري معلومات ۽ نتيجن کي پسند نہ ٿا ڪريون. مثال طور، ڪنهن بہ ڪم جو بهتر نتيجو حاصل نہ ٿيڻ، نهايت گهٽ رقم ملڻ، ماڻهن جي تنقيد، غلط ۽ نامناسب ڪارڪردگي، نظرانداز ٿيڻ، حالتن جو موافقت ۾ نہ هجڻ، اندروني پريشاني، اڪيلائپ تڪليف وغيره اسان کي ڪنهن ڪنهن وقت تہ چتو ڪري ٿي ڇڏي.

بهرحال اها حقيقت نهايت اهم آهي تہ جهڙي نموني پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي سلسلي ۾ مثبت جائزو ۽ نتيجا اسان کي خوش ڪي همٿائين ٿا، اهڙي ئي نموني ناڪاري خبرون، جائزا، ڪارڪردگي ۽ نتيجا پڻ اسان لاءِ ڪارائتا ثابت ٿي سگهن ٿا. جيڪڏهن اسين انهن بابت بہ سٺي نموني ۽ سٺي ذهن سان سوچيون تہ اهي اسان کي ٻڌائين ٿا تہ اسان ڪٿي ڪٿي غلط ۽ نامناسب ڪم ڪري پنهنجو پاڻ لاءِ پريشاني پيدا ڪئي. اهڙي قسم جي معلومات نهايت ڪارائتي هوندي آهي جيڪا اسان کي پنهنجو پاڻ کي بهتر ڪرڻ جي سلسلي ۾ مددگار ثابت ٿيندي آهي.

اصل ۾ اها معلومات توهان لاءِ ايتري تہ ڪارائتي هوندي آهي، جو توهان ڪيترائي اهم منصوبا صرف ان لاءِ بدلائي ڇڏيندا آهيو جو توهان ان سلسلي ۾ حاصل ٿيندڙ ناڪاري معلومات کي ڪيئن محسوس ڪندا آهيو يا ان کي ڪيئن منهن ڏئي سگهندا. اها ناڪاري معلومات ۽ جائزا توهان کي سڌاري ۽ بهتريءَ لاءِ موقعا مهيا ڪن ٿا.

اسان جي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺندڙ ماڻهو اسان کي اهو ٻڌائين ٿا تہ اسين پنهنجي ڪم ۾ بهتري ڪيئن ٿا آڻي سگهون ۽ ان کي اچا سٺو ڪيئن ٿا ڪري سگهون. ان موقعي تي اسين پنهنجي رويي ۽ طرزعمل کي سڌاري سگهون ٿا تہ جيئن اسين پنهنجي لاءِ وڌ ۾ وڌ ڪاميابي حاصل ڪري سگهون.

پنهنجي گهربل مقصد ۽ منزل تائين پهچڻ لاءِ توهان کي کپي تہ پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت هر قسم جي (هاڪاري توڙي ناڪاري) جائزن ۽ تجزين کي قبول ڪريو ۽ انهن کي مڃي وٺو.

## صحيح يا غلط جاچ:

پنهنجي ڪارڪردگي جي جائزي جي سلسلي ۾ توهان کي جيڪا معلومات ملي ٿي، ان مان ڪا معلومات سٺي ۽ اثرائتي هجي ٿي. يعني توهان کي پنهنجي گهربل مقصدن جي ويجهو آڻي ٿي پر ڪا معلومات اهڙي به هوندي آهي جيڪا توهان جي خيال ۾ نامناسب ۽ نامعقول هوندي آهي ۽ توهان کي پنهنجي گهربل مقصد کان پري ڪري ٿي ڇڏي.

جڏهن مان ڪاميابيءَ جي اصولن جي وضاحت لاءِ سکيا پروگرام ڪندو آهيان ته مان ان نقطي جي وضاحت لاءِ پنهنجي ٻڌندڙن منجهان ڪنهن هڪ شخص کي ڪمري جي هڪ ڪنڊ وٽي بيهڻ لاءِ چوندو آهيان.

منهنجي ڪوشش هوندي آهي ته مان ان شخص تائين پهچي وڃان. پوءِ جي ان تائين پهچي ويس ته معنيٰ ته مان پنهنجي منزل تي پهچي ويس.

مان ان شخص کي چوان ٿو ته هو هڪ اهڙيءَ مشين جو ڪردار ادا ڪري جيڪا "ڪارڪردگيءَ" جي حوالي سان لڳاتار معلومات ڏيندي رهي. هر ڀيري جڏهن به مان هن ڏانهن وک کڻان ٿو ته هو شخص مون کي ٻڌائي ٿو، "بلڪل صحيح" پر جڏهن مان ڄاڻي واڻي غلط راءِ رکان ٿو ته هو يڪدم مون کي ٻڌائي ٿو ته "بلڪل غلط".

پوءِ آئون سکيا ۾ حصو وٺندڙن کان پڇندو آهيان ته هن ڪهڙو لفظ وڌيڪ چيو "بلڪل صحيح" يا "بلڪل غلط" سندن جواب "بلڪل غلط" هوندو آهي، پر پوءِ به آءٌ پنهنجي منزل تي پهچي ويندو آهيان.

اهوئي اصول اسان جي زندگيءَ تي لاڳو ٿئي ٿو. اسان جو فرض ۽ ذميداري اهي ته اسين پنهنجو گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ عمل جي ميدان ۾ ٽپي پئون ۽ پوءِ پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت جائزن ۽ معلومات وسيلي پنهنجو پاڻ کي سڌارايندا، پنهنجا گهربل مقصد حاصل ڪري وٺون.

جيڪڏهن اسين نهايت ذهانت ۽ سمجهداريءَ سان ان جائزي ۽ معلومات مان فائدو وٺنداسين ته آخرڪار اسين پنهنجن خوابن کي تمام جلد حقيقت ۾ بدلائڻ ۾ ڪامياب ٿي وينداسين.

## غلط جائزن ۽ جاچ کي منهن ڏيڻ جا طريقا:

غلط ۽ ناڪاري جائزن يا معلومات کي منهن ڏيڻ لاءِ هيٺيان طريقا اختيار ڪري سگهجن ٿا.





**1_ اهڙي جائزي کان پاڻ کي ڌار ڪري ڇڏيو:**

پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي حوالي سان جڏهن توهان کي ناڪاري ۽ غلط جائزن ۽ معلومات کي منهن ڏيڻو پئجي وڃي ته اهو چئي ان تان هٿ کڻي وڃو ته: "مون کي ان جي ضرورت ڪونهي. آءٌ ان قسم جي تنقيد برداشت نه ٿو ڪري سگهان. مون کي اهڙي قسم جي معلومات ۽ تنقيد نه گهرجي."

توهان اهو سمجهو ته اهو جائزو ۽ معلومات رڳو سادي قسم جي معلومات آهي. ان کي تنقيد بدران پنهنجي بهتريءَ لاءِ رهنما سمجهو. ان معلومات ۽ جائزي کي ايئن سمجهو جيئن هڪ جهاز ۾ آٽوميٽڪ سرشتو هوندو آهي. اهو پاڻمرادو ڪم ڪندڙ سرشتو پائليٽ کي هر وقت اهو ٻڌائيندو رهندو آهي ته تون هن وقت هيٺري اوچائيءَ تي آهين يا وري هيٺرو هيٺ اڏامين پيو.

پوءِ پائليٽ ان خودڪار سرشتي طرفان ڏنل جاچ سبب پاڻ کي بهتر ٻڌائي ٿو ۽ صحيح رستي تي هلي ٿو. اهڙيءَ معلومات کي پنهنجي ذهن تي حاوي نه ڪريو ۽ ان کي صرف اهڙي سادي معلومات سمجهو جيڪا توهان کي سڌي رستي تي هلڻ لاءِ رهنمائي ڪري ٿي ۽ جتي توهان ٿڙو ٿاٻڙجو ٿا، اُتي جِڻ توهان کي هٿ جهلي سهارو ڏئي ٿي.

**2_ ناڪاري جائزي بابت ناراضگي ظاهر ڪيو:**

ناڪاري ۽ غلط جائزي ۽ معلومات بابت پنهنجي ڪاوڙ ۽ ناراضگي ظاهر ڪريو ۽ سمجهو ته اهڙي قسم جي معلومات صرف ۽ صرف تنقيد جي حيثيت رکي ٿي ۽ اها معلومات واقعي سٺي ۽ اثرائتي به ڪونهي. تنهن ڪري ان تي ڪاوڙ ۽ ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي، ان کي رڳو هڪ ٻئي تي تنقيد ئي سمجهو ۽ ان جو اثر قبول نه ڪريو.

**3_ ناڪاري معلومات ۽ جائزي کي نظرانداز ڪريو:**

جڏهن توهان کي اهڙي قسم جي ناڪاري معلومات يا جائزا وصول ٿين ته انهن کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. ان کي ڪا به اهميت نه ٿا ڏيو.

وڌيڪ اهو ته توهان ڪنهن بنا فائدي ۽ غير اثرائتي معلومات يا جائزي کي نظرانداز ڪري سگهو ٿا. توهان کي خبر آهي ته جيڪي ماڻهو

هروڀرو ٻين تي تنقيد پيا ڪندا آهن. انهن کي ٻين جي فائدي ۾ ڪا به دلچسپي نه هوندي آهي. اهي ماڻهو رڳو پنهنجي مرضي ٺاڦڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. افسوس ته اهو آهي ته ڪنهن شخص جي ڪارڪردگيءَ بابت راءِ ڏيڻ يا جائزي سان توهان ان جي زندگي بدلائي ٿا ڇڏيو.

جڏهن توهان غلط ۽ فضول قسم جي معلومات ملڻ تي رڙيون ڪريون ٿا ۽ ان تان هٽ ڪٽي وڃو ٿا ته توهان جو اهو رويو يا طرز عمل وڏيڪ اثرائتو ثابت نه ٿو ٿئي. توهان جو اهو رويو يا طرز عمل عارضي طور تي توهان جي اندر جي باهه کي ته ٿڌو ڪري ٿو ڇڏي، اهو سڀ ڪجهه ڪري توهان ناڪاري خيالن جي زور کان ته آجا ٿي ويا، پر اڳتي هلي ان جا پونڌڙ اثر توهان لاءِ سٺا ثابت ڪو نه ٿيندا. جيڪڏهن توهان حالتن کي منهن نه ڏيندؤ ته توهان زندگيءَ ۾ اڳتي هلي ڪيئن ڪاميابي حاصل ڪندؤ؟

اها حقيقت به نظر آڏو هئڻ گهرجي ته تنقيدي معلومات ۽ جائزي ذريعي اسان کي پنهنجو پاڻ کي سڌارڻ جو موقعو ملي ٿو ۽ اسين ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي رويي ۽ رٿابنديءَ ۾ بهتري آڻي اڳتي وڌي سگهون ٿا.

### پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت ٻين کان راءِ وٺو:

ڪيترائي ماڻهو توهان جي ڪارڪردگيءَ بابت رضاڪاراڻي طور نه ڪا راءِ ڏين ٿا، نه ئي معلومات مهيا ڪن ٿا. اصل ۾ هو توهان کان ڊڄن ٿا، ڪين خبر نه آهي ته ان راءِ ۽ تبصري کان پوءِ توهان جو ان بابت طرز عمل ڇا هوندو. توهان جي احساسن کي ڇيهو نه ٿا پهچائڻ چاهين ۽ توهان جي جذبن کان به ڊڄن ٿا.

تنهن ڪري جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا ته توهان کي پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت صحيح ڄاڻ ملي ته پوءِ انهن ماڻهن جو حوصلو وڌائي، انهن کان وقت به وقت راءِ ۽ معلومات حاصل ڪندا رهو. توهان ڪين احساس ڏياريو ته هو پنهنجي راءِ ڏيڻ مهل نه ڊڄن. ڇاڪاڻ ته توهان ته پاڻ چاهيو ٿا ته توهان کي اصل حقيقت جي خبر پوي ته جيئن توهان پنهنجو پاڻ ۾ بهتري آڻي سگهو.

پنهنجن گهرڀاتين ۽ ويجهن ساٿين کان اهو سوال پڇو ته آءٌ پنهنجو پاڻ کي اجا وڌيڪ بهتر ڪيئن ٿو ڪري سگهان. منهنجون ڪمزوريون





مون کي ٻڌايو ته جيئن آءٌ پاڻ کي سڌاري سگهان. ٿي سگهي ٿو ته ان سوال جو جواب توهان کي رنج پهچائي، پر توهان جي سوال جي موٽ ۾ توهان کي جيڪا نئين ۽ حقيقي معلومات ملندي، اها تمام گهڻي اهم ۽ قيمتي آهي ۽ توهان کي پاڻ انهن ماڻهن جو ٿورائتو هجڻ گهرجي، جن توهان کي اها اهم معلومات ڏني، جنهن کان اڳ توهان بلڪل بي خبر هئا. پوءِ انهن ماڻهن جي ڏنل راين، صلاحن ۽ تنقيد کي ذهن ۾ ويهاريو ان کان پوءِ توهان انهن راين ۽ مشورن تي عمل ڪري، پنهنجو پاڻ کي بهتر ڪري ڪاميابيءَ جي ڏاڪي تي اڳتي قدم وڌائي سگهو ٿا.

### هڪ قيمتي گُر، جيڪو توهان کي سکڻ گهرجي:

1980ع جي ڏهاڪي ۾ هڪ ڪروڙ پتي شخص مون کي ان سوال کان واقف ڪيو جنهن ذريعي منهنجي زندگيءَ ۾ انقلابي تبديلي آئي. جيڪڏهن آءٌ توهان کي چوان ته هن ڪتاب پڙهڻ مان توهان ان سوال کي پنهنجي ڪاروباري ۽ ذاتي زندگيءَ ۾ داخل ڪريو ته اجايو نه ٿيندو ۽ آءٌ غلط نه هوندس. هي سوال هر وقت ياد رکڻ لائق آهي ۽ توهان جي رقم ۽ وقت وانگر ئي قيمتي آهي، تنهن ڪري اهو جادو ئي سوال ڪهڙو آهي، اهو سوال هي آهي:

”گذريل هفتي (ٻئي هفتي/مهيني) توهان جي ماڻهن سان لاڳاپن (خدمتن يا شين جي فراهمي) جي معيار جي شرح (هڪ کان ونئي ڏهن تائين) ڇا رهي؟“

ان سوال کي هيئن به چئي سگهجي ٿو:

” گذريل هفتي (ٻئي هفتي/مهيني) دوران توهان جي پنهنجي مئنيجر، والدين، پنهنجي استادن، پنهنجي ڪلاس، پنهنجي ڪاڏي پيتي، پنهنجي جنسي زندگيءَ، پنهنجي زندگيءَ ۽ هن ڪتاب بابت توهان جي رويي ۽ طرز عمل جي شرح (هڪ کان ڏهه تائين) ڪهڙي رهي؟“

جيڪڏهن توهان جي جواب جي شرح 10 کان گهٽ آهي ته پوءِ ٻيو سوال اهو ٿو اٿي ته ان شرح کي ڏهن تائين آڻڻ لاءِ توهان ڇا ٿا ڪري سگهو؟

هيءُ ئي اهو مرحلو آهي، جتي توهان کي اهم ۽ قيمتي معلومات حاصل ٿئي ٿي جيڪا ڪنهن بہ ڪامياب پيداوار، خدمت يا تعلق ٺاهڻ لاءِ ضروري ۽ لازمي آهي.

ڪنهن بہ منصوبي، گڏجاڻي، ملاقات، جماعت ۽ سکيا پروگرام توڙي صلاح مشوري جي پڄاڻيءَ تي مٿين ٻن سوالن بابت ڄاڻڻ کي پنهنجي عادت بڻائي ڇڏيو.

## ان سوال کي پنهنجي هفتيوار عادت ٺاهي ڇڏيو:

آءٌ هر آچر رات پنهنجي گهرواريءَ کان اهي ٻئي سوال پڇندو آهيان ۽ پوءِ هڪ روايتي منظرنامو هيٺينءَ ريت نظر ايندو آهي.

”گذريل هفتي تنهنجي لاڳاپن جي معيار جي شرح گهٽ هئي؟“

”اٺ.“

”ان کي ڏهن تائين ڪيئن پهچائي سگهجي ٿو؟“

مون کي اهو ياد ڏيارڻ کان سواءِ تہ 10 جي اها شرح ڪيئن حاصل ڪجي، هن چيو: ٻارن کي سمهڻ لاءِ بستري ڏانهن موڪليو. رات جي ماني ڪائڻ لاءِ مون وٽ وقت تي پهچ يا وري مون کي اڳواٽ ٻڌاءِ تہ اج توکي دير ٿي ويندي، مون کي انتظار ڪرڻ ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ کان سخت چڙ آهي.

آءٌ توکي هڪ لطيفو ٻڌايان ٿو:

”فرش تي پيل گندگيءَ جي ڍير بدران پنهنجا ميرا ڪپڙا فرش تان کڻي، ميرن ڪپڙن جي ٽوڪريءَ ۾ وجهي اچ.“

آءٌ پنهنجي اسسٽنٽ کان هر جمعي جي شام اهو سوال پڇندو آهيان تہ جڏهن اها عورت شروع شروع ۾ نوڪريءَ تي آئي هئي تہ سندس جواب هو.

”ڇهہ“

”ان کي ڏهن تائين آڻڻ لاءِ تون ڇا ٿي ڪري سگهين؟“

پنهنجي ڇهن مهينن جي ڪارڪردگي جاچڻ لاءِ پاڻ هڪ گڏجاڻي رکي هئي، پر ٻين مصروفيتن سبب اها گڏجاڻي ٿي نہ سگهي. تنهن ڪري مون پاڻ کي غير اهم محسوس ڪيو تہ توهان منهنجي بدران ٻين کي اهميت ڏيو ٿا. آءٌ توهان سان ڪيترن معاملن تي ڳالهائڻ چاهيان ٿي، پر توهان ڏيان ئي نہ ٿا ڏيو. ٻي اهم ڳالهہ تہ مون کي ايئن ٿو لڳي تہ توهان مون





کان گهربل ڪم نہ پيا وٺو. توهان غير اهم ڪمن کان سواءِ مون کي ڪرڻ لاءِ اهڙو ڪو وڏو ڪم ئي نہ ٿا ڏيو جنهن سان منهنجون صلاحيتون ظاهر ٿين. آءٌ چاهيان ٿي تہ منهنجا فرض ۽ ذميداريون وڌيڪ هجن ۽ توهان ان سلسلي ۾ مون تي اعتماد ڪريو.

اهڙي قسم جو جواب ٻڌڻ ڪو ايترو آسان ڪونهي ۽ اهو سڀ سچ هو. جنهن جا بہ شاندار نتيجا نڪتا.

مون پنهنجي اسسٽنٽ کي وڌيڪ اهم ڪم ڏيڻ شروع ڪيو ۽ جلد ئي مون تان ڪافي بار هلڪو ٿيڻ لڳو ۽ مون کي بہ هڪ نهايت محنتي ۽ ذميدار اسسٽنٽ ملي وئي، جنهن مون کي ڪافي ذميدارين ۽ اجائين پريشانين کان آجو ڪري ڇڏيو.

## هميشہ صلاحون گهرڻ ۽ ڏيڻ لاءِ تيار رهو:

ڪيترائي ماڻهو پنهنجي بهتريءَ لاءِ ٻين ماڻهن جي صلاحن ۽ تجويزن کان پيا ڊڄندا آهن، ڇو تہ ڪين اهڙي قسم جي معلومات پنهنجن ڪنن تائين پهچائيندي ڌڪ لڳندو آهي. پر ان ۾ گهٻرائڻ جي تہ ڪا ڳالهہ ئي ڪونهي. سچ نہ ٻڌڻ کان بهتر آهي تہ سچ ٻڌو ۽ ان ۾ ڄاڻايل خامين کي خوبين ۾ بدلائڻ جي ڪوشش ڪريو. چونڊا آهن تہ سچ تہ ٻينو نچ ڇا لاءِ. سچي ڳالهہ ان وقت تہ ڪٽي ڪڙي لڳي، پر پوءِ جڏهن توهان ان تي غور ڪندؤ تہ اها توهان کي وڌيڪ بهتر لڳندي، بجاءِ ان جي تہ توهان پنهنجي باري ۾ ڳالهہ ٻڌي پاڻ کي بهتر ڪريو. اها ڳالهہ لڪائڻ سان ڪجھ بہ نہ ورندو. ان قسم جي معلومات ۽ جائزي کان سواءِ توهان پنهنجي ذاتي زندگيءَ لڳ لاڳاپن ۽ ڪارڪردگيءَ کي نہ تہ بهتر بڻائي سگهو ٿا نہ ئي ان ۾ ڪو سڌارو آڻي سگهو ٿا.

پر زندگيءَ بابت پنهنجي نظرئي کان پاسو ڪرڻ جو سڀ کان خراب ۾خراب حصو ڪهڙو آهي؟ صرف توهان ئي تہ آهيو جن کي ان راز جي خبر نہ آهي، بلڪ هڪ ٻيو شخص عام طور تي پنهنجي گهرواري، دوستن ۽ ڪاروباري ساٿين کي ٻڌائي ٿو ڇڏي تہ هو ڇو مطمئن ڪونهي؟

ڪيترائي ماڻهو پنهنجي زندگيءَ بابت سئو سيڪڙو ذميداري کڻڻ بدران هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري پيا ٽاريندا آهن. اصل مسئلو

هي آهي تہ اهي هڪ غلط شخص وٽ پنهنجو فرياد ۽ شڪايت کڻي وڃن ٿا، ڪين گهرجي تہ پنهنجي مسئلي بابت صحيح شخص، يعني توهان کي ٻڌائين پر جيئن تہ اهي توهان جي ردعمل کان گهبرائين ٿا، تنهن ڪري توهان هڪ اهڙي معلومات ۽ ڳالهہ ٻڌڻ کان محروم رهجي ٿا وڃو جيڪا توهان جي پاڻ ۾ ناتن، توهان جي ڪارخاني جي پيداوار، توهان جي خدمتن ۾ بهتريءَ ۽ سڌاري لاءِ ضروري آهي. ان مسئلي جي حل لاءِ توهان کي هيٺيون ٻہ ڳالهيون هر حالت ۾ ڪرڻ کپن.

پهرين اها تہ توهان کي ڇاڻي واڻي ۽ ڪليءَ دل سان اهڙي قسم جي معلومات حاصل ڪرڻ گهرجي. پنهنجي والدين، دوستن، ساٿين، ڪلاسن جي ساٿين، استادن، شاگردن ۽ بزرگن کان سوال ڪريو. انهن کي چئو تہ اهي توهان جي ڪارڪردگيءَ بابت پنهنجن خيالن ۽ تبصرن کان توهان کي واقف ڪن. پنهنجي سڌاري ۽ بهتريءَ لاءِ معلومات حاصل ڪرڻ کي پنهنجي عادت بڻائي ڇڏيو.

ٻي ڳالهہ هيءَ هي جيڪي ماڻهو توهان کي توهان جي ڪارڪردگيءَ جو جائزو پيش ڪن، انهن جو ٿورو مڃيو. انهن اڳيان معافيءَ وارو رويو اختيار ڪرڻ بدران نهايت وقار سان سندس ان رويي جو ٿورو مڃيو ۽ کين چئبو تہ اهي آئينده بہ توهان کي توهان جي ڪارڪردگيءَ بابت واقف ڪندا رهن.

واريءَ مان نهيل پنهنجي گهر مان ٻاهر نڪرو ۽ ماڻهن آڏو سوال ڪيو. پوءِ ڏسو تہ انهن مان ڪنهن جي راءِ يا صلاح سڻي آهي ۽ پوءِ بنا ڪنهن هٻڪ جي ان تي عمل ڪريو. حالتن ۽ معلومات کي سڌارڻ لاءِ سمورا گهربل ضروري قدم کڻو.

ڪجهہ سال اڳ اسان جي اداري پنهنجي پرنٽنگ پريس سان ناتا ختم ڪري ڇڏيا، جو هڪ ٻيءَ پرنٽنگ پريس ان کان بہ گهٽ اگهہ تي اسان کي پنهنجو مواد ڇاپي ڏيڻ سان گڏوگڏ وڌيڪ سهولتون ۽ خدمتون بہ آڇيون هيون. ڇئن مهينن کان پوءِ اسان سان اسان جي اڳوڻي پريس مالڪ رابطو ڪيو ۽ پڇيو تہ اهڙو ڪهڙو سبب آهي جنهن ڪري اسين هاڻي ساڻن ڪاروبار نہ ٿا ڪريون.





مون کين ٻڌايو تہ هڪ ٻيو پريس وارو اسان کي گهٽ اگهہ ۾ ڪم ڪري ڏئي ٿو ۽ جلد ئي اسان جي مرضيءَ وارو ڪم تيار ڪري، پاڻ ئي اسان کي پهچايو وڃي ۽ اهڙيءَ ريت اسان کي گهٽ خرچ، گهٽ پريشانيءَ سان سمورو ڪم وقت سر ملي ٿو وڃي، پر جيڪڏهن توهان بہ اسان کي ساڳيون سهولتون، خدمتون ۽ رعايتون ڏيو تہ اسين ٻيهر توهان کي اهو ڪم ڏئي سگهون ٿا. سندس راضي ٿيڻ تي اسان کيس ٿورو ڪم ڏنو. آخرڪار اسان پنهنجي پراڻي اداري کان ئي ڪم ڪرائڻ شروع ڪيو جنهن اسان کي گهٽ اگهہ ۾ بهترين خدمتن سان وقت سر ڪم تيار ڪري ڏيڻ شروع ڪيو هو.

هن ڪهڙو طرز عمل اختيار ڪري پاڻ وڌايو هن پنهنجي ڪاروبار کي بهتر ڪرڻ ۽ گراهڪ کي قابو ڪرڻ لاءِ اسان آڏو هٿ ٽنگيو اسان کي عرض ڪيائين، هو اسان جي شرطن آڏو جهڪي پيو. هن ان کي پنهنجي اَنا جو مسئلو نہ بڻايو ۽ ڪامياب ٿيو.

## هن ٽن سالن جي ٿوري ئي عرصي ۾ حدف حاصل ڪري ورتو:

Thin things in 30 days هڪ اهڙو بهترين ڪتاب هو جيڪو بهترين وڪرو ٿيندڙ ڪتابن ۾ شامل هو. ان ڪتاب جي سڀ کان وڏي ۽ دلچسپ ڳالهہ اها هئي، جو اهو ڪتاب صرف ۽ صرف ٻين ماڻهن کان مليل تبصرن ۽ معلومات تي مشتمل هو.

ان جي ليکڪا هڪ اشتهاري اداري ۾ ڪم ڪندي هئي، پر کيس نوڪري پسند نہ هئي. هن پنهنجو ذاتي اشتهاري ادارو کولڻ چاهيو ٿي، پر وٽس اهو ادارو ٺاهڻ لاءِ گهربل رقم موجود نہ هئي. تنهن ڪري هن مختلف ماڻهن کان پڇڻ شروع ڪيو تہ هوءَ هڪ لک ڊالر ڪيئن ٿي حاصل ڪري سگهي؟

اڪثر ماڻهن کيس ٻڌايو تہ هو ڪتاب لکي ۽ وڪڻي ايتري رقم حاصل ڪري سگهي ٿي.

هن فيصلو ڪيو تہ نيڪ آهي جيڪڏهن هوءَ ڪو ڪتاب لکي تہ اها 90 ڏينهن اندر ان ڪتاب جون هڪ لک ڪاپيون وڪرو ڪري سگهي ٿي ۽ هڪ ڊالر في ڪاپي فائدي جي حساب سان اها ٽن مهينن اندر هڪ لک ڊالر گڏ ڪري سگهي ٿي.

هن هڪ دفعو ٻيهر ماڻهن کان پڇڻ شروع ڪيو ته: ”آمريڪا ۾ ڪهڙي موضوع تي ڪتاب لکجي، جيڪو بهترين وڪرو ٿيندڙ ڪتابن ۾ ليکجي.“ ماڻهن کيس ٻڌايو ته اهڙو ڪتاب گهٽ وڪامي سگهي ٿو جنهن ۾ وزن گهٽائڻ جا نسخا ڏنل هجن. هن وري ماڻهن کان پڇيو ته ان سلسلي ۾ ڪافي سنا سنا ماهر موجود آهن، انهن اڳيان منهنجي حيثيت ڪهڙي هوندي؟

ماڻهن کيس چيو ته ان سلسلي ۾ عورتن کان پڇيو وڃي ته اوهان لاءِ بهتر ٿيندو.

اها عورت بازارن ۾ وڃي عورتن کان پڇڻ لڳي، جن مان اڪثر جواب ڏنو ته اسين پنهنجين ”رانن جو وزن گهٽائڻ چاهيون ٿيون.“ هن وري ڪائن پڇيو ته، توهان اهو وزن ڪڏهن گهٽائڻ چاهيون ٿيون؟ هنن جواب ڏنو ته ”اپريل يا مئي جي مهينن ۾، جڏهن پيراڪي جي موسم هوندي آهي.“ پوءِ ان عورت هڪ ڪتاب لکيو جنهن جو عنوان هو: ”30 ڏينهن اندر پنهنجي رانن جو وزن گهٽايو.“

هن اپريل ۾ اهو ڪتاب شايع ڪرايو ۽ جون تائين وٽس هڪ لک ڊالر موجود هئا. کيس اها ڪاميابي صرف ان ڪري ملي، جو هوءَ ماڻهن کان سندن راءِ وٺندي رهي.

## ڪوشش سان ڪاميابي ڪيئن ٿي حاصل ٿئي؟

ماءُ پيءُ جي معاملن بابت The People Making هڪ نهايت شاندار ڪتاب هو جنهن ۾ گهرو مسئلن جي حل لاءِ ڪامياب طريقا ٻڌايا ويا هئا.

ڪتاب لکندڙ جي هڪ تمام ڏکهي ۽ پيشوراڻي زندگيءَ آمريڪا جي سماجي ڀلائيءَ واري ڪاتي سندس خدمتون حاصل ڪيون ته جيئن هو هڪ اهڙو جائزو تيار ڪري، جنهن ۾ ٻڌايو وڃي ته عوام جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ ڪين ڪهڙي قسم جون سهولتون مهيا ڪيون وڃن. سٺ ڏينهن کان پوءِ هن 150 صفحن تي مشتمل هڪ جائزو آمريڪا جي سماجي ڀلائيءَ واري ڪاتي کي پيش ڪري ڇڏيو.

سندس خيال موجب اهو هڪ نهايت سٺو ۽ ڪارائتو دستاويز هو هنن به ان جائزي کي تمام گهڻو ساراهيو. هنن ڪائنس پڇيو ته هن اهڙو شاندار دستاويز ڪيئن تيار ڪيو؟ هن جواب ڏنو ته مون صرف اهو ڪيو جو توهان





جي ڪاتي جي ماڻهن سان ملي، ڪائن پڇيم ته سماجي ڀلائي جي ڪمن لاءِ ڪهڙو طريقو بهتر رهندو؟

## ماڻهن جي مشورن تي ڌيان ڏيو:

مشهور ڏاهي يڪ منترفل جو قول آهي ته:

”انسان کي هڪ ساڄو پير ڏنو ويو آهي ته هڪ کاٻو پير ته جيئن هو ساڄي پير سان ڪيل غلطيءَ کي کاٻي پير سان صحيح ڪري.“

پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت اسين ڪنهن کان ڄاڻ وٺون يا نه. اها ڄاڻ ڪنهن ڪنهن ذريعي يا طريقي سان اسان وٽ پهچي ٿي وڃي. اها ڄاڻ ڪنهن ساٿيءَ طرفان اسان کي زباني طور به ملي سگهي ٿي يا ڪنهن ڪاتي طرفان اماڻيل خط جي صورت ۾ به ٿي سگهي ٿو ته توهان کي پنهنجي بئنڪ طرفان خط ملي ته توهان جي قرض لاءِ ڏنل درخواست رد ٿي وئي آهي يا وري توهان کي ڪنهن اهڙي خاص موقعي بابت ڄاڻ ملي ٿي، جيڪو توهان کي پنهنجي ڪنهن قدم جي صورت ۾ ملي ٿو.

بهرحال ڪهڙي به ذريعي کان توهان کي ڄاڻ يا معلومات حاصل ٿئي، توهان لاءِ اها ڳالهه ضروري آهي ته ان تي ڌيان ڏيو غور ڪيو ۽ پوءِ ان مطابق قدم کڻو. جيڪڏهن توهان ناڪاري ۽ غير تعميري ڳالهيون ٻڌو ٿا ته انهن تي غور ڪري اهڙو ڪو قدم کڻو جيڪو توهان جي خيال ۾ صحيح هجي.

پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت ٻين ماڻهن کان صلاح مشورو وٺڻ سان گڏوگڏ پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت پنهنجي پاڻ کان به راءِ وٺو. صاف دليءَ سان ورتل راءِ توهان اڳيان آرسي ثابت ٿيندي. توهان کان وڌيڪ ڪو ٻيو بلڪل سچائي سان توهان کي ڄاڻ ڏيندو؟ تنهن ڪري پنهنجي اندر جو آواز ٻڌو ۽ پنهنجن احساسن کي پرکيو. پنهنجي جسماني چرپر جو جائزو وٺو ۽ پنهنجين سوچن ۽ فڪرن بابت به غور ڪريو.

”ڇا توهان جو ذهن ۽ جسم چوي ٿو ته آءٌ توهان جي ڪارڪردگيءَ مان خوش آهيان؟ آءٌ ان کي تمام گهڻو پسند ڪريان ٿو ۽ توهان جيڪو ڪم ڪريو پيا، اهو مون کي به پسند آهي وغيره يا وري اهو ته، ”آءٌ ڪافي فڪرمند آهيان، آءٌ جذباتي طور ٿڪجي چڪو آهيان. مون کي هي ڪم پسند ڪونهي. مون کي ته اهو ڪم پسند آهي جيڪو فلاڻو ڪري پيو.“

پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۾ پنهنجي ڪم بابت توهان کي جيڪا به ڄاڻ ملي، تنهن کي نظرانداز نه ڪريو.

## سموري معلومات صحيح ۽ فائديمند ناهي هوندي؟

ضروري ڪونهي ته ڪو هر قسم جي معلومات صحيح ۽ فائديمند هجي. توهان کي گهرجي ته توهان ان ذريعي جي ڳولا ڪريو جتان توهان کي اها معلومات ملي رهي آهي. ڪا معلومات اهڙي به هوندي آهي جيڪا واسطيدار شخص جي نفسياتي انتشار جو شاهڪار هوندي آهي.

مثال طور جيڪڏهن ڪنهن پريشاني سبب توهان جو مڙس توهان کي اهو ٻڌائي ٿو ته تون ڪا سٺي زال نه آهين ته ضروري ڪونهي ته ڪو هو صحيح هجي، پر پوءِ به جيڪڏهن توهان جو مڙس پريشانيءَ ڪري ۾ ڪاوڙيل آهي ته سندس ڪاوڙ گهٽائڻ لاءِ هن جي ڳالهه ٻڌڻ ۾ ڪو حرج ڪونهي.

## معلومات جي انداز ۽ نوعيت تي غور ڪريو:

وڌيڪ اهو ته توهان کي کپي ته معلومات ڏيندڙ جي انداز ۽ نوعيت تي به نظر رکو. جيڪڏهن ڪو شخص توهان کي چوي ٿو ته ”تون ته صفا گڏهه آهين“ اها سندس چريائپ جي نشاني آهي ته ڪيس هڪ چڱو ڀلو انسان به گڏهه ٿو لڳي، پر جيڪڏهن ٽي ماڻهو چون ٿا ته توهان گڏهه آهيو ته لڳي ٿو ته توهان بابت ڪا سازش ٿي رهي آهي، پر جيڪڏهن ڏهه ماڻهو ساڳي ڳالهه ڪن ٿا ته پوءِ سوچڻو پوندو ته ڇا ايئن آهي ته ڪو نه؟

ان مان اهو نقطو سامهون آيو ته جيڪڏهن گهڻا ماڻهو گڏجي هڪ ئي ڳالهه ڪندا هجن يا ساڳي راءِ رکندا هجن ته پوءِ سوچڻو پوندو ته ان ۾ ڪا نه ڪا سچائي ته آهي ته پوءِ توهان انهن جي ڳالهه مڃو ڇو نه ٿا؟

ڪي ماڻهو پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي حوالي سان ٻين جي ڳالهه يا صلاح ٻڌڻ پسند نه ڪندا آهن. جيڪڏهن ماڻهو کين ڪا ڳالهه ٻڌائڻ به چاهين ٿا ته هو انهن کي سختيءَ سان منع ڪري ٿا ڇڏين يا وري جيڪڏهن اها ڳالهه سندن طبيعت جي برخلاف آهي ته چڙي ٿا پون. انهن ماڻهن جي اهڙي سلوڪ سبب ڀلي کٽي سندن ڪيترو به نقصان ٿي وڃي، پر اهي ٻئي





جي ڳالهه ٻڌڻ يا صلاح مڃڻ بدران اهوئي هڪ ٽنگ تي بيهي، پنهنجي ڳالهه کي اجايو صحيح ثابت ڪرڻ جي ڪوشش پيا ڪندا. اهي ٻين جي ڳالهه ٿي نه ٻڌندا ۽ پاڻ کي ئي عقل جو اڪابر سمجهندا رهندا.

پنهنجي ڪارڪردگي بابت جيڪڏهن توهان گهرڀاتين، دوستن، ساٿين ۽ گراهڪن يا ٻين ماڻهن جي توهان بابت راءِ ٻڌندا رهو ته توهان به انهن جي ڳالهه تي ڪن ڌريو ٿي سگهي ٿو ته ان ۾ به توهان جي ڪا ڀلائي هجي.

ان تي ضرور ڌيان ڏيو ۽ اهو به ڏسو ته اهي ماڻهو اها ڳالهه ڪهڙي انداز ۾ پيا ڪن؟ هڪ فهرست ٺاهيو ۽ ان کي اڳيان رکي عملي قدم کڻڻ بابت لکندا وڃو جيڪي توهان کي صحيح رستي تي چڙهڻ ۾ مدد ڪري سگهن ٿا.

## ناڪاميءَ جي صورت ۾ ڇا ڪجي:

جڏهن توهان کي پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي حوالي سان هر طرح کان اهي خبرون ملنديون رهن ته توهان ناڪام ٿي چڪا آهيو ته توهان هيٺيون طريقو اختيار ڪري پنهنجي طرفان نهايت مناسب ردعمل ظاهر ڪري سگهو ٿا.

1) توهان اها ڳالهه مڃي وٺو ته توهان پاڻ وٽ موجود معلومات، علم ۽ صلاحيت سان بهترين ڪوششون ڪيون.
2) توهان اهو به مڃي وٺو ته توهان پنهنجي طرفان هرممڪن ڪوشش ڪئي ۽ ان جو ڪنهن حد تائين سٺو نتيجو به نڪتو پوءِ توهان آئينده به حالتن جو مقابلو ڪندا رهندؤ ۽ مايوس نه ٿيندؤ.
3) توهان پنهنجي ناڪاميءَ جي تجربي سان جيڪي ڪجهه سکيو تنهن کي هڪ پني تي لکندا وڃو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ان تي وري نظر وجهندا وڃو ته يادگيري رهي ۽ ان کي بهتر بڻائي سگهجي. پنهنجي گهرڀاتين، ۽ گڏ ڪم ڪندڙ ماڻهن کان پڇو ته هنن ان صورتحال مان ڪهڙو سبق حاصل ڪيو ۽ کانئن پڇو ته هاڻي توهان ڇا ٿا ڪري سگهو؟ ۽ ڪيئن پاڻ کي بهتر ڪري سٺي ڪارڪردگي ڏيکاري ٿا سگهو.
4) ڪاميابيءَ جي سلسلي ۾ ٻين طرفان ڏنل صلاح مشورا، ڄاڻ ۽ ڪيل تنقيد تي به سندن ٿورا مڃيو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان کي ڄاڻ ڏيندي خشڪ رويو اختيار ڪري ٿو ته ان مان لڳي ٿو ته هو پاڻ يا وري

توهان جي ردعمل ڪري هيسيل آهي. انهن جي ان سلوڪ مان ايئن نہ ٿو لڳي تہ ڪو توهان نااهل يا تيز مزاج آهيو. تہ بہ انهن کي ٽڏو ڪرڻ لاءِ هنن طرفان توهان کي ڏنل معلومات تي ڪين ساراهيو ۽ ڪين ٻڌايو تہ توهان انهن ڪان خوش آهيو. پنهنجي ناڪاميءَ جي وضاحت، پاڻ کي سچو ثابت ڪرڻ ۽ ٻين تي الزام مڙهڻ رڳو وقت جو زيان آهي. فضول قسم جي معلومات کي نظرانداز ڪري ڇڏيو.

5) جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ڪان معافي گهرڻي آهي تہ پهرين واندڪائي ۾ اهو ڪم ڪري وٺو. پنهنجي ناڪاميءَ کي خوش دليءَ سان قبول ڪريو. ان کي لڪائڻ جي ڪوشش نہ ڪريو.

6) پنهنجي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺڻ لاءِ وقت مقرر ڪريو. اها ڳالهہ ياد رکڻ ضروري آهي تہ توهان کي حاصل ٿيل ناڪامين جي مقابلي ۾ لاتعداد ڪاميابيون توهان جو انتظار ڪري رهيون آهن. توهان ڪيترين ئي غلطين باوجود ٻين ڪيترن ناڪام ماڻهن ڪان سٺو ڪم ڪيو آهي.

7) همٿ نہ هاريو جيڪي گهرياتي سنگتي ساٿي توهان سان بي لوث ۽ سچي محبت ڪن ٿا، انهن سان ڪجهہ وقت گذاريو.

8) پنهنجن مقصدن ۽ سوچ تي نئين سر ڌيان ڏيو. ناڪاميءَ جي تجربي سبب توهان جيڪو سبق حاصل ڪيو آهي، تنهن کي نظر ۾ رکي پاڻ کي اڃا وڌيڪ بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. پنهنجي منزل تي پهچڻ لاءِ ٻيهر پرعزم ٿي ڪوششون ڪريو. جيڪڏهن ضرورت محسوس ٿئي تہ ان مقصد ۾ ڪا تبديلي آڻي، ڪم ڪرڻ بابت نئين حڪمت عملي ناهيو ۽ پوءِ سندرو ٻڌي ميدان ۾ لهي پئو. پنهنجو پاڻ کي بهتر ڪريو ۽ عمل جي ميدان ۾ مڙس ماڻهو ٿي بيهي رهو.





**8**

# مرحليوار ڪاميابي حاصل ڪريو

چارلس ڪونراڊ جا هي ڏاهپ ڀريا لفظ آهن:

"توهان جي شعور ۾ اها ڳالهہ ضرور هجڻ گهرجي تہ توهان ڪيتري قدر وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا."

اهو وقت ياد رکو جڏهن توهان وڏا ٿي رهيا هئا ۽ توهان جا ماءُ پيءُ ڪجهہ مهينن ڪان پوءِ بار بار توهان جو قدم ماپيندا رهندا هئا. پنهنجي والدين جي ان رويي ۽ طرز عمل ذريعي توهان کي اهو چٽي نموني پتو پئجي ٿو وڃي تہ ماضيءَ جي حوالي سان پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ توهان ڪيڏانهن پيا وڃو. اهڙي نموني توهان ۾ اهو حوصلو پيدا ٿئي ٿو تہ ترقيءَ جي رستي ڏانهن وک وڌائڻ جي سلسلي ۾ صحيح ۽ درست طريقو اختيار ڪريو.

اهڙيءَ ريت ئي ڪامياب ماڻهو قدم قدم سان ملائي، پنهنجي ڪاميابيءَ جي رستي تي اڳتي وڌندا آهن. ايئن ئي انهن ۾ جوش ۽ ولولو وڌيو آهي ۽ جنهن ذريعي اهي پنهنجا گهربل مقصد حاصل ڪري وٺندا آهن.

غور ڪريو فطري ۽ جبلتي طور تي توهان سدائين پنهنجي ڪاميابيءَ ۾ بهتري لاءِ ڪوشش ڪندا رهندا آهيو. جيڪڏهن توهان ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ هينين چئن ڳالهين تي پنهنجو مڪمل ڌيان ڏيو تہ پوءِ اهو تصور ڪريو تہ قدم بہ قدم ڪاميابيءَ جي حاصل ڪرڻ ذريعي توهان ۾ ڪيترو حوصلو ۽ جذبو پيدا ٿيندو.

## صرف اهم مقصد ۽ منزل کي اڳيان رکو:

اسين پنهنجي شروعاتي زندگيءَ ۾ اهو سبق سکون ٿا تہ اسان کي صرف پنهنجي قيمتي ۽ اهم مقصد ۽ منزل کي ئي نظر اڳيان رکڻ گهرجي.

اسين جيترا پيرا رسي ٿپون ٿا، صرف انهن پيرن کي ئي ڳڻيون ٿا. صرف انهن موقعن کي ئي ڳڻيون ٿا، جيڪي اسان گڏ ڪيا آهن. ڇو ته ڪاميابي ئي ته اسان جو گهربل مقصد ۽ منزل هوندي آهي.

### ڪاروبار سواءِ ٻين شعبن ۾ ڪارگذاريءَ جو جائزو وٺو:

توهان کي گهرجي ته صرف ڪاروباري شعبي ۾ نه، پر دلچسپيءَ جي ٻين شعبن ۾ به پنهنجي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺو. توهان جي ذاتي زندگي هجي يا سياست جو ميدان، تعليمي مقصد هجي يا هڪٻئي سان ناتا، توهان کي قدم به قدم پنهنجي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺڻ گهرجي.

### گهريلو زندگيءَ ۾ ڪار گذاريءَ کي پرکيو:

توهان کي گهرجي ته پنهنجي گهريلو زندگيءَ ۾ به پنهنجي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺو. توهان ڏسو ته توهان ڪيترا پيرا پنهنجن گهر ڀاتين سان گڏجي ماني کاڌي آهي، ساڻن ڪچهري يا راند روند ڪئي آهي.

اصل ۾ توهان کي پنهنجي گهريلو زندگيءَ ۾ به ڪارڪردگيءَ بابت پنهنجون اوليتون مقرر ڪرڻ گهرجن. توهان پنهنجي گهرڀاتين لاءِ سٺي آمدني حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي قيمتي وقت مان گهرڀاتين لاءِ به ڪجهه وقت ڪڍو. پنهنجي گهرواريءَ کي پر ۾ ويهاري ڪائنس گهريلو مسئلا ٻڌو، انهن جي حل ۾ ڪيس مدد ڏيو. پنهنجن ٻارن کي به وقت ڏيو.

### اڄ ئي ڪاميابيءَ بابت جاچيو:

اهو فيصلو ڪري وٺي ته پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪارڪردگيءَ کي جاچڻ جو عمل اڄ کان پر هينئر کان ئي شروع ڪريو. ان ڳالهه جي به خاطري ڪريو ته زندگي جي هر شعبي مالي، پيشوراڻي، تعليم، سير ۽ تفريح، صحت ۽ تندرستيءَ، گهرڀاتين ۽ ٻين ناتن، ٻين لاءِ خدمت جي منصوبن جي حوالي سان پنهنجي ڪاميابيءَ جي جاچ ڪرڻ جو عمل اڄ کان ئي شروع ڪريو.

پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۽ ڪاميابيءَ جي سلسلي ۾ جاچ، کوجنا ۽ مطالعي مان حاصل ڪيل نتيجن کي اهڙين خاص جاين تي لڳايو جتي سڀ ڏسي سگهن.





9

## ڄمت ۽ مستقل مزاجي پنهنجايو

ايچ راس پيرٽ هي ڳالهه ڪڏي نه سنڌائتي ڪئي آهي:

”ڪيترائي ماڻهو بلڪل ان وقت همت هاري ڇڏين ٿا ويهن، جڏهن اهي ڪاميابيءَ جي بلڪل ويجها هوندا آهن. اهي ماڻهو ان وقت هار مڃيندا آهن، جڏهن ڪاميابي بس هنن جو در کڙڪائڻ واري هوندي آهي. هو راند جي آخري لمحي ۾ مقابلي تان هٿ کڻي ٿا وٺن ۽ منزل تي پهچڻ جي ويجهو ئي گوڏا کوڙي ويهي رهندا آهن.“

جيڪي ماڻهو وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪندا آهن، ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجي جي انهن جي گڏيل وصف هوندي آهي. اهي هار مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندا آهن. توهان جي ڪاميابيءَ جو امڪان اوترو ئي وڌندو رهندو آهي. توهان جو مقصد پلي ڪيترو مشڪل ئي ڇو نه هجي، توهان جيتري قدر مستقل مزاجي ۽ ثابت قدميءَ جو مظاهرو ڪندا، توهان کي اوترو ئي وڏيڪ ڪاميابي حاصل ٿيندي.

### مستقل مزاجي سولي ڪونهي:

ڪيترا پيرا توهان کي اهڙيون ڏکائيون ۽ رڪاوٽون سامهون اينديون آهن، جو توهان جي ڪا به رٿابندي ۽ اڳيرائي ڪامياب نه ٿي ٿئي. ڪيترا پيرا توهان اهڙين ڏکائين کي منهن ڏيو ٿا، جو انهن کي حل ڪرڻ ۾ پريشاني ٿئي ٿي. توهان کي ڪپي ته نوان سبق سکندي، پنهنجي ذات لاءِ نون نون رخن کي ڳولهي، مشڪل فيصلا ڪرڻ وقت حوصلو نه هاريو.

بي سي فوربيز ڪيڏي گهري ڳالهه ڪئي آهي ته:

"انساني تاريخ شاهد آهي تہ اڪثر ڪامياب ماڻهو فتح کان اڳ
سخت مشڪلاتن کي منهن ڏين ٿا. اهي ان لاءِ ڪامياب ٿي ويا
جو انهن هار کان حوصلو هارڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو."

ڪاروباري ميدان ۾ جمت ۽ مستقل مزاجيءَ جو هڪ حيرت ڏيندڙ
مثال ايڪس ايم سيٽلائيٽ ريڊيو جي سربراهہ پابيزوڪي جو آهي.

جنرل موٽرز ۽ هف اليڪٽرونڪس ۾ بہ سال سخت محنت بعد پئسا
هٿ اچڻ کان پوءِ ڪيس اميد هئي تہ سندس ادارو "ريڊيو سروس" جي لحاظ
کان سموريءَ دنيا ۾ سڀ کان مٿانهون ثابت ٿيندو پر سندس سڄو پروگرام
ان وقت هيٺ مٿي ٿي ويو جڏهن آخري وقت تي سيڙپ ڪندڙن پنهنجي
مرضيءَ جو سودو نہ ٿيڻ جي صورت ۾ سموري سيڙپ واپس وٺڻ جي ڌمڪي
ڏئي ڇڏي.

پوءِ تمام ٽڪائيندڙ ڳالهين ۽ تيز ترين پيچ ڊڪ تي ٻڌل حڪمت
عمليءَ سبب پابيزو ۽ ان جي اداري جو صدر مقرر تاريخ کان بس ٿوري دير
اڳ سيڙپ ڪندڙن کان 225 ملين ڊالرن جي سيڙپ حاصل ڪرڻ ۾
ڪامياب ٿي ويو. اڄ اهو ادارو دنيا جي سڀ کان وڏي ريڊيو سروس مهيا
ڪندڙ ادارو آهي.

## صرف هڪ قدم اڳتي ئي آهي:

مشهور جاپاني چوڻ آهي تہ: "جڏهن توهان ست ڀيرا ڪري پئو ٿا تہ
اٺين ڀيري اٿي بہ تہ وجو ٿا."

جڏهن ٽيري فاڪس جي ٽنگ ڪينسر سبب شايع ٿي وئي تہ هن
ڪينسر کان آگاهيءَ لاءِ رقم گڏ ڪرڻ لاءِ 1980ع جي "ميراٿن آف هوپ"
(Marathon of Hope) ۾ حصو ورتو. مصنوعي ٽنگ سبب آڏو ڦڏو ڊوڙڻ جي
انداز سبب پنهنجي مصنوعي ٽنگ ذريعي هن هڪ ڏينهن ۾ اٽڪل 24 ميل
فاصلو طئي ڪيو ۽ سراسري طرح روزانو 26 ميلن جو فاصلو مڪمل
ڪيائين. هن نيو فائونڊيڊ کان ٿنڊر بي، اونٽاريو ٿائين جو 3339 ڪلوميٽر
وارو فاصلو 143 ڏينهن ۾ طئي ڪيو پر پوءِ ڪيس پنهنجي اها ڊوڙ اڌ ۾ ڇڏڻي
پئي، جو ڊاڪٽرن سندس ڦڦڙن ۾ بہ ڪينسر معلوم ڪري ورتي هئي. پنجن
مهينن کان پوءِ هو هن فاني دنيا مان راهہ رباني وٺي روانو ٿي چڪو پر هو





پنهنجي پنيان هڪ مثال ڇڏي ويو. هاڻي ڪئناڊا ۾ هر سال "ٽيري ڊوڙ" ٿئي
ٿي، جنهن جي ذريعي اٽڪل ساڍا ٽي ملين ڊالر گڏ ڪيا وڃن ٿا. جن کي پوءِ
ڪينسر جي جاچ لاءِ خرچ ڪيو وڃي ٿو.

## اديب ٿيڻ جي جدوجهد جا 5 سال:

جوائس اسپائزر چواڻي تہ:

"ناڪامي توهان جي "ڪاميابيءَ" جي ڏاڪڻ آهي. تڪڙي
همت نہ هاريو توهان جا ماءُ پيءُ، مٽ مائٽ، دوست ۽ ساٿي
جيڪڏهن توهان جي حياتيءَ جو هڪ مقصد مقرر ڪن ٿا تہ
ياد رکو تہ توهان جا پنهنجا حدف ئي توهان لاءِ "حياتيءَ جو
مقصد" هجن ٿا."

جڏهن ڊيبي ميڪبمبر هڪ اديب ٿيڻ جو فيصلو ڪيو تہ هن هڪ
ٽائيپ رائيٽر مسواڙ تي ورتو ۽ ان کي پنهنجي رڌڻي جي ميز تي رکي ڇڏيو.
پوءِ سندس ٻار اسڪول هليا ويندا هئا تہ هوءَ هر صبح ان تي ٽائيپ ڪرڻ
لڳي. اٽڪل اڍائي سالن تائين ڊيبيءَ جو اهوئي معمول رهي. اها عظيم ماءُ
اديب ٿيڻ جي جدوجهد ۾ مصروف هئي ۽ مصروفيت جي هر هڪ لمحي ۾
لطف اندوز بہ ٿي رهي هئي.

هڪ رات سندس مڙس ڪيس پير ۾ ويهاري چيو "هني! مون کي افسوس
آهي تہ تون جيڪي ڪجهہ ڪري پئي، تنهن مان پاڻ کي ٽڪي جي بہ
آمدني نہ پئي ٿئي. بيٺو تون پاڻ کي ساٿو ڪري اسان کي ئي وساري ڇڏيو
آهي. تون هاڻي وڌيڪ اهو ڪم ڪرڻ بدران گهر جي ذميدارين تي وڌيڪ
ڌيان ڏي."

ان رات ڊيبيءَ جي دل ئي ٽٽي پئي، ڪيس سڄي رات ننڊ نہ آئي. هوءَ
رات جو پنهنجي بستري تي ليٽي ليٽي رڳو اونده ۾ ڇت ۽ ڀتين کي
گهوريندي رهي ۽ ايئن ٻاڪ ڦٽي وئي. ڊيبيءَ سوچيو تہ هوءَ گهر جي ذميدارين
سان گڏ ٻارن جي سار سنڀال ۽ ٻارن کي راند روند ڪرائڻ لاءِ هفتي ۾ چاليهہ
ڪلاڪ مصروف رهي ٿي ۽ ڪيس لکڻ لاءِ پورو وقت ئي نہ ٿو ملي.

جڏهن سندس مڙس ڏٺو تہ سندس گهرواري سخت پريشان آهي تہ هو بہ
سجاڳ ٿي ويو ۽ ڪائنس پڇڻ لڳو: ڪهڙو مسئلو آهي، جو توکي ننڊ ئي نہ ٿي اچي؟

ڊيبيءَ وراڻيو: ”مون کي پڪ آهي ته هڪ ڏينهن آءٌ دنيا جي هڪ وڏي ليکڪا ٿيندس ۽ آئون تي ڏيکاريندس.“

سندس مڙس اهو جواب ٻڌي ڪجهه دير چپ رهيو. پوءِ اٿي ويٺو ۽ چيائين، ”ٺيڪ آهي تون پنهنجي ڪوشش جاري رک.“

تنهن کان پوءِ ڊيبي مطمئن ٿي، پنهنجي خواب جي تعبير لاءِ ٽائيپ رائيٽر کڻي ٻيهر رڌڻي ۾ پهچي وئي ۽ وڌيڪ اڍائي سالن تائين صفحن جا صفحا لکندي وئي. ان دوران سندس ڪٽنب ۽ هن پاڻ به سخت ڏکيا ڏينهن ڏٺا.

پر 5 سالن جي محنت کان پوءِ سندس قربانيءَ آخر رنگ لاتو. ڊيبيءَ پنهنجو پهريون ڪتاب ڇپجڻ لاءِ ناشر کي ڏنو جنهن پسند ڪيو ۽ ڇپايو جيڪو نهايت ڪامياب رهيو جنهن کان پوءِ هوءَ هڪ، ٻه، ٽي، چار ته ڇا يڪا هڪ سئو ڪتاب لکي چڪي آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب تمام گهڻو وڪرو ٿيندڙ ڪتابن جي لسٽ ۾ شامل رهيا ۽ ٽن تي ته فلم به ٺهي چڪي آهي. سندس هر ڪتاب جون 60 هزار کان وڌيڪ ڪاپيون ڇپجن ٿيون ۽ سندس لکين پرستار آهن ۽ سندس مڙس وائن جنهن زال جي ڪم ۾ هٿ ونڊايو تنهن کي به ان قربانيءَ جو تمام سٺو سلو مليو.

جيڪڏهن توهان به هن وانگر بردباري ۽ مستقل مزاجي پنهنجو معمول بڻايو ته توهان به وڏي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا ۽ ناڪامي توهان جي پير ۾ اچڻ کان به هيسيل رهندي.

### پنهنجين مقصدن ۽ حدفن کي ڇڏي نه ڏيو:

ڪيلون ڪوليج چيو هو ته:

” مستقل مزاجي ۽ ارادي تي پڪو رهڻ ئي سڀ ڪجهه آهي، حوصلو ئي انسان جي سمورن مسئلن، ڏکيائين جو حل آهي.“

### هيٺين مثالن تي ويچاريو:

1) ايڊمرل رابرٽ پيري ڏکڻ قطب پهچڻ ۾ ست پيرا ناڪام رهيو پر اٺين پيري آخرڪار هو اتي پهچي ويو.

2) ناسا (NASA) خلا ۾ راڪيٽ اماڻڻ لاءِ 20 پيرا ڪوشش ڪئي، پر پوءِ آخرڪار 28 هين ڪوشش ۾ اهو راڪيٽ خلا ۾ روانو ٿي ويو.

3) آسرڪ هيمر اسٽين پنج فلمون ٺاهيون، جن مان ڪا به لڳاتار 5 هفتا





به نه هلي سگهي. پوءِ هن پنهنجي جڳ مشهور فلم ”اوڪلاهوما“ Oklahoma ٺاهي، جيڪا لڳاتار 269 هفتا هلندي رهي ۽ هن ان مان ست ملين ڊالر ڪمايا.

4) هڪ ليکڪ جي حيثيت سان ٿاوني جي پيشوراڻي زندگي، سندس جمت ۽ ثابت قدميءَ جو هڪ امتحان هئي. 13 سالن کان پوءِ هن ڇهه ڪتاب لکيا ۽ 300 ناشرن سندس ڪتاب ڇپڻ کان انڪار ڪيو پوءِ آخرڪار سندس پهريون ناول ”بيڪ روڊس“ Back Roads جنوري 2000ع ۾ شايع ٿيو. اهو ناول لڳاتار ٻه هفتا نيويارڪ ٽائيمز طرفان سڀ کان بهترين وڪرو ٿيندڙ ڪتابن جي فهرست ۾ شامل رهيو.

### ڪڏهن به هار نه مڃو:

ويٽنام جي جنگ دوران ٽيڪساس سان واسطو رکندڙ ڪمپيوٽر صنعت جي هڪ ارب پتي راس پيرٽ، ويٽنام جي جنگي قيدين کي ڪرسمس جو تحفو ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. پيرٽ هزارين تحفا موڪلڻ لاءِ تيار ڪري رکيا. هن هنوئيءَ لاءِ بوئنگ 707 جهازن جو هڪ ٻيڙو پاڙي تي ڪيو پر ان وقت اها جنگ عروج تي هئي ۽ هنوئي حڪومت سهڪار ڪرڻ کان لاچاري ڏيکاري. هن کي ڪو ٻيو طريقو به نه ٿي سُجهيو جو آمريڪا جا بمبار جهاز ويٽنام ۾ ڳوٺن جا ڳوٺ تباهه ڪري رهيا هئا. پيرٽ انهن تباهه ٿيل شهرن ۽ ڳوٺن کي ٻيهر تعمير ڪرڻ لاءِ هڪ آمريڪي اداري سان رابطو ڪيو. حڪومت اڃا به سهڪار لاءِ تيار نه هئي. ڪرسمس ويجهو اچي رهيو هو ۽ هو تحفا اڃا به موڪلي نه سگهيو پر تنهن هوندي به پيرٽ دل نه لاٿي. آخرڪار هن هڪ جهاز پاڙي تي ڪيو ۽ ماسڪو پهچي ويو. جتان سندس مددگارن ماسڪو جي مرڪزي ٽپال گهر ذريعي اهي تحفا ويٽنام موڪلڻ شروع ڪيا. ڇا توهان محسوس ڪري سگهو ٿا ته ان عظيم شخص ڪهڙي نموني ايتري وڏي ۽ شاندار ڪاميابي حاصل ڪئي.

### پڪو ارادو قائم رکو:

نارمن ونسينٽ پيلي خبردار ڪيو هو ته:

”جيڪڏهن توهان هار مڃو ٿا ته توهان جو اهو عمل جلد بازيءَ تي ٻڌل آهي.“

جيڪڏهن توهان پڪو ارادو قائم رکو تہ آخرڪار توهان هر حالت ۾ ڪامياب ٿيندؤ. مستقل مزاجي ۽ ثابت قدمي ڪاميابيءَ ڪي توهان جا قدم چمڻ تي مجبور ڪريو ڇڏي. تنهن لاءِ عزم ۽ ارادي ڪي هميشہ قائم رکو. جيڪڏهن توهان هار مڃي ونو ٿا تہ ان ڪان اڳ هزار ڀيرا سوچيو ۽ هر ڀيري اهوئي سوچيو تہ توهان جو اهو هار مڃڻ وارو عمل جلد بازيءَ وارو آهي. تنهن ڪري جلد بازيءَ ڪي پنهنجي ويجهو اچڻ نہ ڏيو ۽ آخري گهڙيءَ تائين ڪاميابيءَ لاءِ ڪوششون ڪندا رهو.

### مسئلن ۽ مشڪلاتن ڪي متبادل طريقن سان منهن ڏيو:

ميري ڪي ايش چواڻي تہ:

”هر ناڪاميءَ جي صورت ۾ هميشہ هڪ متبادل طريقو موجود هوندو آهي. توهان جو اهو فرض ۽ ذميداري آهي تہ ان ڪي ڳوليو. جڏهن بہ توهان ڪا مشڪل يا رنڊڪ سامهون اچي تہ متبادل طريقا اختيار ڪري اها رڪاوٽ پار ڪري وڃو.“

جڏهن بہ توهان ڪي ڪا رڪاوٽ ۽ ڏکيائي آڏي اچي تہ توهان ڪي گهرجي تہ ٿورو ترسو. سوچيو ۽ ٽن متبادل طريقن سان انهي رڪاوٽ ۽ ڏکيائيءَ ڪي پار ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.

ياد رکو تہ ڪنهن مشڪل يا مسئلي ڪي حل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي متبادل طريقا موجود هوندا آهن. پر اسان ڪي اهي تڏهن هٿ ايندا آهن. جڏهن اسين انهن ڪي ڳولڻ شروع ڪندا آهيون. ڪنهن بہ مشڪل يا رڪاوٽ جي صورت ۾ پاڻ ڪي گهٽو پريشان ڪرڻ بدران صبر ڪري همٿ ڪان ڪم وٺو ۽ هميشہ پراميد رهو تہ ان جو ڪو نہ ڪو حل ضرور نڪري ايندو.

برائن آدمز مشڪلاتن ۽ مسئلن بابت هڪ وزنائتي ڳالهہ ڪئي هئي تہ:

”ڏکيائيون ۽ مسئلا، ڪاميابيءَ ۽ بهتريءَ واسطي ”موقعي“ جي حيثيت رکندا آهن
ڇو اهي مسئلا ۽ ڏکيائيون تہ وڏين ڪاميابين ڏانهن پهچڻ لاءِ هڪ ڏاڪڻ جو ڪم ڏين ٿيون... جڏهن هڪ در بند ٿيندو آهي تہ ڪو ٻيو ضرور کلي پوندو آهي. اهو فطرت جو





## 10

# پنهنجو اعتماد هميشہ قائم رکو

استان ڊيلي هميشہ وڏي سوچ سوچيندو هو. سندس چوڻ آهي تہ:

”منهنجو اعتماد هميشہ ڪان قائم آهي. آءٌ پنهنجي زندگيءَ جا معمول وارا ڪم اهڙي نموني ڪندو آهيان. جيئن هر شخ منهنجي خوشحالي ۽ خوشي وڌائڻ ۾ رڌل هجي.“

پنهنجو اعتماد سدائين قائم رکو اهو سوچڻ ڇڏي ڏيو تہ هرڪو ماڻهو توهان جي خلاف آهي. توهان جي خلاف سازش ڪري رهيو آهي. پر ان بدران پنهنجي ذهن ۾ اهو خيال ۽ تصور رکو تہ هر ماڻهو توهان لاءِ خوشي ۽ ڪاميابي چاهي ٿو. ڪنهن بہ مصيبت، پريشانيءَ، رڪاوٽ ڪي ناڪاري ۽ غيرتعميري انداز سان ڏسڻ بدران اهو ڏسو تہ ان مصيبت، پريشانيءَ يا رڪاوٽ ۾ توهان لاءِ ڪهڙي قسم جي ڀلائي، بهتري ۽ سڌارو لڪل آهي، جنهن ڪري توهان جون صلاحيتون، خوبيون ۽ توانائيون ابري ظاهر ٿي سگهن ٿيون.

جيڪڏهن توهان ان ڪي لڳاتار پنهنجي لاءِ وقف ٿيل ۽ امڪانن جو خزانو سمجهندا رهندؤ ۽ سدائين اهو خيال ۽ تصور قائم ڪندا رهو تہ هيءَ دنيا توهان جي گهربل مقصدن ۽ منزل تي پهچڻ جي سلسلي ۾ توهان جي مدد لاءِ هر وقت تيار بيٺي آهي تہ پوءِ توهان محسوس ڪندؤ تہ توهان لاءِ ڪاميابي حاصل ڪرڻ ڪيترو آسان آهي!

هڪ تحقيقي جائزي ذريعي اها ڳالهہ چٽي ٿي چڪي آهي تہ جڏهن ڪامياب ماڻهو مثبت رويو اختيار ڪن ٿا ۽ روشن اميدون قائم رکن ٿا تہ پوءِ ڪين هر اها شئي ملي ٿي وڃي، جيڪا سندن ڪاميابيءَ لاءِ ضروري

آهي، پر ان جو مطلب اهو هوندوآهي ته توهان اجا وڌيڪ ڪوشش ڪري وڌيڪ ڪاميابيون حاصل ڪريو.

جيڪڏهن توهان کي ڪنهن نوڪريءَ مان جواب ملي ٿو ته پوءِ ايئن سمجهو ته توهان کي ٻئي ڪنهن هنڌ ڪنهن سٺيءَ نوڪريءَ لاءِ رستو صاف ٿي مليو آهي، جنهن ۾ پگهار ۽ سهولتون به وڌيڪ هونديون.

جيڪڏهن توهان ڪنهن موذي بيماريءَ ۾ مبتلا آهيو ته اهو نه سوچيو ته اها توهان کي اجا وڌيڪ بيمار ڪندي، پر اهو سوچيو ته ان مان صحتياب ٿي، توهان اجا وڌيڪ سال جيئرو رهڻ جي قابل ٿي ويندؤ ۽ توهان جي زندگي ايترو بهتر ۽ متوازن ٿي ويندي.

نيپولين بل چيو آهي ته:

”جا ڪڏهن توهان جي زندگيءَ ۾ اهڙو ڪو لمحو آيو جڏهن توهان سان ڪو خوفناڪ واقعو پيش آيو هجي، جيڪو پوءِ توهان لاءِ رحمت ۽ راحت جو سبب ٿيو هجي، تنهن ڪري ياد رکو ته هر برائيءَ ۾ ايتريقدر ئي چڱائي ۽ ڀلائي لکل هوندي آهي.“

## نقصان ۾ به فائدي جو راز ڳولي ڪيو:

عام طور ڪنهن به شخص سان جڏهن به ڪو خراب واقعو پيش اچي ٿو ته فطري طور تي ان خراب، خوفناڪ يا خطرناڪ واقعي ۾ توهان لاءِ ڪنهن قسم جي ڀلائي ۽ بهتريءَ جو راز لکل هوندو آهي. توهان کي گهرجي ته هميشه معاملي جو روشن رخ ذهن ۾ رکو ۽ ان جو اونداهو رخ ڏسڻ جي ڪوشش ئي نه ڪريو بلڪ ان کي وساري ڇڏيو.

هتي هر ماڻهوءَ سان سڀ ڪجهه ٿي سگهي ٿو مثال طور: هڪ شاگرد کي ڪلاس مان نيڪالي ملي سگهي ٿي. هڪ ملازم نوڪري وڃائي سگهي ٿو هڪ عورت يا مرد کي طلاق به ٿي سگهي ٿي، ڪو دوست يا ڪاروباري شخص فوت ٿي سگهي ٿو. ڪاروبار ۾ نقصان ٿي سگهي ٿو سخت ڌڪ لڳي سگهي ٿو سخت بيماريءَ جو شڪار ٿي سگهجي ٿو. پر انهن سمورين ڏکائين ۽ تڪليفن ۾ به ڪٿي نه ڪٿي سک ۽ راحمت جو





پهلو ضرور لکل هوندو آهي.

بهتر ڳالهه ته اها آهي ته توهان يڪدم پاڻ کي اهو محسوس ڪرايو ته انهن سڀني مصيبتن ۽ مشڪلاتن ۾ به توهان لاءِ ڪا چڱائي لکل آهي، تنهن ڪري توهان اهو ڏسو ته توهان ۾ ڪيتري سهپ آهي، مصيبتن ۽ ڏکيائين ۾ توهان جيترو گهڻو خير جو پهلو ڳوليندا اوترو چڱو ٿيندو.

ڊبليو ڪليمنٽ اسٽون چيو هو ته:

”جڏهن زندگي توهان کي هڪ ليمون ڏئي ٿي ته ان کي نپوڙي رس ڪيڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ ان کي پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪريو.“

## هر صورتحال ۾ موقعا ڳوليو:

جيڪڏهن توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ هر واقعي ۽ صورتحال جو هن سوال ذريعي آڏرياءُ ڪريو ٿا ته ان واقعي ۽ صورتحال ۾ ”ڪمزور امڪان ۽ موقعو“ موجودآهي ته پوءِ توهان کي هر حال ۾ ڪاميابي نصيب ٿي وڃي ٿي. ڪاميابي جا خواهشمند ماڻهو هر موقعي ۽ بحث ۾ ان اميد تي حصو وٺندا آهن ته ان ڳالهه ٻولهه يا بحث ۾ ڪا نه ڪا چڱائي لکل هوندي ۽ ڪين اها به اميد هوندي آهي ته اهي جيڪي ڪجهه ڳولين ٿا ۽ جنهن جي توقع رکن ٿا، آخرڪار اهو حاصل ڪري وٺندا.

جيڪڏهن توهان جو خيال آهي ته ڪنهن امڪان يا صورتحال ۾ اتفاق طور تي چڱائي ۽ ڀلائي موجود نه ٿي هجي. ان مان مراد آهي ته هيءَ دنيا توهان کي چئي رهي آهي ته توهان پنهنجي حياتي جي مقصد، يعني سڪڻ، اڳتي وڌڻ ۽ ڪاميابي حاصل ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏيو ته پوءِ توهان کي هر مشڪل ۽ رڪاوٽ ۾ هڪ اهڙو امڪان يا موقعو نظر ايندو، جنهن جي ذريعي توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي خواهش موجب عظيم ڪاميابي حاصل ڪري سگهندا.

پنهنجي ميز تي پيل شيشي يا ڪمپيوٽر جي مانيٽر اسڪرين تي ڪاغذ جو هڪ ننڍڙو ٽڪرو چمبڙائي ڇڏيو ۽ ان تي لکو ته هن دنيا ۾ توهان سان پيش ايندڙ هر واقعي ۾ توهان لاءِ هڪ سنو ۽ بهتر امڪان لکل

آهي تہ جيئن توهان اها ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ وساريو. ان ۾ توهان جي ترقيءَ، سڌاريءِ بهتريءَ جي علامت لڪل آهي.

توهان کي گهرجي تہ هي فقرو روزانو مسلسل ورجائيندا رهو تہ ”مون کي پڪ آهي تہ دنيا منهنجي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ سوچي رهي آهي، پر مون کي اها خبر ڪونهي تہ اها چڱائي ۽ ڀلائي ڪهڙي آهي؟“

تنهن کان پوءِ توهان امڪانن، موقعن ۽ معجزن ٽيڻ جي اميد قائم ڪري ڇڏيو.

### الله تعاليٰ اسان جي بهتري چاهي ٿو:

اها هڪ پڪي حقيقت آهي تہ خدا هميشہ پنهنجن ٻانهن جي بهتري چاهي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن شخ کي پنهنجي زندگيءَ ۾ اڻ ڳڻيون ڏکيائون ۽ رڪاوٽون پيش اچن ٿيون، سخت تڪليفن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو تہ پوءِ بہ اهو امڪان ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ خدا انهن مصيبتن ۽ تڪليفن کان پوءِ ڪيس وڌيڪ سک، چين، راحت ۽ سکون ڏيندو آهي.

جيڪو شخ بيمار ٿئي ٿو تہ اها بيماري بہ ان مريض لاءِ الله جي رحمت ثابت ٿئي ٿي جو علاج کان پوءِ ان شخ جي صحت اڳ کان وڌيڪ بهتر ٿي وڃي ٿي. جيڪڏهن ڪنهن شخ جي نوڪري ختم ٿي وڃي ٿي تہ پوءِ پڪ رکو تہ خدا ان لاءِ ڪنهن ٻئي هنڌ ضرور ڪو سنو انتظام ڪري رکيو هوندو.

تنهن ڪري اسان کي اهو پڪو ۽ مڪمل يقين رکڻ کپي تہ خدا هميشہ اسان جي بهتري چاهي ٿو.





## 11

# جيڪو چاهيو ٿا، سو ماڻيو

دنيا جي سڀ کان وڏي سائنسي دماغ البرٽ آئن اسٽائن چيو هو تہ:

” دف ۽ خيال ئي سڀ ڪجهہ آهي ۽ اهو توهان جي ايندڙ ميابين جو عڪس آهي ح ڪا.“

پنهنجي ڪاميابين جي سلسلي ۾ هڪ صاف تصور ٺاهڻ جو عمل ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ هڪ بهترين هٿيار ثابت ٿي سگهي ٿو. چاڪاڻ تہ ان وسيلي اسين ٽن وڏن رخن کان ڪاميابي حاصل ڪرڻ کي غيرمعمولي حد تائين تيز کان تيز ڪري سگهون ٿا.

1_ خواب ۽ خيال واري عمل ذريعي توهان جي پنهنجي لاشعوري ذهن جون تخليقي صلاحيتون پيدا ٿين ٿيون.

2_ خواب ۽ خيال ذريعي توهان جون صلاحيتون پيدا ۽ فعال ٿي، ذهن کي ٻاڻ ڏانهن ڇڪين ٿيون. جنهن ڪري اسين ڪاميابيءَ ڏانهن انهن امڪانن ۽ موقعن تائين پهچي سگهون ٿا.

3_ خيالن ۽ خوابن واري عمل ذريعي اهي ماڻهو، ذريعا ۽ وسيلا توهان ڏانهن ڇڪجي ٿا اچن، جن جي مدد ۽ سهڪار سان توهان ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا.

ماهرن ۽ تحقيق ڪندڙن جو چوڻ آهي تہ جڏهن توهان پنهنجي حقيقي زندگيءَ ۾ ڪو بہ ڪم ڪريو ٿا تہ توهان جو دماغ ان تي ايئن ئي عمل ڪري ٿو جيئن توهان سوچيو ٿا. جڏهن توهان صرف ڪنهن خيال يا خواب ذريعي ڪا سرگرمي ڪندي محسوس ڪريو ٿا. ٻين لفظن ۾ توهان

عملي طور ڪو ڪم ڪريو يا ان بابت سوچڻ بنا عمل ڪريو توهان جو ذهن پنهنجي حالتن ۾ سرگرم ٿي توهان جو ساٿ ڏئي ٿو.

جيڪڏهن اسين ڪا به نئين شئي ڪريون يا وري ان بابت سوچيون ته ان تي به اهو عمل لاڳو ٿئي ٿو. تازي ڪوجنا مان ظاهر ٿيو آهي ته جيڪي ماڻهو پنهنجو گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پهرين خيال ۾ خواب ذريعي ان جو خاڪو ناهين ٿا، اهي سئو سيڪڙو ڪامياب رهن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ پنهنجن خيالن ۾ خوابن کي سرگرم نه ٿا ڪن، انهن کي اڌ جيتري ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي.

عملي قدم کڻڻ کان اڳ ان بابت سوچي ڪو خاڪو ناهڻ سان ان کي عملي صورت ڏيڻ بابت جوش ۾ جذبو پيدا ٿئي ٿو. ان اصول بابت اسان کي ڪڏهن به ڪنهن اسڪول يا ڪاليج ۾ پڙهايو نه ويو هو پر 1980ع جي ڏهاڪي کان وٺي ئي راندين جا نفسياتي ماهر ۽ وڏيون وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪرڻ لاءِ طريقا سيکارڻ وارا ماهر "خيال جي طاقت" کي هڪ بهترين ۽ ڪارائتي نظرئي جي حيثيت سان ڏسي رهيا آهن ۽ ان بابت مشهوري ڪري مشورا ڏئي رهيا آهن. هن وقت سمورا بهترين رانديگر ۽ ڪامياب ماڻهو پنهنجي ڪاميابيءَ کي يقيني بڻائڻ لاءِ اهائي تخليقي قوت استعمال ڪن پيا.

## ڪارڪردگي وڌائڻ لاءِ خيالي طاقت ڪيئن ٿي ڪم ڪري؟

جڏهن توهان روزانو پنهنجي گهربل مقصد جي سلسلي ۾ خيال جي طاقت کي سرگرم ڪندا رهندا آهيو ته توهان جي لاشعور ۾ هڪ اُٿل پٿل پيدا ٿي ويندي آهي ته توهان ڪهڙي مقصد سان پنهنجي خيال جي طاقت کي استعمال ڪري رهيا آهيو ۽ اهو به ته توهان اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هن وقت ڪٿي ۽ ڪهڙيءَ سطح تي بيٺا آهيو. توهان جو لاشعوري ذهن توهان جي موجوده اصلي ۽ حقيقي حالت کي نئين ۽ ڪامياب حقيقت ۾ بدلائي، ان اُٿل پٿل ڪري ڪامياب ٿئي ٿو.

جڏهن توهان مستقل طور تي ڪو گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي خيال ۾ خوابن واري طاقت جي دروازي کي ڳوليو ٿا ته پوءِ وقت گذرڻ سان اها اُٿل پٿل اجا وڌيو وڃي ۽ پوءِ عملي طور تي ئي واقعا پيش اچن ٿا.





1) توهان جي ذهن ۾ موجود صلاحيتون سجاڳ ۽ سرگرم ٿي، انهن سمورن معاملن ۽ شين بابت ڄاڻ ۽ معلومات حاصل ڪرڻ شروع ڪريو ڏين، جيڪي توهان کي مقصد پورو ڪرڻ لاءِ گهربل آهن.

2) توهان جي لاشعوري ذهن گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ سامان مهيا ڪرڻ واسطي ڪارروائي شروع ڪري ڏئي ٿو. توهان محسوس ڪندؤ ته وهنجندي، هلندي يا گاڏي هلائيندي، توهان جي ذهن ۾ گهربل مقصدن جي سلسلي ۾ خيال پيدا پيا ٿيندا آهن.

3) توهان ۾ پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ هڪ نئون جوش ۽ ولولو پيدا ٿي وڃي ٿو. توهان محسوس ڪرڻ لڳندؤ ته غير محسوس طريقي سان اهي ڪم ڪري رهيا آهيو، جنهن جي ذريعي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي ٿي سگهي ٿي. توهان آفيس ۾ ڪو نئون ڪم ڪرڻ جي سلسلي ۾ رضاڪاراڻي نمونې تيار ٿي ٿا وڃو. پنهنجي عملي سان ملاقات ۾ ساٿن خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ لڳو ٿا، پنهنجين ضرورتن جو وقت سر ۽ ڪليو اظهار ڪريو ٿا، پنهنجي زندگيءَ جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ پئسا گڏ ڪرڻ شروع ڪري ٿا ڏيو. ڪريڊٽ ڪارڊ جو قرض پريو ٿا ۽ پنهنجي زندگي ۾ ڪاميابيءَ لاءِ هر وقت خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻ کي تيار رکو ٿا.

اچو ته اسين ان ڳالهه جو غور سان جائزو وٺون ته توهان جون صلاحيتون ڪيئن ۽ ڇو سجاڳ ۽ سرگرم ٿي عملي طور ڪم ڪرڻ شروع ڪري ٿيون ڏين. توهان جو ذهن هڪ وقت ۾ 80 لک معلوماتي ذخيرو گڏ ڪرڻ جو خزانو بڻيل آهي، جن مان ڪيترن ئي معاملن ۽ معلومات تي ته توهان ڌيان ئي نه ٿا ڏيو ۽ نه ئي توهان کي ايئن ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي. پوءِ اهو ٿو ٿئي ته توهان جي ذهن ۾ لڳل ڇاڻيءَ ذريعي غير دلچسپ ۽ غير اثرائتي معلومات ڇٽي نڪري ٿي وڃي ۽ باقي صرف اها باقي رهي ٿي، جنهن جي توهان کي ضرورت آهي، ان بابت سوچيو ۽ استعمال ڪريو ٿا يا وري اها اهڙي آهي، جو ڇاڻيءَ جي سوراخن مان نڪري نه ٿي سگهي.

پر هتي سوال ٿو پيدا ٿئي ته توهان جي دماغ کي اهو ڪيئن ٿو محسوس ٿئي ته ڪهڙي معلومات توهان جي ڪم جي آهي ۽ ڪهڙي ڪم

جي ناهي. ان سلسلي ۾ توهان جو دماغ توهان جي مقصد پوري ڪرڻ ۾ توهان جي مدد ڪري ٿو جيڪي به توهان جا خيال، خواب ۽ سوچ ويچار آهن. توهان جو دماغ انهن مان هر ان خيال ۽ نظرئي کي برقرار رکي ٿو جيڪي توهان جي مقصد سان ٺهڪي اچن ٿا.

توهان جي دماغ جي اها زبردست صلاحيت ئي توهان جو وڏو هٿيار آهي، پر اها صلاحيت صرف اهي نقش ڏسي ٿو جيڪي توهان جي خيالن ۽ خوابن مطابق هجن. توهان جو تخليقي لاشعور لفظن ذريعي نه ٿو سوچي، پر اهو صرف نقشن ۽ منظرن ذريعي سوچي ٿو ته پوءِ ڪهڙي نموني توهان جي دماغ جي اها زبردست صلاحيت توهان جي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ توهان جي مددگار ثابت ٿئي ٿي.

جڏهن توهان پنهنجي دماغ کي پنهنجن خيالن بابت چٽا رنگين ۽ خاص منظر ناهڻ جي هدايت ڪريو ٿا ته پوءِ ئي توهان جو دماغ پنهنجي عملي ڪارروائي شروع ڪري ٿو ۽ اها سموري معلومات گڏ ڪري ٿو جنهن جي ذريعي توهان جا اهي تصوراتي منظر حقيقت ۾ بدلجي وڃن. جيڪڏهن توهان پنهنجي ذهن ۾ ڏهه هزار مسئلا وجهندؤ ته هو موٽ ۾ توهان کي ان جا پنجاهه هزار حل پڌائيندو.

جيڪڏهن توهان پنهنجي خواب خيال ۾ اهو ڏسو ٿا ته توهان وٽ هڪ خوبصورت گهر آهي، هڪ نهايت خوبصورت زال توهان جي زندگيءَ جي ساٿي آهي، توهان وٽ هڪ نهايت شاندار عهدي واري نوڪري آهي، توهان پنهنجي موڪلن ۾ تمام سٺي نموني سير تفريح ڪريو ٿا ته پوءِ توهان جو ذهن به اهي شيون حاصل ڪرڻ ۾ توهان جو ساٿي ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويندو. ان جي ابتڙ جيڪڏهن توهان لڳاتار ناڪاري خيالن جي گهيري ۾ هوندؤ ته توهان کي هميشه ڊپ ۽ خدشو رهندو ايندو ۽ ذهن کي صرف بي چيني ۽ پريشانيءَ جا منظر ئي ڏسجڻ ۾ ايندا رهندا ته پوءِ اندازو لڳايو ته آخرڪار توهان کي اهوئي ملندو جيڪو توهان جي خيالن ۾ هوندو.

### آئيندي کي خيالن ۾ بندڻ جو طريقو:

مستقبل ۾ پنهنجي ڪاميابيءَ کي پنهنجن خوابن ۽ خيالن ۾ قيد ڪرڻ جو طريقو نهايت سادو ۽ سولو آهي. توهان کي صرف اهو ڪرڻو آهي





ته پنهنجون اکيون بوتي پنهنجن خوابن ۽ خيالن ۾ اهو تصور ڪرڻ شروع ڪريو ته توهان هن وقت تائين پنهنجي مقصد جي سلسلي ۾ ڇا حاصل ڪيو آهي ۽ ڇا حاصل ڪرڻ رهجي ويو آهي.

جيڪڏهن توهان جو خواب آهي ته توهان جو ڪنهن درياهه جي ڪناري خوبصورت گهر هجي ته پوءِ پنهنجيون اکيون بند ڪريو ۽ ڏسو ته توهان ان خوبصورت گهر ۾ هلي رهيا آهيو. ان سان گڏوگڏ گهر بابت هڪ هڪ تفصيل به ڄاڻي وٺو.

انهن منظرن ۽ تصويرن کي بلڪل چٽي نموني ڏسي ذهن نشين ڪريو. اهو طريقو توهان پنهنجي گهربل هر مقصد جي سلسلي ۾ اختيار ڪري سگهو ٿا، پوءِ پلي ڇونه اهو مقصد توهان جي پيشيوراڻي زندگيءَ بابت هجي، توهان جي ذاتي مالي معاملن بابت هجي، توهان جي ماڻهن سان ناتن ۽ اٿ ويهه بابت هجي.

پوءِ انهن سمورن خوابن خيالن ۾ آيل تفصيل کي ڪنهن پني تي لکڻ شروع ڪري ۽ ان جو جائزو وٺندا رهو ۽ پنهنجو پاڻ کي به يقين ڏياريو ته اهو سڀ ڪجهه توهان به حاصل ڪري سگهو ٿا ۽ پوءِ روزانو اهو پنو پڙهي پنهنجي مقصد بابت يادگيري ڪريو.

پوءِ روزانو صبح جو جاڳڻ وقت ۽ رات جو سمهڻ کان اڳ انهن مقصدن بابت لکيل پني کي وڏي واڪي پڙهو وري ورجايو پنهنجون اکيون بند ڪريو انهن منظرن کي پنهنجن خيالن ۽ تصورن ۾ قيد ڪريو.

هر مقصد کي پنهنجي ٺاهيل خواب ۽ خيال واري انداز ۾ مڪمل طور ڏسو، ان سموري عمل ۾ توهان کي ڏهه پندرهن منٽ ته لڳي ويندا، پر توهان جي عملي ڪوشش ڪندي انهن ۾ ٻن ٽن منٽن جي گهٽ واڌ به ڪري سگهو ٿا.

جڏهن توهان پنهنجن گهربل مقصدن بابت غور ڪري گيان ۽ ڌيان کان پوءِ انهن کي پنهنجي خوابن ۽ خيالن ۾ قيد ڪري وٺندؤ ته پوءِ توهان جي غور فڪر جي گهري حالت، توهان جي خيالي منظرن ۽ تصورن کي نهايت چٽو ۽ روشن ڪري ڇڏيندي.

### پنهنجن تصويرن ۾ صوتي ۽ احساساتي ڪيفيتون به شامل ڪريو:

پنهنجي منظرن ۽ تصويرن کي وڌيڪ گهرو ڪرڻ لاءِ ان ۾ صوتي اثر

بہ شامل ڪريو. يعني ايئن محسوس ڪريو تہ انهن جا ڪردار ۽ توهان هڪ ٻئي سان ڳالهائي رهيا آهيو. تنهن ڪان پوءِ انهن ۾ سنگهڻ ۽ چکڻ جي ڪيفيت ڪان سواءِ انهن تصويرن ۽ منظرن ۾ احساس بہ شامل ڪريو. توهان انهن تصويرن ۽ منظرن ڪان سواءِ ڪهڙي قسم جا آواز ٻڌڻ چاهيو ٿا، توهان ڪهڙي قسم جي خوشبوئن کي محسوس ڪرڻ چاهيو ٿا. توهان ڪهڙا ذائقا چکڻ چاهيو ٿا ۽ جيڪڏهن پنهنجي تصور ۽ خيالن ۾ گهربل مقصد حاصل ڪري چڪا آهيو تہ توهان ڪهڙي قسم جي جسماني لرزش ۽ جذبا ۽ احساس محسوس ڪرڻ چاهيو ٿا. جيڪڏهن توهان پنهنجي خيالي ۽ تصوراتي نظر سان ساحل تي ٺهيل پنهنجو گهر ڏسي رهيا آهيو تہ پوءِ پنهنجي گهر جي منظر ۽ تصويرن ۾سامونڊي لهرن جو آواز بہ شامل ڪري سگهو ٿا.جيڪي لهرائينديون جهومنديون ڪناري تائين اچن ٿيون ۽ پوءِ واپس موٽي وڃن ٿيون. توهان پنهنجن ٻارن جا آواز بہ ٻڌي سگهو ٿا، جيڪي رستي تي راند ڪري رهيا آهن.

پوءِ ان منظرن ۽ تصويرن ۾ پنهنجي گهر جي ملڪيت جي احساس سبب ٿيندڙ فخر کي بہ شامل ڪريو. پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ محسوس ٿيندڙ سڪون ۽ اطمينان کي بہ شامل ڪريوءِ اهو بہ ڏسو تہ سج جا ڪرڻا توهان جي چهري تي رنگ ۽ روشني پکيڙي رهيا آهن.

## پنهنجي تصويرن ۾ جذبن جو رنگ ڀريو:

جڏهن توهان پنهنجي گهربل مقصد جي حوالي سان پنهنجي تصويرن ۾ جذبن جو رنگ ڀريو ٿا تہ پوءِ اهي منظر ۽ تصويرون گهريون ۽ چٽيون ٿي وڃن ٿيون. جنهن سان توهان جو اهو تصور ۽ خيال، ڪاميابيءَ جي اجا ويجهو پهچي ٿو وڃي. تحقيق ڪندڙن جو چوڻ آهي تہ جڏهن انهن تصويرن ۽ منظرن ۾ جذبن جو رنگ شامل هجي تہ اهي پوءِ اجا وڌيڪ دير تائين يادداشت ۾ محفوظ رهن ٿا.

## پنهنجي تصور کي چٽي ڪرڻ لاءِ تصويرن مان مدد وٺو:

جيڪڏهن توهان پنهنجي گهربل مقصدن ۽ منزل کي پنهنجي خيال ۽ تصور ۾ چٽي نموني نہ ٿا ڏسي سگهو تہ پوءِ مختلف رسالن، اخبارن ۽





ڪتابن ۾ ڇپيل اهڙين تصويرن ۽ منظرن کي ڏسو تہ جيئن توهان جي شعور ۽ لاشعور ۾ توهان جي مقصدن ۽ منزل جو عڪس ۽ نقش وڌيڪ چٽو ٿئي، وڌيڪ عرصي تائين توهان جي ذهن ۾ رهي.

جيڪڏهن توهان هڪ شاندار ڪار حاصل ڪرڻ جي خواهش رکو ٿا تہ پوءِ پنهنجي ان خواهش واريءَ ڪار جي تصوير ڪٽي رکي ڇڏيو. جيڪڏهن توهان کي اهڙي ڪار جي ڪا تصوير نہ ٿي ملي تہ توهان پنهنجي شهر ۾ گهربل ڪار وڪڻندڙ ڊيلرن وٽ وڃي ڪئميرا ذريعي ان ڪار جي تصوير ڪڍي وٺو.

اهڙي نموني جيڪڏهن توهان پاڻ کي گهربل اهڙين شين، جن جي توهان دل ۾ خواهش رکو ٿا، تن جون تصويرون گڏ ڪري وٺو تہ پوءِ انهن کي هڪ ڪاغذ تي چمبڙايو ۽ اُهي پاڻ وٽ هڪ اهڙي هنڌ محفوظ رکو جتي توهان انهن کي آسانيءَ سان ڏسي سگهو ۽ جائزو وٺي سگهو تہ جيئن توهان مستقل طور پنهنجي خيالن کي پوءِ پلي اهي تصويرن ذريعي ئي سهي، گهرن نقشن ۾ بدلائي سگهو ٿا.

## هينئر کان ئي شروعات ڪريو:

جيڪي مقصد ۽ حدف توهان پنهنجي تصور ذريعي اڳ ۾ ئي حاصل ڪري چڪا هجو انهن کي روزاني پنهنجي تصور ۽ خيالن ۾ قيد ڪرڻ لاءِ ڪجهہ وقت مقرر ڪريو. پنهنجي مقصد کي حقيقت جو روپ ڏيڻ لاءِ اهو هڪ نهايت ئي سنو ۽ آسان طريقو آهي. ڪن نفسياتي ماهرن جو خيال آهي تہ هڪ ڪلاڪ جو تصور ۽ خيال ستن ڪلاڪن جي جسماني ڪوشش جي برابر آهي. اها هڪ وڏاءُ واري دعويٰ آهي. پر ان ذريعي اهو اهم نقطو سامهون اچي ٿو تہ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ خاص طريقن ۾ تصور ۽ خيال جو عمل هڪ بهترين طريقو آهي. يقين رکو تہ توهان اهو ڪم ڪري سگهو ٿا.

ضروري ڪونهي تہ پنهنجي مستقبل ۾ حاصل ٿيندڙ ڪاميابين کي لڳاتار هڪ ڪلاڪ تائين تصورن ۾ قيد رکو پر توهان جي ذهن کان تيرهن منٽن جي خيالي ۽ تصوراتي اڏام بہ اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

**12**

# ڊپ سان مهاڏو اٽڪايو

بابر پراڪٽر سدائين اونهو ويچاريندو هو هن هڪ دفعي چيو هو ته:

”اسين رڳو هڪ ئي طريقو اختيار ڪري سگهون ٿا يا ته پنهنجي زندگيءَ ۾ هتراڙيون هٽندا رهون، يا وري اها اميد رکون ته اسان کي نهايت پرسڪون موت نصيب ٿيندو يا وري اسين هڪ اهڙي پرپور ۽ مڪمل حياتي گذاريون، جنهن ۾اسان جا مقصد، حدف ۽ خواب حقيقت ۾ بدلجي وڃن.“

ڪيون ساريو وڏو دانشور هو هڪ ميڙ ۾ هن هي يادگار جملا چيا هئا ته:

”مون کي ڊپ وڪوڙي ويو آهي، پر مون کي جنهن شئي جو خوف وڪوڙي ورتو آهي، آءٌ ان تي ڌيان ئي نه ٿو ڌيان، پر ان کي منهن ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ چوندس: ”مون کي ڪهڙي شئي مان ڊپ يا خوف آهي؟“ آءٌ يقين سان چئي سگهان ٿو ته هڪ سراسر ڪامياب انسان توهان کي اهو ٻڌائي سگهي ٿو ته ان کي ڪاميابين جي پيٽ ۾ ناڪامين کي وڏيڪ منهن ڏيڻو پوي ٿو. توهان کي گهرجي ته توهان ناڪاميءَ، خوف ۽ خطرن سان مهاڏو ڏئي هرحال ۾ ڪاميابي حاصل ڪريو.“

جڏهن توهان پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪاميابيءَ جي سفر تي روانا ٿيو ٿا ته رستي ۾ توهان کي مختلف قسم جي خوفن ۽ خطرن کي به منهن ڏيڻو پوي ٿو. حقيقت ته اها آهي ته خوف هڪ قدرتي ۽ فطري شئي آهي. جڏهن به توهان ڪو نئون قدم کڻو ٿا، نئون منصوبو شروع ڪريو ٿا يا اهڙين حالتن ۾ ڦاسي ٿا وڃو جيڪي توهان کي پريشان ڪن ٿيون ته پوءِ توهان کي ڊپ وڪوڙي وڃي ٿو.





بدقسمتيءَ جي ڳالهه ته اها آهي ته انهيءَ خوف سبب ڪي ماڻهو ته پنهنجين ڪوششن کي سطحي انجام تائين به نه ٿا پهچائين ۽ پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش موجب ڪاميابي حاصل نه ٿا ڪري سگهن. ان جي ابتڙ ڪامياب ماڻهو پنهنجي ڪاميابيءَ جي رستي ۾ آڏو ايندڙ خطرن، ڊپ ۽ خدشن کي نهايت هوشياري ۽ رٿابنديءَ سان منهن ڏين ٿا ۽ پنهنجي مرضيءَ موجب نتيجا حاصل ڪري ڪاميابي حاصل ڪن ٿا.

ڪين خبر آهي ته خوف هڪ اهڙي شئي آهي جيڪا ڪاميابيءَ جي رستي ۾ هلڻ وقت اچڻ هڪ فطري حقيقت آهي، جنهن کي مڃڻ کان سواءِ گذارو ڪونهي. ڪين ان حقيقت جي ڄاڻ ٿي وڃي ٿي ته خوف سان مقابلو ڪري ئي وڌ ۾ وڌ ڪاميابي حاصل ڪري سگهجي ٿي.

### اسين ايترا ڊنل ڇو آهيون؟

لکين سال اڳ ڊپ جي صورت ۾ اسان جو بدن ۽ ذهن اسان کي اهو پيغام ڏيندو هو ته هاڻي خير ڪونهي. اهو اسان کي امڪاني خطري کان اڳواٽ واقف ڪري ٿو ڇڏي. بدقسمتيءَ سان اهو پيغام ان زماني ۾ ڪارائتو هو جڏهن اسان جي جان کي ڪو هڪڙو امڪاني خطرو هوندو هو پر اڄ ڪيترائي خطرا اسان جي جان کي نقصان نه ٿا پهچائين.

اڄ اهو ڊپ ان خبردار ڪندڙ پيغام کان به وڌيڪ چتاءَ جي حيثيت رکي ٿو جيڪو اسان کي خبردار ڪري ٿو ته اسان کي لازمي طور تي هوشيار ۽ محتاط رهڻ کپي. پنهنجي ڪاميابيءَ جي رستي ڏانهن ويندي اسان کي ڪيترائي خطرا سامهون اچي سگهن ٿا، پر اسين پوءِ به ڪنهن نه ڪنهن نموني ڪاميابيءَ ڏانهن وک وڌائيندا ٿا رهون.

ٻن سالن جي هڪ ٻار بابت سوچيو جيڪو صرف ڊپ سبب توهان سان گڏ ٻاهر شئي وٺڻ نه ٿو وڃي. توهان کي کپي ته پنهنجي زندگيءَ ۾ وڌ ۾ وڌ ڪاميابيءَ واسطي پاڻ سان اهڙي ٻن سالن جي ٻار جهڙو سلوڪ نه ڪريو. ڊپ ڪا ايتري خطرناڪ شئي ڪونهي. ٻين لفظن ۾ اهو مڃي وٺو ته جيتوڻيڪ ڊپ توهان جي رستي ۾ موجود آهي پر تنهن هوندي به توهان ان کي پنهنجي ڪاميابيءَ جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجڻ نه ڏيو.

## ڊپ لاءِ پاڻ کي تيار رکو:

ڪي ماڻهو ڊپ جي پريشاني ڪندڙ احساس کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش باوجود ڪامياب نہ ٿا ٿين. جو اهي ذهني طور تي اندر ئي اندر هيسيل ئي هجن ٿا. جيڪڏهن توهان بہ ڪنهن اهڙي شخص جهڙا آهيو تہ پوءِ توهان هڪ وڏي خطري کي منهن ڏئي رهيا آهيو جنهن ڪري توهان پنهنجي ڳهربل مقصد ۾ ڪامياب ٿيندي نظر نہ ٿا اچو.

ڪڏهن ڪڏهن ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ خطري کي منهن ڏيڻو ئي پوندو آهي ۽ اسين ڪڏهن تہ اهڙي خطري کي بہ منهن ڏئي ويندا آهيون، جيڪو پوءِ اسان کي اجايو لڳندو آهي.

ماڻهن کي سيڙپ ۾ نقصان ٿئي ٿو ماڻهو ڪاميابي حاصل ڪرڻ جا طريقا ئي وساري ٿا ڇڏين. ماڻهو جبلن کان هيٺ ڪري سگهن ٿا. پر پوءِ بہ هڪ پراڻي چوڻي اسان کي اهو سبق سيکاري ٿي تہ ”جيستائين توهان عملي قدم نہ کڻندؤ هرگز ڪامياب نہ ٿيندؤ“.

## فرضي حالتون حقيقي لڳڻ ٿيون:

ڊپ جو هڪ ٻيو اهم رخ بہ ياد رکڻ جهڙو آهي تہ انسان جي حيثيت سان اسين پاڻ کي هڪ اهڙي هنڌ پهچائي ٿا ڇڏيون، جتي اسان جا سمورا ڊپ اسان جا پنهنجا گهڙيل هوندا آهن. ڪنهن ڪم ڪرڻ وقت اسين پاڻهي ناڪاري نتيجن جو تصور ڪري وٺندا آهيون. خوشقسمتيءَ سان هڪ پاسي تہ اسين خيالن جي دنيا ۾ رهون ٿا ۽ ٻين اهم خطرن ۽ خدشن کي منهن ڏئي انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري اصل حقيقت کان واقف ٿي پنهنجي لاءِ اطمينان ۽ سڪون جي ڪيفيت ۾ هليا ٿا وڃون. اسين نهايت سمجهداريءَ ۽ عقل جو مظاهرو ڪرڻ جا پابند آهيون. نفسياتي ماهرن موجب خوف مان مراد اها آهي تہ:

”فرضي حالتون حقيقي معلوم ٿيڻ لڳن ٿيون.“

اسين پنهنجي زندگيءَ ۾ ڊپ کي ڪيئن ٿا داخل ٿيڻ جو موقعو ڏيون. ان عمل کي صحيح نموني سمجهڻ لاءِ اهڙين سمورين شين جي فهرست تيار ڪريو جن کان توهان کي ڊپ ٿو لڳي. ان فهرست ۾ ان ڳالهہ جو خيال رکو تہ اهي شيون شامل نہ ڪريو جن کان توهان کي ڊپ تہ لڳي ٿو پر اُهي عملي





قدم لاءِ سهڪاري نہ آهن. مثال طور ڪا ڪاني، ڪو پکو يا اهڙي ڪا ٻي شيءِ اهي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي بيئل شيون آهن. توهان اهڙين شين جي فهرست ناهيو جن کي ڪرڻ سان توهان کي ڊپ محسوس ٿئي ٿو. مثال طور توهان کي هڪ ماڪڙ پڪڙڻ وقت ڊپ لڳندو آهي يا توهان کي اهو ڊپ لڳندو آهي تہ ڪو نانگ چڪ نہ پائي يا موٽرسائيڪل يا ڪار جي ٽڪر سبب ڪو حادثو نہ ٿي پوي وغيره. هيٺيان ڪم ڪندي ڊپ محسوس ڪندو آهي:

1۔ پنهنجي آفيسر سان پگهار وڌائڻ جي ڳالهہ ڪندي.
2۔ پنهنجي گرل فرينڊ سان ملاقات ۽ تاريخ بابت ڳالهہ ڪندي.
3۔ تيراڪي ڪندي.
4۔ پنهنجي ٻارن کي گهر ۾ نوڪر يا نوڪرياڻي وٽ اڪيلو ڇڏيندي.
5۔ نوڪري وڃائڻ جو ڊپ محسوس ڪندي.
6۔ آفيس جي ڪم سان ٻاهر ويندي.
7۔ ڪنهن نئين ڪم بابت دوستن سان مشورو ڪرڻ وقت.
8۔ پنهنجي ذميدارين مان ڪا هڪ پنهنجي ماتحت حوالي ڪندي.

## هاڻي هيڏانهن اچو:

پنهنجي هر خوف کي هيٺين طريقي سان ظاهر ڪريو:

1) ”آءٌ چاهيان ٿو تہ هيئن ڪريان، پر مون کي هن ڳالهہ کان ڊپ ٿو لڳي.“
2) ”آءٌ اهو خيال ڪري ئي ڊپ ٿو محسوس ڪريان تہ...“
3) ”آءٌ هيئن ڪريان، پر مون کي ڊپ ٿو لڳي تہ...“

انهن ٽنهي جملن ۾ جيڪو اهم لفظ آهي، اهو تصوراتي خوف آهي تہ جيڪڏهن هيئن ٿي وڃي يا هوئن ٿي وڃي تہ ڇا ٿيندو؟

اصل حقيقت اها آهي تہ جڏهن اسين پنهنجي مستقبل بابت ڪنهن ناڪاري تصور جو سوچيون ٿا تہ اسان ان جي ڪنهن نتيجي اچڻ يا ردعمل ٿيڻ کان اڳ ئي پاڻهي ان بابت نتيجا قائم ڪري ڏجي ٿا وڃون.

مٿين ڳالهين ۾ جن ڳالهين کان اسان کي ڊپ ٿو لڳي، انهن جو ذڪر اسين هڪ نئين ۽ مختلف انداز ۾ ڪريون ٿا.

## سوال ساڳيا ۽ ورجاءُ مختلف:

1ـ آءُ پنهنجي آفيسر سان پگهار وڌائڻ لاءِ ڳالهائڻ چاهيان ٿو پر مون کي اهو سوچي ڊپ ٿو ٿئي ته متان هو انڪار ڪندي چڙبون نه ڏئي.

2ـ آءُ پنهنجي گرل فرينڊ سان ملاقات جو وقت ۽ تاريخ طئي ڪرڻ چاهيان ٿو پر مون کي خوف ٿو ٿئي ته متان هوءَ جواب نه ڏئي.

3ـ آءُ سمنڊ ۾ ترڻ ته چاهيان ٿو پر مون کي اهو سوچي ڊپ ٿو ٿوئي ته ڪٿي منهنجو آڪسيجن ماسڪ خراب نه ٿي وڃي، جنهن ڪري آءُ ٻڏي نه پوان.

4ـ آءُ پنهنجي ٻارن کي گهر ۾ نوڪرن وٽ اڪيلو ڇڏڻ ته چاهيان ٿو پر متان انهن جي بي ڌيانيءَ سبب ٻارن کي ڪو حادثو يا پريشاني نه ٿي پوي.

5ـ آءُ موجوده نوڪري ڇڏي ٻي ڪا سٺي نوڪري ڪرڻ ٿو چاهيان پر گڏوگڏ اهو به سوچي ڊپ ٿو لڳي ته هيءَ نوڪري ڇڏڻ کان پوءِ ٻي سٺي نوڪري نه به ملي ۽ هيءَ به ڇڏي ڏنم ته پوءِ ڇا ٿيندو.

6ـ آءُ پنهنجي ڪاروباري معاملن بابت دوستن سان مشورا ڪرڻ چاهيان ٿو پر ڪٿي اهي صحيح صلاح نه ڏين ته پوءِ اجايو پريشانيءَ ۽ شرمندگيءَ کي منهن ڏيڻو پوندو.

هاڻي توهان پنهنجو جائزو وٺو ۽ اندازو لڳايو ته ڪٿي توهان جو اهو خوف پنهنجو پاڻ اجايو ته پيدا ڪيل ڪونهي؟

## ڊپ کان ڇوٽڪارو ڪيئن ملندو؟

پنهنجي انهيءَ ڊپ کان عملي طور تي ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جو هڪ طريقو اهو آهي ته توهان پنهنجو پاڻ کان پڇو ته توهان کي ڪهڙي ڳالهه يا شيءِ جو خيال ڪري ڊپ ٿو ٿئي. پوءِ اهڙين ڳالهين بدران سٺيون ڳالهيون سوچڻ شروع ڪريو.

تازو مون کي هوائي جهاز ذريعي آئرلينڊ وڃڻ جو اتفاق ٿيو. مون ڏٺو ته منهنجي اڳيان ويٺل هڪ عورت ڊپ ۾ سيٽ جي ٻانهن کي اهڙيءَ سختيءَ سان پڪڙيون ويٺي هئي، جو سندس آڱرين جا پور ئي اڇا ٿي ويا هئا. منهن هيڊو ٿي ويو هو ۽ هوءَ سخت پريشان لڳي رهي هئي.

آءُ وٽس پهتس ۽ پنهنجو تعارف ڪرائيندي چيومانس ته، آءُ مختلف مسئلن جي سلسلي ۾ ماڻهن کي سکيا ڏيندو آهيان.



ڪاميابيءَ جا سونهري اصول

مون ڪائنس پڇيو ته، هوءَ پنهنجي سيٽ کي ايترو سختيءَ سان ڇو پڪڙيو ويٺي آهي؟ هن "ها" ۾ جواب ڏنو. مون کيس چيو ته "هوءَ فڪر نه ڪري پر ڪجهه دير لاءِ پنهنجون اکيون ٻوٽي، اهو سوچي ته کيس ڇا جي ڪري اهو ڊپ پيو لڳي.

هن اکيون بند ڪيون ۽ منهنجي پڇڻ تي جواب ڏيڻ لڳي ته مون کي ايئن ٿو لڳي ته هي جهاز اڏامڻ شرط ڪري تباهه ٿي ويندو. مون وري ڪائنس پڇيو "تون آئرلينڊ ڇو پئي وڃين؟"

هن جواب ڏنو ته آءُ پنهنجن پوٽن پوٽين وٽ موڪلون ملهائڻ وڃي رهي آهيان.

مون کيس چيو: اها ته سٺي ڳالهه آهي، اتي توکي سڀ کان وڌيڪ ڪهڙي شيءِ وڻي ٿي. هن چيو ته اتي مون کي "ننڍڙي پنڪڙي دنيا" نالي جهولو وڻي ٿو.

مون کيس چيو ته، ڇا تون هينئر تصور ڪري سگهين ٿي ته تون هن وقت ڊزني لينڊ ۾ آهين ۽ پنهنجن پوٽن پوٽين سان جهولن ۾ لڏي رهي آهين. هن چيو: ها، مون کيس چيو ته، پوءِ ڊپ ڇا جو؟ بلڪل بي فڪر ٿي ويهه. پاڻ جلد آئرلينڊ پهچڻ وارا آهيون.

مون ڏٺو ته هوءَ آهستي آهستي سڪون محسوس ڪرڻ لڳي. سندس زور سان سيٽ کي پڪڙيل هٿ ڍرا ٿيڻ لڳا ۽ پوءِ هوءَ جلد ئي سيٽ کي ٽيڪ لڳائي آرام سان ويهي رهي.

توهان به پنهنجي تصوراتي خوف کي ختم ڪرڻ لاءِ اها ٽَل استعمال ڪري پرسڪون رهي سگهو ٿا.

## جسماني هيجان مان نجات ماڻيو:

ڊپ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جو هڪ ٻيو طريقو اهو آهي ته توهان پنهنجو سمورو ڌيان ان هيجان ڏانهن ڏيو جيڪو هن وقت توهان محسوس ڪري رهيا هجو. ٿي سگهي ٿو ته توهان کي ڊپ لڳڻ سبب توهان جو بدن ڏڪي رهيو هجي، تنهن کان پوءِ جنهن شيءِ کان توهان کي ڊپ محسوس ٿي رهيو آهي، تنهن کان خيال هٽائي ڪنهن ٻئي سٺي خيال کي ذهن ۾ آڻيو. مثال طور پاڻ ۾ حوصلو پيدا ڪرڻ بابت ڪا ڳالهه. خود اعتماديءَ وارو ڪو

ڪارنامو ڪنهن سٺي موقعي جي ياد وغيره.

انهن ٻنهي يعني ڊپ ۽ سڪون وارن خيالن کي پنهنجي دماغ ۾ محسوس ڪريو ۽ تن منٽن کان پوءِ ڊپ لهي ويندو ۽ توهان اطمينان ۽ سڪون محسوس ڪرڻ لڳندا.

## ڊپ ترڻ وارو وقت ياد ڪريو:

ڇا توهان کي اها خبر آهي تہ درياهہ ۾ ترڻ لاءِ تختي تان ڪيئن ٽپو ڏبو آهي؟

تہ پوءِ توهان کي پڪ سان اهو وقت بہ ياد هوندو. جڏهن توهان ان تختي جي ڪناري تي بيهي هيٺ جهاتي پاتي هوندي.

پاڻي ايترو گهرو نہ هو جيترو ڏيکاءُ ڏئي رهيو هو ۽ پوءِ تختي ۽ پنهنجي اکين جي اوچائي کي ڏسندي ڏسندي توهان کي ايئن لڳو تہ تختي کان هيٺ تائين جو فيصلو ڪافي گهڻو آهي. توهان کي تمام گهڻو ڊپ لڳي رهيو هو ۽ توهان پنهنجي والدين ۽ تيراڪي سيکاريندڙ ڏانهن ڏٺو هو ۽ ڪين ٻڌايو هو تہ توهان کي هيٺ ٽپو ڏيندي ڊپ پيو لڳي.

پوءِ انهن توهان کي دم دلاسو ڏنو هوندو. توهان کي پڪ ڏياري هوندي تہ ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. اسين جو هتي بيٺا آهيون. هنن توهان کي همٿايو هوندو. پوءِ توهان بہ هنن جي ڳالهين ۾ اچي ڊپ واري ڳالهہ ذهن مان ڪڍي، ان تختي تان ٽپو ڏنو هوندو. پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويءُ.

پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏيڻ کان پوءِ ڪجهہ نہ ٿيڻ تي توهان ڪافي خوشي محسوس ڪئي هوندي. توهان جا ماءُ پيءُ ۽ دوست يار بہ اڳتي وڌي توهان وٽ پهتا هوندا. توهان بہ خوشيءَ ۾ تري ڪناري تي پهتا هوندا تہ توهان ڪيترو نہ خوشي محسوس ڪئي هوندي. توهان اهو وقت ياد ڪيو هوندو. جڏهن توهان ڊپ محسوس ٿيڻ باوجود ٽپو ڏنو هوندو پر ڪجهہ بہ نہ ٿيو پوءِ تہ توهان جو ڊپ اصل لهي ويو ۽ توهان بار بار تختي تي چڙهي ٽپ ڏيڻ شروع ڪيا هوندا. پوءِ ڊپ تہ لهي ويو مورڳوئي توهان کي ان ڪم ۾ مزو اچڻ لڳو.

## ٿوري خطري کي منهن ڏيو:

جيڪڏهن توهان ڪنهن وڏي خطري کي منهن ڏيڻ ۾ ڏڄو ٿا تہ پوءِ ڪنهن گهٽ ۾ گهٽ خطري کي منهن ڏيڻ جي ڪوشش ڪريو. ايئن





آهستي آهستي توهان کي خطرن کي منهن ڏيڻ اچي ويندو.

جيڪڏهن توهان ڪنهن ڊپ سبب ڪنهن ڪم ۾ هٿ نہ ٿا وجهڻ چاهيو تہ پوءِ ان ڊپ جي سطح يا شدت کي گهٽايو. پنهنجين صلاحيتن کان ڪم وٺو ۽ پنهنجي لاءِ اهي حدف ۽ مقصد مقرر ڪريو جن کي توهان گهٽ مشڪل سمجهي منهن ڏيڻ جي همٿ ساريو.

جيڪڏهن توهان ڪنهن سيلز ڊپارٽمينٽ ۾ ڪم ڪريو ٿا تہ پهرين پنهنجن انهن گراهڪن سان ملو جن بابت توهان کي خيال آهي تہ توهان پنهنجون شيون ڪين آسانيءَ سان وڪڻي سگهو ٿا.

جيڪڏهن توهان کي پنهنجي ڪاروبار لاءِ اوڌر جي ضرورت آهي تہ انهن ادارن سان رابطا ڪريو جيڪي توهان کي اوڌر ڏيڻ کان انڪار نہ ڪن. جيڪڏهن توهان راند کيڏڻ چاهيو ٿا تہ پهرين اها راند کيڏڻ جا طور طريقا ۽ گر سکو. ان سان توهان کي راند کيڏڻ ۾ آساني ٿيندي ۽ آهستي آهستي توهان ان ۾ ماهر ٿي ويندؤ ۽ ايئن ڪاميابي جي رستي ۾ ايندڙ خطرن سان مقابلو ڪندؤ منهن ڏيندي آخر توهان پنهنجي منزل ۽ مقصد تائين پهچي ويندؤ.

## ڪنهن شيءِ جو خوف!

ڪي خوف ايترا تہ شديد هوندا آهن. جو اهي توهان کي معذور ڪري ڇڏيندا آهن. جيڪڏهن واقعي توهان کي هر شيءِ مان ڊپ لڳي ٿو.

هوائي جهاز ۾ ويهڻ سان ڊپ لڳي ٿو بجلي تي هلندڙ ڏاڪڻ يا لفٽ ۾ چڙهڻ کان ڊپ لڳي ٿو تہ توهان ڪڏهن بہ ڪاميابيءَ جي واٽ تي هلي نہ سگهندؤ پر خوشقسمتيءَ سان ان مسئلي جو بہ حل موجود آهي ۽ ان سادي حل جو نالو آهي: "پنجن منٽن ۾ ڊپ جو علاج" اهو هڪ جادوئي علاج آهي. ان علاج ذريعي توهان جي جسم جي انهن حصن کي دٻايو وڃي ٿو يا هلڪو زور ڏنو وڃي ٿو جيڪي ان ڊپ جو اثر جلد قبول ڪن ٿا.

## ڊوڙ پايو:

جيليوم اپالونائر چيو آهي تہ:

هِنَ چيو: "هن ڪناري تي هليو اچ."

هُنَ چيو: "مون کي ڊپ ٿو لڳي."

هِنَ وري چيو: ”تون اچ تہ سهي، ڪجهہ نہ ٿيندو.“

پوءِ هو ڊڄندو ڊڄندو ڪناري تي آيو تہ ٻئي ڏکوڪٽي ڏنس ۽ هاڻي هو آسانيءَ سان اڏامي سگهي ٿو.“

سمورن ڪامياب ماڻهن کي خطرن کي منهن ڏيندي خوشي محسوس ٿيندي آهي. جيڪڏهن ڪين ڊپ بہ ٿيندو آهي تہ بہ هو ڪاميابيءَ لاءِ هڪ پيرو تہ ضرور ڊوڙندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن تہ سندن ڊپ وڏي بہ وڃي ٿو پر ان کان وڌيڪ ڪين اهو ڊپ ۽ فڪر اچي وراڻيندو آهي تہ جيڪڏهن مون هن پيري موقعي مان فائدو نہ ورتو تہ پوءِ ڪاميابي هٿن مان نڪري ويندي. هو پنهنجي سوچ ۽ جبلت تي يقين ڪن ٿا ۽ ڪاميابيءَ جي پهرين مرحلي ڏانهن وڌڻ جي ڪڏ لڳي ٿا پون.

فريڊرڪ ول ڪاڪس ڪيڏي عقلمنديءَ واري ڳالهہ ڪئي آهي تہ:

”خطري کي منهن ڏيڻ کان سواءِ ڪاميابي ممڪن ڪونهي، چور دروازي وسيلي ماڻهو ڪامياب ٿي نہ ٿو سگهي.“

### ڏکيائيءَ ۾ بہ محنت نہ ڇڏيو:

جمي جانسن چيو هو تہ:

”ڇا توهان آرامده حياتي گذارڻ چاهيو ٿا؟ يا توهان خطري کي منهن ڏئي هڪ وڏي ۽ شاندار زندگي گذارڻ چاهيو ٿا؟“

اهو هڪ سونهري اصول آهي تہ ڪهڙيون بہ حالتون هجن، خطري کي منهن ڏيڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ ڪاميابيءَ ڏانهن وڌڻ جو موقعو هٿان نہ وڃايو. جيڪڏهن توهان هڪ محفوظ ۽ آرامده زندگي گذارڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ توهان ڪڏهن بہ ترقي ڪري نہ سگهندؤ ۽ نہ ئي عظيم مقصد ۽ حدف حاصل ڪري سگهندؤ. پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش موجب حياتي گذارڻ لاءِ شاندار ڪاميابي حاصل ڪريو.

ري بريڊ بري پنهنجي مشاهدي جي بنياد تي چيو هو تہ:

”جيڪڏهن توهان ڪاميابيءَ لاءِ خطري کي منهن ڏيندؤ تہ پڪ ڄاڻو ڪامياب ٿيندؤ ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي سهاري جي آسري ۾ هوندؤ تہ ناڪام رهندؤ.“





# 13

# پڇو، ڳُهرو ۽ ماڻيو

پرسي راس داناءُ جا ويچار ونديندي چيو آهي تہ:

”توهان کي ڪپي تہ پڇو ڳهرو ۽ حاصل ڪريو. اهو ڪاميابي ۽ خوشيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ کان زبردست ۽ شاندار طريقو آهي، پر گهڻو ڪري ان کي نظرانداز ڪيو وڃي ٿو.“

تاريخ انهن شاندار ۽ حيرت ۾ وجهندڙ مثالن سان ڀريل آهي، جڏهن ماڻهن صرف ڳهرڻ ۽ سوال ڪرڻ سان اڻ کٽ ۽ وڏ ۾ وڏ فائدا حاصل ڪيا. اهو طريقو اهڙو آهي جيڪو ڪاميابيءَ جي بهترين اصولن ۾ ڳڻيو ويندو آهي، پر گهڻا ماڻهو اڃا تائين ان کي ڏکيو سمجهن ٿا.

### پڇا ۽ ڳهر کان ڊپ ڇو؟

ماڻهو پڇڻ، سوال ڪرڻ ۽ ڳهرڻ کان صرف ان ڪري لنوائين ٿا تہ ڪٿي ٻيا ماڻهو کين بيوقوف، ضروتمند ۽ ڦورو نہ سمجهن. ماڻهو ان ڪري بہ سوال ڪرڻ، پڇڻ ۽ ڳهرڻ کان گهبرائين ٿا تہ ڪٿي سندن سوال رد نہ ڪيو وڃي.

افسوس جي ڳالهہ تہ اها آهي تہ اهي انڪار ٻڌڻ کان اڳ ئي پاڻ کي انڪار جو مستحق سمجهي ٿا وٺن. اهي ٻين طرفان سندن سوال رد ٿيڻ يا انڪار کان اڳ ئي پنهنجو پاڻ سوچي، پاڻ کي گهٽ يا رد ڪري ٿا ڇڏين. اهو ڪڏهن بہ نہ سوچيو تہ توهان کي هر هنڌان صرف انڪار ئي پلئہ پوندو. پنهنجي ضرورت ۽ خواهش موجب پڇڻ، ڳهرڻ يا سوال ڪرڻ جو خطرو تہ ڪٽڻو ئي پوندو. جيڪڏهن پوءِ بہ انڪار ٿئي ٿو تہ پوءِ بہ توهان جي حالت اهائي رهندي جيڪا انڪار کان اڳ هئي.

## سوال ڪيئن ڪجي؟

پنهنجي پنهنجي مقصد يا منزل ماڻڻ لاءِ ٻين کان سوال ڪرڻ، گهرڻ ۽ پڇڻ جو عمل به هنر جي حيثيت رکي ٿو. مثال طور:

1) ايئن پڇو جڻ توهان کي ”ها“ ۾ جواب ملڻ جي اميد هجي.
2) اهو سوچي سوال ڪريو ته اهو سوال توهان جي ضرورت جي پورائي ڪري سگهي ٿو.
3) سوال ئي اهڙي ماڻهو کان ڪريو جيڪو توهان کي موٽ ۾ ڏيڻ جو اهل هجي.
4) گهڙي گهڙيءَ، گهرو، پڇندا رهو ۽ سوال ڪرڻ ۾ ڪنجوسي نه ڪريو.





## حصو ٻيو

# ڪاميابيءَ جي اصولن تي عمل ڪريو

وليم جيمز ڪيڏي گهرائپ واري ڳالهه ڪئي آهي ته:

”انساني نسل ۾ اها ڄاڻ هڪ وڏي انقلاب جي حيثيت رکي ٿي ته، انسان پنهنجي ذهن جي اندروني ڪيفيتن ۾ تبديلين ذريعي پنهنجي زندگيءَ جي ٻاهرين ڪيفيتن ۽ رُخن کي بدلائي سگهي ٿو.“

# 14

# تعميري ماضيءَ مان فائدو ماڻيو

گرينڊ ماموسس پنهنجي ماضيءَ بابت ٻڌايو تہ:

”آءُ پنهنجي گذريل زندگيءَ کي ايئن سمجهان ٿو تہ جيئن مون هڪ تمام سٺو ڏينهن گذاريو هجي ۽ منهنجي لاءِ سڪون ۽ اطمينان ڏيندڙ هجي.“

عام طور اسان جي معاشري ۾ ماڻهو ڪاميابين جي ڀيٽ ۾ ناڪامين کي وڌيڪ ياد رکندا آهن. انهن جو اهو رويو انهن جي مائٽن طرفان مثبت صحيح نموني ڌيان نہ ڏيڻ سبب پيدا ٿئي ٿو. ٻيو اهو بہ تہ تعليمي ادارن ۾ استادن ۽ ٻين وڏن ۽ قابل احترام شخصيتن طرفان ڪين نظرانداز ڪرڻ سبب بہ اهي اڪيلائپ ۽ نفسياتي مونجهارن جو شڪار ٿي ٿا وڃن.

ننڍپڻ ۾ توهان جا ماءُ پيءُ توهان کي راند ڪرڻ دوران اڪيلو ڇڏي، پاڻ گهر اندر يا پري هليا ويندا هئا يا وري توهان ڪڏهن گهڻو گوڙ ڪندا هئا تہ دڙڪا دابا بہ ڏيندا هئا. ننڍپڻ ۾ ئي جڏهن توهان امتحان ۾ سٺيون مارڪون کنيون تہ شاباس تہ ملي، پر ڪڏهن گهٽ مارڪون کڻڻ تي توهان کي سندن نصيحتون ۽ ڇڙٻون بہ ٻڌڻيون پيون، ان ۾ توهان جو ڪو گهڻو ڏوهہ بہ نہ هو. توهان تہ پنهنجي سر ڪافي محنت ڪئي هئي. پيپر بہ سٺو ڏنوَ پر چڪاسيندڙ جيڪڏهن توهان کي گهٽ مارڪون ڏنيون تہ پلا توهان جو ڪهڙو ڏوهہ.

ننڍپڻ ۾ ئي توهان جي استادن، ڪلاس ۾ جڏهن توهان صحيح جواب ڏنو تہ انهن اُن تي ايتري خاص اهميت يا شاباس نہ ڏنوَ پر جتي توهان غلط جواب ڏنو تہ اتي ئي توهان کي گهڙيءَ گهڙيءَ ياد ڏياريو ٿي ويو تہ توهان ڪٿي ڪٿي غلطيون ڪيون آهن. يعني، عام طور توهان جي ڪاميابين کي ايترو تہ

ٿو ساراهيو ٿو وڃي، جيترو توهان جي غلطين کي ظاهر ڪيو ٿو وڃي.

جيئن ته ذهن به انهن ڳالهين کي گهٽ ياد رکي ٿو جيڪي سخت جذباتي احساس سبب پيدا ٿين ٿيون، تنهن ڪري اڪثر ماڻهو پنهنجين ڪاميابين بدران ناڪامين کي گهڻو ياد ڪن ٿا.

اهڙي قسم جي رويي ۾ طرز عمل ڪان ڇوٽڪاري جو هڪ طريقو آهي ته توهان شعوري ۽ ارادي طور صرف پنهنجين ڪاميابين تي ئي ڌيان ڏيو ۽ انهن تي فخر به ڪريو.

آءُ جڏهن ڪنهن ڪانفرنس يا سيمينار ۾ شرڪت لاءِ ويندو آهيان ته ڪوشش ڪندو آهيان ته هر شخص سان ملي، ڪائنس گذريل ڪنهن نه ڪنهن ڪاميابيءَ بابت پڇا ڳاڇا ڪريان، پر مون ڏٺو آهي ته ماڻهو الائجي ڇو ان کي حيرت طور تي ڏکيو ٿا سمجهن. ماڻهن کي ياد ئي نه ٿو رهي ته هنن تازو ڪا ڪاميابي به حاصل ڪئي آهي، پر ان جي ابتر جيڪڏهن توهان ڪائنس هڪ هفتي دوران سندن ڏهن ناڪامين ۽ غلطين بابت پڇا ڪريو ته هو توهان کي هڪ هڪ ڪري 12 غلطيون يا ناڪاميون آسانيءَ سان ٻڌائي وٺندا.

حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه ته اها آهي ته اسان کي پنهنجي ناڪامين جي پيٽ ۾ ڪاميابيون وڌيڪ حاصل ٿينديون آهن، پر اسان پنهنجي ڪاميابيءَ بابت سوچڻ لاءِ ايترو ته گهٽ معيار رکيو آهي جو اسين پنهنجين ننڍين ننڍين ڪاميابين کي ته ليکي ۾ ئي نه ٿا آڻيون.

ڪجهه عرصو اڳ منهنجي هڪ اهڙي ماڻهوءَ سان ملاقات ٿي، جيڪو پنهنجي ناڪامين تي چڙيو ويٺو هو. مون ڪائنس تفصيل پڇيو ته هن ٻڌايو ته جڏهن 1979ع ۾ ايران جي شهنشاهه جو تختو اونڌو ڪيو ويو ته هو پنهنجي گهرڀاتين سميت جرمني هليو ويو ۽ اتي جرمن زبان سکي هڪ مڪينڪ طور ڪم ڪرڻ لڳو.

تازو هو جرمنيءَ مان آمريڪا لڏي آيو آهي، جتي هن انگريزي زبان سکي ۽ ويلڊر ٽيڪ جي سکيا حاصل ڪري رهيو آهي، پر هو پنهنجن انهن ڪاميابين کي ڪاميابي سمجهي ئي نه ٿو.

جڏهن ڪائنس پڇيو ويو ته سندس خيال ۾ ڪاميابي ڪهڙي هجڻ کپي ته هن ترت جواب ڏنو ته ڪاميابيءَ جو مطلب اهو آهي ته اسان وٽ





هڪ شاندار گهر هجي، ڪيڊلڪ ڪار هجي ۽ آءُ پاڻ به هارورڊ يونيورسٽي ۾ تعليم حاصل ڪندو هجان.

پر جڏهن ڪيس ٻڌايو ويو ته هاڻي ته هو ان قابل ٿي ويو آهي، جو هر هفتي ڪا نه ڪا ڪاميابي حاصل ڪري رهيو آهي ته پوءِ هو پاڻ به محسوس ڪرڻ لڳو ته آءُ صحيح پيو چوان. مون ڪيس ٻڌايو ته خراب حالتن ۾ جرمنيءَ پهچي، يڪدم نوڪري حاصل ڪرڻ، وري آمريڪا وڃي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ته ڪاميابيون ئي آهن.

## خود اعتماديءَ ۽ ڪاميابي:

تحقيقي ۽ تجزياتي جائزن مان ظاهر ٿئي ٿو ته توهان پنهنجي تعميري ماضيءَ مان جيتري قدر فائدو حاصل ڪريو ٿا، ان ماضيءَ کي جيتري قدر وڌيڪ مڃو ٿا، اوترو ئي توهان پنهنجي ڪاميابين جي سلسلي ۾ پاڻ ۾ اعتماد محسوس ڪريو ٿا. توهان کي خبر آهي ته جيڪڏهن توهان ناڪام به ٿي ويا، ته به توهان کي هار نه ٿيندي، ڇاڪاڻ ته توهان ۾ پاڻ تي اعتماد وڌي رهيو آهي. توهان پنهنجي ڪاميابيءَ لاءِ جيتريقدر ڪوشش ڪريو ٿا، توهان جي ڪاميابيءَ جو امڪان به اوتري قدر ئي وڌندو ٿو وڃي.

اهو ياد رکو ته ماضيءَ جون ڪاميابيون توهان جي مستقبل جي ڪاميابين بابت توهان ۾ اعتماد وڌائين ٿيون، تنهن ڪري هاڻي اسين انهن سادن، پر زبردست طريقن تي نظر وجهون ٿا، جن وسيلي توهان پنهنجو پاڻ ۾ وڏي پئماني تي اعتماد بحال ڪري سگهو ٿا.

## وڏينءِ اهم ڪاميابين جي يادگيري:

هيٺ اسين هڪ اهڙو سادو طريقو بيان ڪريون ٿا، جنهن سان توهان پنهنجين ڪاميابين کي آسانيءَ سان ڳڻي سگهو ٿا. (توهان هن مشق کي گهرواريءَ يا سمورن گهرڀاتين سان گڏجي به ڪري سگهو ٿا.) اها مشق شروع ڪرڻ ڪان اڳ پنهنجي زندگيءَ کي عمر جي حساب سان ٽن دورن ۾ ورهايو. مثال طور، جيڪڏهن هن وقت توهان جي عمر 60 سال آهي ته توهان جي زندگيءَ جا اهي ٽي دور هن ريت هوندا:

**پهريون دؤر (پيدائش کان 20 سالن تائين)**

1_ اسڪول ۾ اسڪائوٽ بواءِ طور چونڊ.

2_ مقامي راندين ۾ پهرين پوزيشن حاصل ڪرڻ.

3_ اعليٰ تعليمي ادارن ۾ داخلا.

**ٻيو دؤر (21 سالن کان 40 سالن تائين)**

1_ وڏي تعليمي اداري مان ماسٽرس ڊگري حاصل ڪرڻ.

2_ پنهنجي پهرين ڪتاب جي ڇپائي.

3_ ذاتي ۾ آفيس جي ڪم واسطي ادارو ناهڻ.

**ٽيون دؤر (41 کان 60 سالن تائين)**

1_ خوداعتماديءَ ۾ اضافي لاءِ مختلف ڪانفرنسون ڪرائڻ.

2_ سڀ کان بهترين وڪرو ٿيندڙ ڪتاب لکڻ.

3_ مختلف ڌاريون ٻوليون سکڻ.

## پنهنجون سئو ڪاميابيون ٺاهيو:

پاڻ کي قائل ڪرڻ لاءِ تہ توهان هڪ ڪامياب شخص آهيو اوهان وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪرڻ جو سلسلو جاري رکي سگهو ٿا. توهان کي گهرجي تہ هيٺ ڏنل مشق مڪمل ڪندي، پنهنجين 100 ڪاميابين يا زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل وڏ ۾ وڏ ڪاميابين جي هڪ فهرست ناهيو. عام طور تي ماڻهو پنهنجين 20 سالن ۾ حاصل ڪيل ڪاميابين کي آسانيءَ سان ڳڻي سگهن ٿا، پر انهن کان پوءِ جي دؤرن ۾ حاصل ڪيل ڪاميابين کي سمجهڻ ۾ ڪافي ڏکيائي ٿئي ٿي.

انهن ڪاميابين جي ڳڻپ سئو تائين مڪمل ڪرڻ لاءِ توهان کي گهرجي تہ سائيڪل هلائڻ سکڻ گيت ڳائڻ سکڻ سير ۽ تفريح لاءِ پرڏيهہ وڃڻ گاڏي هلائڻ لاءِ لائيسنس وٺڻ ڪنهن اخبار ۾ مضمون لکڻ ۽ امتحان ۾ سٺين مارڪن کڻڻ جهڙين ڪاميابين کي بہ پنهنجي ڪاميابيءَ جي فهرست ۾ شامل ڪريو.

ٿي سگهي ٿو تہ توهان اهو سمجهو تہ اهي ڪاميابيون تہ توهان جي زندگيءَ جي سفر ۾ توهان کي پاڻهي ملنديون ويون، انهن لاءِ توهان کي ڪا وڏي جاکوڙ ڪرڻي ڪا نہ پيئي، نہ وري ڪنهن وڏيءَ رڪاوٽ کي منهن ڏيڻو





پيو پر ايئن نہ آهي اهي سڀ ڪاميابيون توهان جي ڪنهن نہ ڪنهن نموني ڪيل جدوجهد جو ئي ڦل آهن. صرف توهان ان کي ايئن محسوس نہ ڪيو جيئن ڪرڻ ڪپندو هو.

توهان چاهيو تہ اڃا بہ زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ ان کان وڌيڪ ڪاميابيون حاصل ڪري سگهو ٿا.

## ڪاميابين کي لکي رکو:

پنهنجين ڪاميابين کي ڳڻڻ ۽ ياد رکڻ جو هڪ ٻيو بہ طريقو آهي تہ توهان پنهنجين ڪاميابين کي پني تي لکي محفوظ ڪندا وڃو. ان لاءِ توهان ڪنهن سادي ڪاپيءَ تي بہ لکي سگهو ٿا يا وري پنهنجي ڪمپيوٽر ۾ بہ محفوظ ڪري سگهو ٿا.

پنهنجين ڪاميابين کي روزانو لکڻ ڪري، اهي توهان جي يادگيريءَ ۾ بہ محفوظ ٿينديون وينديون. جنهن سان توهان جي فخر ۾ خوداعتماديءَ ۾ اضافو ٿيندو ويندو. تنهن کان پوءِ بہ جڏهن توهان کي وڌيڪ ڪاميابين لاءِ پاڻ ۾ جوش خروش پيدا ڪرڻو هجي تہ انهن کي پڙهو تہ توهان پاڻ کي وري نئين سر چاق چڱو ڀلو ۽ نوبنو محسوس ڪندؤ.

جڏهن ڪيترائي ماڻهو ڪو خطرن وارو ۽ مشڪل ڪم شروع ڪرڻ لڳندا آهن تہ سندن ڏيان، هنن جي پهرين ڪوشش ڏانهن ٿيو وڃي ۽ اهي ڪامياب نہ ٿا ٿين، تنهن ڪري سندن خود اعتمادي گهٽجي ويندي آهي ۽ انهن ۾ ڊپ پيدا ٿيڻ لڳندو آهي. جڏهن توهان پنهنجي ڪاميابين کي لکي رکندؤ ۽ پڙهندا رهندؤ تہ توهان جو ڌيان انهن ڪاميابين ڏانهن ئي رهندو ۽ ناڪامين جو خيال ئي نہ ايندو.

## علامتن کي چمنبڙايو:

تحقيق ڪندڙن جو چوڻ آهي تہ توهان جي اوسي پاسي جو ماحول، توهان جا رويا ۽ عمل ڪرڻ جو طريقو بہ مزاج تي اثرانداز ٿئي ٿو. توهان جو ماحول توهان کي سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪري ٿو پر اها حقيقت ان کان بہ وڌيڪ اهم آهي تہ عام طور توهان پنهنجي ماحول تي مڪمل طور تي قبضو ڪيو وينا هوندا آهيو.

توهان کي خبر هوندي ته توهان جي سمهڻ جي ڪمري يا آفيس ۾ ويهڻ واري هنڌ جي اڳيان پنيان ڪهڙي تصوير لڳل آهي. توهان جي فرج ۾ ڇا پيو آهي ۽ ميز جي خاني ۾ ڪهڙيون شيون موجود آهن.

آئينده ۾ وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ خوداعتمادي ۽ برتريءَ جو احساس پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ نهايت اهم ۽ قيمتي ترڪيب هيءَ آهي ته توهان پنهنجي چئوطرف اهي انعام، ميڊل، سرٽيفڪيٽ ۽ تمغا هڻي ڇڏيو جيڪي هر وقت توهان کي پاڻ توڙي ٻين کي توهان جي ڪاميابين جو احساس ڏياريندا رهن. انهن ۾ اهي انعام وصول ڪرڻ وقت ڪڍيل تصويرن، توهان جي شاديءَ جون تصويرون، ڪنهن اخبار ۾ شايع ٿيل ڪو نظم يا مضمون به شامل هجن، جن کي توهان فريم ڪري رکيو هجي.

زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ توهان جي خدمتن لاءِ مليل توهان کي وڏن ماڻهن، ادارن جي سربراهن يا اهم شخصيتن طرفان لکيل ساراهه وارا خط جيڪي توهان يادگار سمجهي سنڀالي رکيا هجن وغيره به نمايان ڪري رکي سگهو ٿا. ڪاميابيءَ جي انهن علامتن کي رکڻ لاءِ هڪ خاص جاءِ مقرر ڪريو.

مثال طور ڪا خاص الماري، پنهنجي ڊريسنگ ٽيبل يا وراندي جي اها پٽ جتان گهٽي اچ وڃ ٿيندي هجي، ڊرائنگ روم جي خاص ڪنڊ، جتي سڀ ڪان پهرين نظر پوي وغيره اتي ڦوڪي رکو. تصويرن ۽ دستاويزن کي فريم ڪرايو انهن تي چمڪدار اچو ڪاغذ هڻايو. انهن کي اتي ٽنگيو جتي توهان جو ۽ ٻين جو لنگهه هجي ۽ انهن تي سڌي نظر پوي. توهان جو اهو رويو يا طرز عمل توهان جي لاشعور تي هڪ زبردست اثر وجهندو. اهو سمورو ماحول توهان کي نهايت نرميءَ ۽ نفاست سان توهان جي فتح جو احساس ڏياريندو رهندو. اهوئي پيغام توهان جي ساٿين ۽ ٻين ڏسندڙن کي به پهچندو رهندو.

جيڪڏهن توهان جا ٻار به توهان سان گڏ گهر ۾ رهن ٿا ته انهن جي ڪاميابين، هٿ سان ٺاهيل پينٽنگ يا اهڙيءَ ڪنهن ٻي شيءِ کي به ساڳئي نموني گهر ۾ نمايان ڪري رکو.

توهان جا ٻار يا توهان يا ٻاهريان ماڻهو جڏهن انهن تصويرن، هٿ سان ٺاهيل شين يا شيلڊ ۽ تصويرن، سرٽيفڪيٽن تي هر وقت ڏسندا رهندا ته





توهان کي پاڻ تي ۽ پنهنجي اولاد تي فخر ٿيندو ۽ ٻارن ۾ به برتريءَ جو احساس ۽ پاڻ ۾ اعتماد پيدا ٿيندو.

## آرسيءَ جي مشق:

”توهان هڪ سرگرم چقمق وانگر آهيو. توهان کي پنهنجي سموري حياتيءَ ۾ جيڪي ڪجهه به حاصل ٿئي ٿو اهو توهان مٿان حاوي خيالن جي بلڪل مطابق هوندو آهي.“

جهڙي نموني توهان پنهنجن وڏين ڪاميابين تي فخر محسوس ڪريو ٿا، تهڙي نموني توهان کي گهرجي ته پنهنجين ننڍين ننڍين ڪاميابين تي به فخر محسوس ڪريو.

آرسيءَ ۾ مشق جو بنياد اهو اصول آهي ته اسين سڀ چاهيون ٿا ته اسان جي ڪاميابين جي مڃتا ٿيڻ کپي، پر پنهنجي ڪاميابين تي فخر جو احساس اها ڳالهه آهي، جيڪا صرف اسان کي پنهنجي لاءِ محسوس ٿئي ٿي.

آرسيءَ واري مشق توهان جي لاشعوري ذهن کي اهو مثبت جوش ۽ همٿ بخشي ٿي، جنهن ذريعي توهان وڌيڪ ڪاميابين لاءِ جاکوڙ شروع ڪريو ٿا.

پنهنجي ساراهه ۽ ڪاميابين سان توهان جي ذهن مان ناڪاري خيال ۽ جذبا نڪري پيچڻ شروع ڪن ٿا ۽ توهان ذهني طور تي ڪاميابين لاءِ اڳتي وڌڻ لاءِ پاڻ ۾ جذبو پيدا ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃو ٿا.

ان مشق کي گهٽ ۾ گهٽ ٽي مهينا ورجايو ۽ تنهن کان پوءِ پاڻ فيصلو ڪريو ته اڃا ان کي جاري رکڻ کپي يا نه. دنيا ۾ تمام گهڻا ڪامياب ماڻهو اهڙا به آهن جيڪي سالن کان روزانو صبح جو اٿڻ ۽ رات جو سمهڻ مهل اها مشق جاري رکيو ٿا اچن.

رات جو سمهڻ کان اڳ ماڻهوءَ جي قد جيتري ڊگهي هڪ آرسيءَ اڳيان اچي بيهو ۽ سڄو ڏينهن توهان جيڪي ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن، تنهن تي پاڻ کي شاباس ڏيو ۽ فخر محسوس ڪريو. ان آرسيءَ ۾ پنهنجي عڪس جي اکين ۾ ٿوري دير جهاتي پايو ۽ اهڙي نموني جو آرسي ۾ توهان جو عڪس به توهان کي سڌو سنئون پاڻ ڏانهن ڏسندو محسوس ٿئي. هينئين ڳالهين جي سلسلي ۾ پنهنجي ساراهه پاڻ ڪريو. پاڻ کي شاباس ڏيو ۽

برتريءَ واري احساس سان گڏ فخر به محسوس ڪريو.

- ڪاروبار، مالي، تعليمي، ذاتي، طبعي، روحاني ۽ جذباتي لحاظ کان حاصل ٿيل ڪاميابيون.
- ذاتي نظم ۽ ضبط، مثال طور: خوراڪ، ورزش، پڙهائي، گيان ڌيان ۽ عبادت جي سلسلي ۾ حاصل ڪيل ڪاميابيون.
- ڪاڌي پيتي، مئين شين جو شوق، آرام، تمام گهڻو وقت ٽي وي ڏسڻ جو شوق، گهر کان ٻاهر رهڻ جي عادت ۽ وڏي مقدار ۾ شراب پيئڻ جهڙين ڪنين عادتن کان ڇوٽڪارو.

ان مشق دوران آرسيءَ ۾ پنهنجي عڪس جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏسو. جڏهن توهان پاڻ کي شاباس ڏيڻ واري عمل کان واندا ٿي وڃو ته آرسيءَ ۾ پنهنجي عڪس کي غور سان ڏسي چئو ته: "مون کي توسان پيار آهي." ان عمل ۾ تجربي جو اثر ڏسڻ لاءِ وڏيڪ ڪجهه دير اتي بيٺا رهو ڇڻ آرسيءَ ۾ جيڪو ماڻهو بيٺو آهي، تنهن توهان جي ساراهه ۽ شاباس کي پاڻ ڏٺو آهي.

## آرسي واري مشق جو هڪ عملي مثال:

"جيڪ! اڄ تون جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، آءٌ ان کي ساراهڻ چاهيان ٿو. پهرين ته آءٌ توکي شاباس ڏيان ته ڪالهه رات تو سچي رات ٽي وي نه ڏٺي ۽ جلد ئي سمهڻ هليو وئين ته جيئن تون صبح جو سوير خوشگوار موڊ ۾ اٿي سگهين. تنهن کان پوءِ تون صبح جو سوير اُٿئين ۽ عبادت ۾ مصروف ٿي وئي. تو ٻارن سان گڏجي ناشتو به ڪيو جنهن ۾ گهٽ سٽيپ ۽ گهٽ نشاستي تي مشتمل شيون شامل هيون. تون وقت تي آفيس پهچي وئين. تون عملي جي هر ماڻهوءَ جي ڳالهه نهايت ڌيان ۽ همدرديءَ سان ٻڌي.

منجهند جو به تو نهايت سٺي لنچ ڪئي. تو سوپ پيتو ۽ سلاد مان به مزو حاصل ڪيو. تو مٺيءَ شيءِ کي ته هٿ ئي نه لاتو ۽ شراب به نه پيتئي. پوءِ آفيس مان روانو ٿيڻ کان اڳ پنهنجي ڪاميابيءَ واري ڪاپيءَ ۾ پنهنجين ڪاميابين بابت لکيئي، ته آفيس جي ڪم ڪار ۾ سهڪار ڪري پنهنجي بين ماتحتن کي به ساراهيئي ۽ پوءِ جڏهن آفيس کان گهر پهتين ته پنهنجن ٻارن سان گڏجي راند روند ڪيئي، وقت تي ماني ڪاڌي ۽ تو گهرواريءَ سان





نهايت خوشگوار موڊ ۾ ڳالهيون ڪيون. ان بعد سمهڻ لاءِ ڪمري ۾ پهچي وئين. وڌيڪ اهو ته آءٌ توسان تمام گهڻي محبت ڪريان ٿو."

جڏهن توهان پهريون پيرو آرسيءَ واري مشق ڪندؤ ته توهان کي ڪيترن قسمن جي ردعملن کي منهن ڏيڻو پوندو. توهان پاڻ کي بيوقوف سمجهندؤ جيڪو هن ڪل جهڙي مشق ۾ مصروف آهي يا ڊپ پيو ٿيندو ته ڪٿي ڪيو بيو توهان کي ايئن ڪندو ڏسي نه وٺي يا وري توهان کي بيچيني پئي ٿيندي ته آءٌ هن بيوقوفيءَ واري ڪم ۾ اجايو وقت پيو وڃايان. ڪڏهن ايئن به ٿيندو آهي ته ان مشق دوران پاڻ ئي پاڻ اکين مان لڙڪ وهي ٿا پون. توهان جو ذهن خالي خالي محسوس پيو ٿيندو آهي، پر اهو هڪ فطري ۽ عام ردعمل آهي. ان جو سب اهو آهي ته اسين پنهنجو پاڻ کي ساراهڻ ۽ شاباس ڏيڻ جو ته سوچيندا ئي نه آهيون، پر ان جي ابتڙ سلوڪ ڪندا آهيون. پوءِ جڏهن آهستي آهستي توهان سنا خيال سوچڻ لڳو ٿا، توهان جو ذهن تازگي محسوس ڪري ٿو توهان جو موڊ خوشگوار ٿي وڃي ٿو ته پوءِ ان وقت توهان جي ذهن ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ طرفان توهان بابت غلط خيالن جي يادگيرين، پنهنجي دماغ ۾ غيرمعمولي توقعات رکڻ، طبعي ۽ جذباتي ردعمل، هڪ عام فطري ردعمل جي حيثيت رکي ٿو. جيڪڏهن اهڙي قسم جون سموريون ڪيفيتون توهان تي به حاوي ٿين ته انهن کي روڪڻ جي ڪوشش نه ڪريو.

جڏهن مون پهريون پيرو اهي مشقون شروع ڪيون ته مون سان به ايئن ئي ٿيو هو پر 30_40 ڏينهن کان پوءِ مون محسوس ڪيو ته منهنجي من اندر ناڪاري ڪيفيتون پاڻ ئي گهڻيءَ حد تائين ختم ٿي ويون آهن ۽ انهن جي جاءِ خوشگوار ۽ سنين ڪيفيتن والاري ڇڏي آهي.

هڪ ڳالهه ياد رکو ته جيڪڏهن بستري تي ليٽي ليٽي توهان کي ياد اچي ته توهان اڄ اها آرسيءَ واري مشق نه ڪئي آهي ته يڪدم ٽپ ڏئي اٿي بيهي رهو ۽ مشق شروع ڪري ڇڏيو.

تنهن کان سواءِ مشق ۾ آسانيءَ لاءِ جيڪڏهن بهتر سمجهو ته گهر ڀاتين کي ٻڌائي ڏيو ته توهان ڪهڙي قسم جي مشق ڪري رهيا آهيو. کين هدايت ڪريو ته ان دوران هو توهان جي ڪمري ۾ اچي توهان کي ڊسٽرب نه

ڪن، نہ ئي اهو سمجهن تہ توهان ڪو بيوقوفيءَ وارو ڪم ڪري رهيا آهيو.

**پنهنجي اندرئين ٻار کي شاباس ڏيو:**

اسان مان هر هڪ ۾ هڪ بلڪل مختلف "انا" موجود هوندي آهي، جنهن ڪري اسان جي انفرادي شخصيت ٺهي ٿي. اسان ۾ موجود هڪ انا تہ پنهنجي "والدين" وانگر هوندي آهي. هڪ "انا" ٻار وانگر ۽ هڪ ٻي "انا" هڪ بالغ شخص جهڙي هوندي آهي ۽ اهي سڀ انائون اهڙي ئي نموني ڪم ڪنديون آهن جيئن اسان جا والدين، ٻار ۽ ڪو بالغ شخص ڪندو آهي.

توهان جي ذميدار ۽ "بالغ انا" توهان جي وجود ۽ ذات جو هڪ منطقي ۽ ضروري حصو هوندي آهي. اها "انا" حقيقت تي ٻڌل انگ اکر گڏ ڪندي آهي ۽ جذبات کان هٽي دليلن تي ٻڌل فيصلا ڪندي آهي. اها ئي انا توهان جي معمول موجب ڪم ڪارين جي رٿابندي ڪري ٿي، توهان جي نقصان کي گهٽائي ٿي.

توهان جي "والدين واري انا" توهان کي ٻڌائي ٿي تہ توهان کي پنهنجي بوٽ جون ڪهيون ڪيئن ٻڌڻيون آهن؟ اها توهان کي برش ڪرڻ، کاڌي پيتي جي طور طريقن، اسڪول جو ڪم ڪرڻ ۽ روزمرهہ جا عام رواجي ڪم ڪرڻ بابت هدايتون ڏئي ٿي. توهان جو اهو اندروني رويو ۽ تنقيد آهي جيڪا توهان پنهنجو پاڻ سان ڪريون ٿا ۽ اهوئي اهو حصو آهي جيڪو محسوس بہ ڪري ٿو تہ هاڻي توهان عام رواجي زندگي گذارڻ واري عمل جي پڄاڻيءَ تان لهي رهيا آهيو. توهان جي سار سنڀال تي رهي آهي ۽ توهان کي گهربل سموريون سهوليتون مهيا ڪيون پيون وڃن.

هي توهان جي ذات ۽ وجود جو اهو حصوآهي، جيڪو توهان جي ڪاميابين کي نہ رڳو ساراهي ٿو پر شاباس بہ ڏئي ٿو.

پر ان جي ابتڙ "هڪ ٻار واري انا" توهان کان اهو سڀ ڪجهہ ڪرائي ٿي، جيڪو هڪ ٻار ئي ڪندو آهي. اها انا چاهي ٿي تہ هر ڪو توهان سان سٺي نموني ملي، توهان تي ڌيان ڏئي جڏهن ڪجهہ ايئن نہ ٿو ٿئي، جيئن توهان چاهيو ٿا تہ پوءِ ٻارن واري انا ضد ۾ اچي، توهان کي اهو سڀ ڪجهہ حاصل ڪرڻ لاءِ زور ڀري ٿي. جڏهن تہ اسين زندگيءَ جي سفر تي نڪرون ٿا تہ اهو سڀ ڪجهہ ايئن ئي آهي جيئن ٽن سالن جو ڪو ٻار اسان کان اهو





پڇي تہ اسين هن ڪرسيءَ تي ڇو ويٺا آهيون. اوهان کي ڇو وڏيڪ لطف ۽ مزو نہ پيو اچي؟

ان "اندر ۾ لڪل ٻار جي والد جي حيثيت سان اهو توهان جو فرض ۽ ذميداري آهي تہ پنهنجي ڪم ڪار وقت ڪيس بہ مصروف رکو سندس ڪم کي ساراهيو ۽ شاباس ڏيو ۽ ان کي هيڏي هوڏي ٿيڻ نہ ڏيو."

جيڪڏهن توهان واقعي ڪنهن ٽن سالن جي عمر جي ٻار جا پيءُ آهيو تہ پوءِ ڪيس ڇئي سگهو ٿا تہ اهو ويهن منٽن اندر ڪم ختم ڪريو جو ان کان پوءِ اسين آئيس ڪريم کائينداسين يا وري ڪا راند ڪيڏنداسين.

توهان جو ٻار امڪاني طور تي توهان کي اهوئي جواب ڏيندو تہ ، "ها بابا! آءُ جلد ڪم ختم ڪريان ٿو."

انهيءَ طريقي ۾ اچرج جهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪونهي تہ توهان جو اهو "اندروني ٻار" بہ توهان کان ڪو گهڻو مختلف ڪونهي. توهان جيڪڏهن ڪيس چوندؤ تہ خاموش ويهي رهي ۽ توهان کي پنهنجو ڪم ڪرڻ ڏئي تہ پوءِ هو پلي رات تي وڃي ايئن ئي ڪندو جيئن توهان ڪيس چيو آهي. چاڪاڻ تہ ڪيس خبر آهي تہ جڏهن توهان ڪم مان واندا ٿيندؤ تہ ڪيس سندس خاموشي ۽ شرارت نہ ڪرڻ تي شاباس ڏيندؤ ۽ ٿي سگهي ٿو تہ انعام طور ڪيس پنهنجي من پسند ڪا شيءِ بہ وٺي ڏيو.

پنهنجي زندگيءَ ۾ عظيم ڪاميابيون حاصل ڪرڻ جو هڪ اهم ۽ وڏو حصو اهو آهي تہ توهان پنهنجي ڪاميابيءَ تي پنهنجو پاڻ کي شاباس ڏيو. اصل ۾ ڪاميابيءَ تي پنهنجو پاڻ کي شاباس ڏيڻ ۽ ساراهڻ کو پاڻُ پڏائڻ ڪونهي. اهو توهان جو حق هو جيڪو توهان حاصل ڪيو. توهان اندر جي ٻار کي ڪا هدايت ڪريو ٿا ۽ هو ان تي عمل بہ ڪري ٿو تہ پوءِ هو پاڻ بہ ان انتظار ۾ هوندو آهي تہ توهان ڪيس ڪڏهن ۽ ڪيئن ٿا شاباس ڏيو. جيڪڏهن توهان ڪيس ڪا شيءِ وٺي ڏيڻ يا انعام ڏيڻ جو واعدو ڪيو آهي تہ هو توهان جي واعدي پوري ڪرڻ جو انتظار ڪندو رهندو ۽ جيڪڏهن هڪ دفعي توهان پنهنجو واعدو پورو ڪيو تہ جڻ هن جو توهان تي اعتماد ۽ ڀروسو قائم ٿي ويو پر جيڪڏهن ڪيس سندس شاباس واري ڪم جو سلو نہ مليو ۽ هو نظرانداز ٿيندو رهيو تہ پوءِ مايوس ٿي ويندو اندر ئي اندر ڪاڄندو

ويندو بيمار ٿي پوندو ۽ غلطيون ڪرڻ لڳندو. جنهن ڪري توهان جي ترقي تہ ٿيو ڪڏهن ڪڏهن نوڪري هٿان وڃڻ جو بہ خطرو پيدا ٿي ويندو.

توهان هڪ پيرو نوڪريءَ مان فارغ ٿي ويا تہ پوءِ جڻ تہ توهان جو ڪاميابيءَ جو جهاز ناڪاميءَ جي سمنڊ ۾ ٻڏندو ويندو. توهان ان ڪاميابيءَ کان پري هٽندا ويندؤ جنهن جي توهان کي خواهش آهي.

**مقصد جي پورائي جو احساس:**

پنهنجي ڪاميابيءَ کي ساراهڻ يا شاباس نہ ڏيڻ جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ توهان کي ان وقت تائين پنهنجو مقصد پورو ٿيڻ جو احساس نہ ٿو ٿئي، جيستائين توهان پنهنجي ڪاميابيءَ جو احساس نہ ٿا ڪري وٺو. توهان جو اهو رويو توهان کي پنهنجي مقصد پوري ٿيڻ جو احساس ڏياري ٿو. جڏهن توهان آفيس جي ڪنهن ڪم کي سٺي نموني مڪمل ڪرڻ ۾ هفتا لڳائي ٿا ڇڏيو ۽ جڏهن اهو ڪم پورو ڪرڻ کان شاباس جي انتظار ۾ ٿا هجو پر توهان جو آفيسر توهان جي ڪم کي ساراهي ئي نہ ٿو تہ پوءِ توهان پاڻ کي جڻ هڪ اڌپورو انسان محسوس ڪريو ٿا ۽ توهان جي خوشي پاڻيءَ ۾ ملي ٿي وڃي. توهان جي دل ٽٽي ٿي پوي. توهان جو ذهن پنهنجي مقصد کي مڪمل ٿيندو ڏسڻ چاهي ٿو.

تنهن ڪري اصل ۾ جڏهن ڪو ڪم پورو ٿيڻ تي توهان پنهنجو پاڻ کي شاباس ڏيو ٿا تہ توهان جو لاشعوري ذهن چوي ٿو تہ: "اها ڪاميابي نهايت اطمينان جوڳي آهي." هر ڀيري جڏهن بہ ڪا ڪاميابي نصيب ٿئي ٿي تہ جيڪا خوشي حاصل ٿئي ٿي، اها ئي سموري ڪائنات آهي. تڏهن تہ چوندا آهن تہ "گهٽتيءَ جهڙو مرض ناهي. خوشيءَ جهڙي خوراڪ ناهي." سو ماڻهو جيڪڏهن پاڻ ئي خوش هوندو تہ پوءِ اڳيان ڪيس پورو جهان پاڻ جهڙو محسوس ٿيندو.

جڏهن توهان ڪاميابيءَ جي لحاظ سان پنهنجو پاڻ کي شاباس ڏيو ٿا تہ توهان جي لاشعور کي جڻ توهان جي ان سلسلي ۾ ڪيل سموري جدوجهد تي اطمينان حاصل ٿئي ٿو. اها انسان جي هڪ بنيادي فطرت آهي تہ ڪيس ساراهيو وڃي.





15

# مثبت سچ سٺو نتيجو ماڻيو

مثبت سوچ بابت ڊونا ڪارڊلو چيو هو تہ:

"ڪنهن ڪم بابت ناڪاري رويو ظاهر ڪرڻ يا ان کي نظرانداز ڪرڻ آسان آهي، پر سٺو رويو اختيار ڪرڻ ۽ پاڻ ۾ جوش پيدا ڪرڻ لاءِ محنت گهرجي. اهڙين ناڪاري ۽ غير تعميري ڪيفيتن مان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو طريقو صرف اهو آهي تہ توهان پنهنجو ڌيان سٺن احساسن ۽ ڪيفيتن ڏانهن ڏيو."

ماحول ڪٿي ڪهڙو بہ هجي ڪامياب ماڻهو هميشہ سٺي سوچ رکندا آهن ۽ سٺو رويو ۽ سوچ فڪر رکندا آهن. توهان پنهنجو ڌيان، روشن، مثبت ۽ تعميري خيالن، احساسن ۽ ڪيفيتن ڏانهن رکو. وڌيڪ اهو تہ ڪامياب ماڻهو ماضيءَ جي ناڪامين بدران ڪاميابين تي نظر رکن ٿا ۽ ان کي سامهون رکي اڳتي وڌندا ٿا رهن. جنهن ڪري اهي منزل جي ويجهو ٿيندا ٿا وڃن ۽ منزل کان ڀٽڪندا نہ آهن.

**45 اهم منٽ:**

ڪنهن بہ شيءِ تي ڌيان ڏيڻ جو اهم حصو هي آهي تہ توهان ڏينهن جي پڇاڙيءَ تي ۽ سمهڻ کان ڪجهہ دير اڳ پنهنجين ڪاميابين تي پاڻ کي شاباس ڏيو. پنهنجي مقصد بابت سوچ ويچار ڪريو. پنهنجي ڪاميابي مستقبل تي ڌيان ڌريو ۽ ٻئي ڏينهن ڇا ڇا ڪرڻو آهي ان بابت اڳواٽ پروگرام ناهي رکو.

مون توهان کي ڏينهن جي پڇاڙيءَ وارو حصو چونڊڻ لاءِ چو چيو؟ اهو ان لاءِ ته ڏينهن جي پڇاڙيءَ جي آخري 45 منٽن ۾ توهان جيڪي ڪجھ پڙهو ٿا، ڏسو ٻڌو يا ڳالهايو ٿا. انهن سمورن معاملن جو توهان جي ننڊ ۽ ايندڙ ڏينهن جي ڪم ڪار تي تمام گهڻو اثر پوي ٿو.

ننڊ ڪرڻ وقت توهان جو لاشعوري ذهن رات جو دير تائين ٽيل اثرن کي ڏينهن ۾ ٽيل ڪنهن به واقعي يا اثر کان وڌيڪ ورجائي ٿو. اهوئي سبب آهي جو رات جو دير سان امتحان جي تياري سٺي ثابت ٿيندي آهي. اهوئي سبب آهي جو جڏهن ٻار سمهڻ کان اڳ سٺيون ۽ نصيحت واريون آکاڻيون پڙهن ٿا ته انهن آکاڻين ۾ موجود سٺيون ڳالهيون ۽ اخلاقي نصيحتون ۽ سبق ٻارن جي شعور جو هڪ حصو بڻجيو وڃن.

جڏهن توهان ننڊ ۾ هوندا آهيو ته توهان جو لاشعوري ذهن سجاڳ ٿي ويندو آهي ۽ سڄي ڏينهن توهان سان جيڪو وهيو واپريو انهن کي ورجائڻ لڳندو آهي.

هاڻي سوچيو ۽ غور ڪريو ته جڏهن توهان سمهڻ کان اڳ ڪا سٺي آتم ڪهاڻي يا ڪو سٺو اصلاحي ڪتاب پڙهندا آهيو ته توهان جو اهو عمل توهان کي ڪيترو متاثر ڪندو آهي.

وڌيڪ اهو ته ڪنهن به ڳالهه تي وڌ ۾ وڌ ڌيان ڏيڻ جي زبردست قوت جو مشاهدو ڪريو. پنهنجي ڪم کي بهتر بڻائڻ، پنهنجن عملن کي سڌارڻ لاءِ ٻين طرفان ڪيل نصيحتن ۽ تقريرن جو توهان تي ڪيترو اثر پوي ٿو پوءِ ننڊ کان اڳ سياڻي لاءِ ڪيل رٽابندي توهان کي ڪيترو فائدو پهچائي ٿي.

هيٺ ڪي اهڙيون مشقون ٻڌايون ٿيون وڃن، جن ذريعي ڏينهن جي پڇاڙيءَ تي وڌيڪ ڪاميابي لاءِ ڌيان ڏئي سگهو ٿا.

اکيون بند ڪري آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهو گهرا ساهه کڻو ۽ پاڻ کي هيٺ ڄاڻايل هدايتن مان ڪا هڪ هدايت ڪريو.

1) مون کي خبر هجڻ کپي ته آءٌ پنهنجو هي ڏينهن ڪهڙي نموني اطمينان سان گذاري سگهان ٿو.

2) مون کي خبر هجي ته آءٌ پنهنجو اچوڪو ڏينهن ڪهڙي نموني احتياط سان گذاري سگهان ٿو.





3) مون کي خبر پوڻ کپي ته آءٌ پنهنجو اچوڪو ڏينهن ڪهڙي نموني بهتر گذاري سگهان ٿو.

4) مون کي معلوم ٿيڻ گهرجي ته آءٌ پنهنجو اچوڪو ڏينهن ڪهڙي نموني خوشگوار گذاري سگهان ٿو.

5) مون کي خبر هجي ته آءٌ پنهنجو اچوڪو ڏينهن ڪهڙي نموني ڪامياب گذاري سگهان ٿو.

6) مون کي خبر هئڻ گهرجي ته آءٌ پنهنجو اچوڪو ڏينهن ڪهڙي نموني سٺي ۽ خوش مزاجيءَ واري نموني سان گذاري سگهان ٿو.

جڏهن توهان خالي ذهن سان خاموشيءَ ۽ سڪون سان ويٺا هجو ٿا ته توهان ڏسندؤ ته ان ڏينهن پيش آيل ڪيترائي واقعا توهان جي ذهن ۾ فلم وانگر هلندا نظر ايندا. ڪنهن به قسم جي اندازي يا پاڻ تي تنقيد ڪرڻ کان سواءِ انهن کي ڏسندا رهو. جڏهن اها فلم آهستي آهستي هلڻ لڳي ۽ پوءِ جڏهن وڌيڪ واقعا پسجڻ بند ٿي وڃن ته سوچيو ته توهان سڄي ڏينهن ۾ جيڪي ڪجھ ڪيو تنهن کي اڃا وڌيڪ بهتر ڪهڙي نموني ڪري سگهجي ٿو.

## ڪاميابين تي ڌيان لاءِ انهن جي لڪت جي صلاح:

پنهنجي ڪاميابين تي سٺي نظر رکڻ جو هڪ بهترين طريقو اهو آهي ته ان کي ڪاپيءَ تي لکي رکيو وڃي. ڪاميابين کي لکي رکڻ جو اهو نهايت جديد طريقو آهي. جيڪڏهن توهان هڪ مهيني تائين اها مشق جاري رکو ته پوءِ نه صرف توهان جي خوداعتماديءَ ۾ اضافو ٿيندو پر زندگيءَ جي سمورن شعبن ۾ توهان جي ڪارڪردگيءَ ۾ بهتري ايندي ويندي.

هر ڏينهن جي پڇاڙيءَ تي انهن پنجن شين يا ڳالهين کي ياد ڪريو، جن کي توهان پنهنجي ڪاميابي سمجهو ٿا. اهي ڪاميابيون زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ ٿي سگهن ٿيون. مثال طور: آفيس، نوڪري، ڪاروبار، اسڪول، گهرياتي، روحاني معاملا، مالي معاملا، تندرستي، ذاتي سڌارو ۽ سماجي خدمت يا ڀلائي جا ڪم.

**سٺي ذهن جو تصور نا هيو:**

پنهنجي ڪاميابين تي نظر رکڻ لاءِ هڪ بهترين طريقو اهو به آهي ته پنهنجي مرضي موجب ڪاميابين سان ڀرپور هڪ ذهن جو خيال ۾ تصور ڪريو ۽ اهو سمجهو ته توهان پنهنجو ايندڙ ذهن ان رٿابندي هيٺ گذاريو پيا. اهو تصور ڪريو ته توهان جو هر ڪم توهان جي سوچ موجب ٿي رهيو آهي. تصور جي نگاهه سان ڏسو ته توهان هر معاملي ۾ تمام سٺي ڪارڪردگي ڏيکاري رهيا آهيو. ان رويي ۾ طرز عمل ذريعي توهان جو لاشعور هڪ اهڙو نظام عمل لاءِ تيار ڪندو جنهن سان توهان جو خواب حقيقت ۾ بدلجي سگهي ٿو.

تنهن ڪري تصوراتي طور پنهنجو بهترين ذهن پلاننگ ڪريو ۽ ان عمل کي پنهنجي عادت بڻائي ڇڏيو. توهان جي اها عادت توهان جي زندگيءَ ۾ انقلاب آڻي ڇڏيندي.





**16**

# روشن مستقبل لاءِ اڻپورن ڪمن کي پورو ڪريو

آئيندي کي بهتر ڪرڻ جي صلاح ڏيندي ڪولڊ پاول چيو هو ته:

”اسان مان ڪو به شخص پنهنجي ماضيءَ کي بدلائي نه ٿو سگهي، پر ان کي سامهون رکي اسين پنهنجي مستقبل کي ته بهتر نا هي سگهون ٿا.“

ڇا اها ڳالهه درست معلوم ٿئي ٿي؟ ڪي ماڻهو اهڙي نموني حياتي گذارين ٿا، ڄڻ اها زندگي مٿن وڏو بار بڻيل هجي، جنهن ڪري سندن ڇيلهه ڇپي ٿي پئي هجي. جيڪڏهن هو پنهنجي مٿان رکيل ان بار کان آجا ٿي وڃن ته آسانيءَ سان ڪامياب ٿي سگهن ٿا.

شايد توهان پنهنجي ماضيءَ جي زخمن، ناڪامين، اڌ ۾ ڇڏيل ڪمن ۾ ڪاوڙ يا ناراضگيءَ کي چنبڙيا پيا آهيو پر ماضيءَ جا اڌ ۾ ڇڏيل ڪم پورا ڪرڻ اهو آخري قدم هوندو آهي، جنهن کان پوءِ اسان اڳيان ڪاميابي ئي ڪاميابي آهي.

آءٌ اهڙن ڪيترن ماڻهن کي سڃاڻان ٿو جن پنهنجي ماءُ پيءُ کي معاف ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ پنهنجي ڪم کي لڳي ويا ۽ سندن آمدني ٻيڻي ٽيڻي ٿي وئي، تنهن کان سواءِ هنن پنهنجي پيداواري صلاحيت ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ به ٻيڻو اضافو ڪيو.

آءٌ انهن ماڻهن کي به سڃاڻان ٿو جن پنهنجن دشمنن کي معاف ڪري ڇڏيو. انهن ماڻهن کي به معاف ڪري ڇڏيو جن ڪين ماضيءَ ۾ نقصان پهچايو هو ۽ هاڻي ته هو ايئن ڪري پنهنجن پراڻن طبي مرضن کان به نجات حاصل ڪري چڪا آهن.

اصل ۾ اسان کي ڪپي ته اسين ماضيءَ جي اڏ ۾ ڇڏيل ڪمن کي مڪمل ڪريون ته جيئن اسين پنهنجي روشن مستقبل ڏانهن اڳتي وڌي سگهون. ان سلسلي ۾ آءٌ هڪ طريقو استعمال ڪندو آهيان، جنهن کي آءٌ ”مڪمل حقيقي عمل ۽ سچائي، سڏيان ٿو.

**مڪمل حقيقتون ۽ سچو خط:**

”مڪمل حقيقي ۽ سچو عمل“ ۽ هڪ اهڙو سنو طريقو آهي، جنهن سان توهان ماضيءَ جي ناڪاري جذبن ۽ احساسن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهو ٿا ۽ پنهنجي حال جي فطري ۽ خوشگوار ماحول ۾ موٽي سگهو ٿا.

مڪمل سچائيءَ ۽ حقيقت ڇوڻ جو اصل سبب اهو آهي ته اسين جڏهن پريشان ۽ ڪاوڙيل هوندا آهيون ته جنهن شخ ڪري اسين پريشان ۽ ڪاوڙيل هوندا آهيون، ان تائين پنهنجا خيال ۽ احساس صحيح نموني نه ٿا پهچائي سگهون. اسين ڪاوڙ ۽ تڪليف ۾ اچي ٿا وڃون ۽ پنهنجي جذباتي ڪيفيتن تي تمام گهٽ قابو پائي سگهندا آهيون.

”مڪمل حقيقي ۽ سچي عمل“ ذريعي اسين پنهنجين اصلي ۽ جذباتي ڪيفيتن ۽ احساسن کي ظاهر ڪري سگهون ٿا. ان اظهار ذريعي اسين پنهنجي خوداعتمادي، قربت ۽ سهڪار به بيهر حاصل ڪري سگهون ٿا، جيڪي اسان جي خطري واريءَ حالت کي معمول تي آڻڻ لاءِ دوا جو ڪم ڪن ٿيون.

ان عمل ۽ طريقي مان اها مراد ڪونهي ته ڪو اسين بين بابت ناڪاري ڪيفيتن ۽ احساسن کي پنهنجي سيني ۾ سانڍي رکون. پر ان جو هڪ سبب اهو آهي ته اسين پنهنجي انهن ڪيفيتن ۽ احساسن کي سڃاڻون ۽ پوءِ انهن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ته جيئن اسين پنهنجي فطري حالت، يعني خوشيءَ ڏانهن واپس موٽي سگهون. جنهن ڪري اسان جي خوشين جي درياءَ جو هڪرو بيهر جاري ساري رهي سگهي.

**سچي عمل جا مرحلا:**

اهڙي عمل کي زباني ۽ لکت ٻنهي طريقن سان ڪري سگهجي ٿو. بهرحال توهان جيڪو به طريقو استعمال ڪريو ان جو مقصد اهو آهي ته





توهان پنهنجي سخت ڪاوڙ جو کلئي نموني اظهار ڪريو.

جيڪڏهن توهان ان عمل ۾ زباني طور حصو ونو ٿا ته پوءِ هميشه ٻئي شخ جي اجازت سان ان عمل ۾ حصو ونو ۽ ان عمل جي شروع ۾ ٿي پنهنجي ڪاوڙ کي ظاهر ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ درگذر، معافي تلافيءَ ۽ ان کان پوءِ وري خوشيءَ ۾ مسرت جي عمل مان پاڻ کي گذاريو.

توهان هيٺين ڄاڻايل اٽڪلن ذريعي هر مرحلي تي پنهنجو ڌيان رکي سگهو ٿا.

1_ **ڪاوڙ ۽ ناراضگي:**

مون کي سخت ڪاوڙ آهي ته.....مان.....کان بيزار ٿي چڪو آهيان.

مون کي هن کان نفرت آهي... مان.....کان ڪاوڙيل آهيان.

2_ **ڏک ۽ غم:**

ان وقت مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو مون کي تمام گهڻو ڏک آهي

مون کيان وقتکان ڏاڍو مون کي انسلسلي ۾ تمام گهڻو ڏک پهتو گهڻي مايوسي ٿي.

3_ **ڊپ ۽ خوف:**

مان ڊڄندو هوس ته ڪٿي..... . مان ان وقت.....کان ڊڄي ويس.

مان ان وقت هيسجي ويس جڏهن مون کي ڊپ آهي ته

4_ **پڇتاءُ ۽ افسوس:**

مون کي افسوس آهي ته.... مون کي افسوس آهي ته

مون کي..... لاءِ معاف ڪري ڇڏيو منهنجو اهو مطلب نه هو ته

5_ **خواهشون:**

ڪاش مون اها خواهش نه ڪئي... منهنجي اها خواهش آهي ته..... هجي ها ....

چاهيان ٿو ته تون اهو ڪر..... مان چاهيان ٿو ته.....

6_ **محبت، درگذر ۽ شاباس:**

مان سمجهان ٿو ته.... مون.....لاءِتوکي معاف ڪيو.

مان توهان جي تعريف ڪندو آهيان.... . لاءِ توهان جي مهرباني

مان. لاءِ محبت ڪريان ٿو يان ٿو .

جيڪڏهن توهان ان عمل ۾ زباني طور تي دل سان حصو نہ وٺي رهيا آهيو يا وري ٻيو شخص ان عمل ۾ حصو نہ ٿو وٺي يا وٺڻ نہ ٿا چاهي تہ پوءِ ”مڪمل ۽ سچو خط لکي پنهنجي احساسن کي لکت ۾ آڻيو.“

### حقيقي ۽ خط:

مڪمل حقيقي ۽ سچو خط لکڻ وقت هيٺيان اپاءَ وٺو:

1) ان شخص کي خط لکو جنهن توهان کي پريشان ڪيو آهي. توهان سچي عمل ۾ جنهن جذبن ۽ خيالن کي ظاهر ڪرڻ گهريو ٿي، هن خط ۾ بہ اهڙي ئي قسم جا جذبا ۽ احساس لکو.

2) جيڪڏهن ٻيو شخص اهڙو ناهي، جو اهو بہ توهان وانگر حقيقي سچائي ظاهر ڪري تہ پوءِ توهان پنهنجو خط مڪمل ڪري ان شخص اڳيان ڦٽو ڪري اچو.

3) جنهن شخص توهان کي پريشان ڪيو آهي، جيڪڏهن اهو بہ عمل ۾ توهان سان شرڪت لاءِ راضي آهي تہ توهان کي کپي تہ ان کي بہ ”مڪمل حقيقي سچو خط“ لکڻ جو موقعو ڏيو. پوءِ پاڻ ۾ خطن جي متاستا ڪريو. پوءِ جڏهن خط پڙهڻ لڳو تہ ٻنهي کي هڪ ٻئي جي سامهون موجود هجڻ گهرجي ۽ پوءِ ان عمل تي پاڻ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪريو. پنهنجي ڳالهہ جو دفاع ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو پر ٻئي جي ڳالهہ بہ ڌيان ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. جيڪڏهن ڪا ڏکائي ٿئي تہ توهان انهن ڇهن ئي مرحلن مان رهنمائي حاصل ڪري سگهو ٿا.

### درگذر ڪري ڪاميابيءَ جي رستي تي وڌندا رهو:

پريشان ڪندڙ کي معاف نہ ڪرڻ بابت اذا بيلا هالينڊ ڪيڏي ڪارائتي ڳالهہ ڪئي آهي تہ:

”جيستائين توهان ان شخص کي معاف نہ ٿا ڪريو جنهن توهان کي پريشان ڪيو آهي تہ پوءِ اهو غيرضروري طور تي توهان جي ذهن تي ڇانيل رهندو ۽ توهان کي ان مان جان ڇڏائڻ مشڪل ٿي پوندي“

جيتوڻيڪ معافيءَ جو ڪاميابيءَ جي هڪ طريقي طور ذڪر معمول موجب نہ ٿو لڳي، پر حقيقت اها آهي تہ سخت ڪاوڙ ناراضگيءَ ۾ بدلو وٺڻ





جي خواهش رکڻ جي ذريعي توهان جي اها قيمتي توانائي ضايع ٿي سگهي ٿي، جنهن کي توهان پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ سٺي نموني استعمال ڪري سگهو ها.

### درگذر وارو رويو اختيار ڪري پنهنجي حال ۾ رهو!

پنهنجي ڪاروباري معاملن، گهرياتين ذاتي ۽ ٻين ماڻهن سان ناتن جي حوالي سان بہ اسان کي پيار ۽ درگذر تي مشتمل سلوڪ اختيار ڪرڻ گهرجي تہ جيئن اسين پنهنجي حياتي ۾ ڪاميابيءَ ڏانهن اڳيرا ٿي سگهون.

توهان کي کپي تہ پنهنجي ڪاروباري ساٿيءَ کي معاف ڪري ڇڏيو. جنهن توهان تي ڪوڙو الزام هنيو ۽ توهان جي دل کي صدمو پهچايو. پنهنجي آفيس جي ان ساٿيءَ سان بہ معاف ڪرڻ وارو سلوڪ اختيار ڪيو. جنهن توهان جون پرپٽ برايون ڪيون ۽ توهان جي حصي جي آمدني بہ پاڻ ڪٽي ويو. توهان پنهنجي ان اڳوڻي زال کي بہ معاف ڪريو. جنهن توهان کي تمام گهڻو پريشان ڪيو ۽ طلاق جي ڪارروائيءَ دوران توهان خلاف گهٽ وڌ ڳالهيو. اهو ضروري ڪونهي تہ ڪو توهان سندس اهڙي سلوڪ کي وساري ڇڏيو يا ان تي وري ڀروسو ڪريو پر توهان کي کپي تہ ان لاءِ معاف ڪرڻ ۽ درگذر ڪرڻ وارو رويو اختيار ڪريو ۽ ڪاميابيءَ لاءِ اڳيرائي ڪريو.

جڏهن توهان ماضيءَ جون ڪڙيون ڳالهيون وساري معافيءَ ۽ درگذر ڪرڻ واسلوڪ اختيار ڪريو ٿا تہ توهان ماضيءَ جي ڪوڙڪيءَ مان نڪري، پنهنجي ”حال“ ۾ موٽي اچو ٿا، جتي خوشگوار، مثبت واقعا ۽ حالتون توهان جي انتظار ۾ ويٺا هوندا آهن. جڏهن توهان پنهنجي ماضيءَ ۾ اٽڪجي پئو ٿا تہ توهان جون اهي سموريون اهم ۽ قيمتي توانائيون ۽ صلاحيتون ختم ٿي وڃن ٿيون. جيڪي توهان کي پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي مرضيءَ موجب ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ گهربل آهن.

### معاف ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي:

مون کي خبر آهي تہ ڪنهن ڳالهہ کي درگذر ڪرڻ يا ڪنهن کي معاف ڪرڻ ڪيتري قدر مشڪل ڪم آهي. ننڍپڻ ۾مون کي ڪو اٽواقف

اغوا ڪري ويو ۽ مون تي ڪافي تشدد بہ ڪيائين. منهنجو شرابي پيءُ بہ اڪثر مون کي مارڪٽ ڪندو رهندو هو. مون کي نسلي امتياز ۽ تعصب جو نشانو بڻايو ويو منهنجي هڪ نوڪر هڪ وڏي رقم جو غبن ڪيو مون کي نهايت بي بنياد ۽ ڪوڙن الزامن ۾ ڦاسائي ڪيس هلايا ويا ۽ ڪيترين ڪاروباري سودن ۾ مون کي نقصان پهچايو ويو.

پر ماضيءَ ۾ لڳل هر زخم ۽ ڏک کان پوءِ بہ مون پنهنجي هر مخالف کي معاف ڪري ڇڏيو ڇو تہ مون کي خبر هئي تہ جيڪڏهن آءٌ پنهنجي ماضيءَ ۾ اٽڪيو پيو هوندس تہ ماضيءَ جون ڪڙيون يادون منهنجو پيڇو ڪو نہ ڇڏينديون ۽ مان پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش موجب ڪاميابيءَ جي راهہ تي سفر ڪري ئي نہ سگهندس.

جڏهن بہ اهڙي قسم جو ڪو واقعو مون کي پيش ايندو هو تہ مون اهو سبق بہ سکي ورتو تہ آئينده اهڙي قسم جي واقعن کي ٿيڻ کان اڳ ڪيئن روڪي سگهجي ٿو. مون کي اهو بہ پتو پئجي ويو تہ آءٌ پنهنجي وجدان تي ڪهڙي نموني بهتر طور ڀروسو ڪري سگهان ٿو ۽ جڏهن بہ مون ڪنهن جي معاملي کي درگذر ڪيو يا تہ پنهنجو پاڻ کي ڪافي هلڪو آزاد ۽ مضبوط محسوس ڪرڻ لڳس ۽ اجائين ڳالهين کي نظرانداز ڪري، اهم ڳالهين تي ڌيان ڏيئي، پنهنجي توانائيءَ جو بهتر استعمال ڪري ڪاميابي ڏانهن اڳتي کان اڳتي وڌندو رهيس.

آفريڪا جي انقلابي اڳواڻ نيلسن منديلا ڪاوڙ جي نقصان بابت چيو آهي تہ:

> ”ڪاوڙ هڪ اهڙي عمل وانگر آهي، جيئن توهان زهر تہ پاڻ پي رهيا هجو پر اميد اها رکيو ويٺا هجو تہ ان سان توهان جو دشمن مري ويندو.“

جنهن قسم جو طرز عمل توهان جي احساسن کي صدمو پهچائي ٿو توهان کي خبر هجڻ گهرجي تہ مون بہ انهن مان اڪثر جذبن ۽ احساسن کي محسوس ڪيو آهي، پر توهان کي اها بہ خبر هجڻ گهرجي تہ جيڪا بہ شيءِ توهان جي دل کي صدمو پهچائي ٿي، ان کان وڌيڪ توهان جي دل ۾ جيڪا سخت ڪاوڙ ۽ ناراضگي پيدا ٿئي ٿي، توهان جي احساسن کي جيڪا





تڪليف ولوڙي ٿي ۽ توهان جو ذهن جن ناڪاري خيالن جو گهر بڻجندو ٿو وڃي، بار بار ڪنهن سان نفرت خيال ذهن ۾ اچي ٿو سان مخالف ڪان وڌيڪ توهان کي پاڻ ئي اندر ئي اندر نقصان پهچائي ٿي.

”عفو ۽ درگذر“ لفظ جو حقيقي مفهوم هي آهي تہ پنهنجي مخالفن خاطر نہ، پر پنهنجي فائدي خاطر پنهنجن مخالفن کي معاف ڪري، سندن سلوڪ کي وساري، معاملي کي درگذر ڪري ڇڏيو.

مان انهن ماڻهن کي بہ سڃاڻان ٿو جن جڏهن پنهنجي مخالفن کي معاف ڪيو تہ سندن مٿي جو اهو سور بہ آهستي آهستي جلد ختم ٿي ويو. جنهن ڪيتري عرصي کان کين پريشان ڪري رکيو هو. سندن پراڻي قبضي ختم ٿي وئي، سندن گوڏن جو سور لهي ويو سندن نظر تيز ٿيندي وئي ۽ سندن ڪيترين اهڙين پراڻين بيمارين، جيڪي دوا ڪائڻس سان بہ نہ ٿي لٿيون، اهي اوچتو اوچتو پاڻ ئي ختم ٿي ويون. ڪيترن ماڻهن جي ذاتي ۽ پيشيوراڻي زندگي ۾ معجزا ٿي ويا. يقين ڪريو: درگذر ۽ معافيءَ جو عمل مشڪل ضرور آهي، پر وڏو فائديمند بہ آهي.

### درگذر ڪرڻ جا مرحلا:

درگذر ڪرڻ جا ضروري مرحلا هيٺيان آهن:

1. پهرين تہ اها ڳالهہ مڃو تہ توهان کي سخت ڪاوڙ ۽ ناراضگي آهي.
2. اها ڳالهہ بہ مڃي وٺو تہ توهان کي ڏک ۽ افسوس ٿي رهيو آهي.
3. اهو بہ اعتراف ڪري وٺو تہ توهان خدشن ۽ شڪ شبهن ۾ مبتلا ٿيندا ٿا وڃو.
4. ان واقعي ۾ پنهنجو ڏوهہ بہ مڃي وٺو.
5. اهو بہ اعتراف ڪريو تہ توهان جي خواهش پوري نہ ٿي ۽ پوءِ توهان پنهنجو پاڻ کي ٻئي شخص جي جاءِ تي رکي ان جي جذبن ۽ احساسن جو خيال ڪريو.
6. پنهنجي ڪاوڙ ناراضگي ۽ نفرت کي ختم ڪريو ۽ ٻين کي معاف ڪري ڇڏيو.

### لسٽ جوڙيو:

انهن ماڻهن جي فهرست ناهيو جن جي ڪري توهان کي ڏک ۽ نقصان

پهتو آهي. اهو به سوچيو ته انهن ماڻهن جي ڪري توهان کي ڪهڙو رنج ۽ نقصان پهتو.

پوءِ ڪيترا به ڏينهن ٿي وڃن، هر هڪ شخص سان ”مڪمل حقيقي ۽ سچو عمل“ ورجايو. توهان ان عمل کي پنهنجي سامهون پيل خالي ڪرسيءَ تي ويٺل شخص کي نظر ۾ رکي، زباني ۽ لکت ۾ ڪري سگهو ٿا. مناسب وقت ڪڍي ان ڳالهه تي غور ڪريو ته جڏهن بين ماڻهن توهان سان اهو سلوڪ ڪيو ته ان وقت سندن زندگين ۾ ڇا ڪجهه ٿيڻ ڪپي ها. ان سلسلي ۾ هيٺ ڏنل سچائي ۽ يادگيري اهم آهي.

”توهان سميت سمورا ماڻهو پاڻ کي مليل معلومات، مهارت ۽ ترڪيبن ذريعي پنهنجي خواهشن جي پورائي لاءِ بهتر کان بهتر ڪوشش ڪن ٿا. جيڪڏهن اهي ڪجهه بهتر ڪرڻ جي قابل هجن ها ته اهي به بهتر ڪن ها. جڏهن ڪين اهو وڌيڪ بهتر طور پتو پوي ٿو ته سندن رويو بين تي ڪيئن/ڪهڙو اثر وجهي ٿو ته پوءِ اهي پنهنجين ضرورتن ۽ خواهشن جي پورائي لاءِ گهٽ نقصان پهچائيندڙ طريقا ۽ وڌيڪ اثرائتا طريقا ڳولهين ٿا ۽ اهڙي نموني گهٽ کان گهٽ نقصان پهچائيندڙ سلوڪ ۽ طرز عمل اختيار ڪن ٿا.“

ڏيان ڏيو ته ڪي به ماءُ پيءُ نندڍ مان اٿندي ئي پنهنجي ساٿيءَ کي اهو نه ٿو چئي/نه ٿي چئي ته مون ٻارن کي دڙڪا ڏيڻ ۽ انهن تي سخت ڪرڻ جا وڌيڪ تي نوان طريقا سوچي ورتا آهن. ماءُ پيءُ ته هميشه اهوئي ڪندا آهن جيڪو سندن والدين کي پنهنجن ٻارن لاءِ ڪرڻ ڪپي، پر انهن جي نفسياتي زخمن، علم ۽ معلومات جي کوٽ ۽ والدين جي حيثيت ۾ مهارت جو نه هجڻ ۽ سندن زندگيءَ ۾ گذريل دباءُ ۽ ڇڪتاڻ ڪري ڪين ۾ اهي رويا پيدا ٿي ٿا وڃن، جيڪي اسان کي ڏک ۽ رنج پهچائين ٿا.

### معافيءَ جو کليل اعلان:

پنهنجن مخالفن ۽ دشمنن کي معاف ڪرڻ جو آخري طريقو اهو آهي ته توهان بين لاءِ معافي ۽ درگذر جو ڪيترائي ڀيرا سرعام اعلان ڪريو:

”مان انهن سمورين خواهشن ۽ روين تان هٿ کڻان ٿو جن جي ڪري





مان پاڻ کي قيد ۾ بند ۽ پابند محسوس ڪريان ٿو. مان پاڻ کي هاڻي ان قيد مان آزاد ڪريان ٿو ته جيئن مان خوشي، مسرت، امن ۽ سڪون حاصل ڪري سگهان. مون فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته مان هاڻي پائيدار طريقو اختيار ڪندس ته جيئن مون کي زندگيءَ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي سگهي، جنهن سان مون کي خبر پوي ته مان پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش موجب پنهنجي لاءِ ڪاميابي حاصل ڪري سگهان. هاڻي مون کي هر قسم جي فڪر ۽ پريشانيءَ بابت پتو پئجي چڪو آهي، تنهن ڪري مان اعلان ٿو ڪريان ته مون کي ڪنهن به ماڻهوءَ مان ڪنهن به قسم جي ڪا به اميد ڪونهي. مان هاڻي هر قسم جي اميدن کان آزاد ٿي چڪو آهيان ۽ بين کي به هر قسم جي خواهشن کان آزاد ڪريان ٿو. مان نه صرف پنهنجون پاڻ کي معاف ڪريان ٿو پر انهن ڳالهين لاءِ بين سڀني کي به معاف ڪريان ٿو.“

### درگذر جو رويو اختيار ڪري سگهو ٿا:

1972ع ۾ هڪ اهڙي نوجوان فوٽو گرافر کي انعام ڏنو ويو هو، جنهن هڪ اهڙي ويتنامي ڇوڪريءَ جو فوٽو ڪڍيو جنهن جون ٻانهون خوف ۽ دهشت سبب غيرمعمولي نموني پکڙيل هيون. سندس بدن تي ڪپڙا به نه هئا ۽ اها تيزيءَ سان ڊوڙي رهي هئي ۽ ان ڳوٺ ڏانهن رڙيون ڪري وڃي رهي هئي، جنهن تي ائٽم بم اڇلايا پئي ويا. سندس ڪپڙا به سڙي چڪا هئا.

اها تصوير دنيا جي ڪيترين ئي اخبارن ۾ ڪيترائي دفعا شايع ٿي ۽ اڃا به محفوظ آهي. ان ٻارڙيءَ کي ان ڏينهن پنهنجي جسم جي اڌ حصي تي زخمن جي تڪليف برداشت ڪرڻي پئي ۽ پوءِ 17 دفعا سرجريءَ ۽ 14 مهينن جي نفسياتي علاج سبب اها ٻارڙي جنهن جو نالو ڪِن (Kin) هو معجزاتي نموني بچي وئي.

هاڻي هوءَ ڪئنيڊا جي شهري آهي ۽ يونيسڪو (UNISCO) جي تعليمي، سائنسي ۽ ثقافتي تنظيم جي سفير آهي.

جيڪو به شخص ان ڇوڪريءَ سان ملي ٿو تنهن جو چوڻ آهي ته هن مان امن ۽ سڪون جا حيرت انگيز ڪرڻا نڪرندا آهن.

**17**

# ڪاميابيءَ جون نيون عادتون پنهجايو

ڪامياب حاصلات لاءِ جيپال گيٽي جو قول آهي تہ:

”جيڪو شخص پنهنجي پيشيوراڻي زندگيءَ ۾ عروج حاصل ڪرڻ چاهي ٿو تہ تنهن کي پنهنجي عادت جي طاقت کي ساراهڻ گهرجي. پنهنجي لاءِ نقصان پهچائيندڙ عادتن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ۽ ترت عادتون اختيار ڪري، جن ذريعي هو پنهنجي مرضيءَ موجب ڪاميابي حاصل ڪري سگهي.“

نفسياتي ماهر اسان کي ٻڌائين ٿا تہ اسان جي رويي جو 90 سيڪڙو حصو اسان جي عادتن تي مشتمل هوندو آهي. صبح جو سوير سجاڳ ٿيڻ کان وٺي رات جو سمهڻ تائين،سوين ڳالهيون اهڙيون هونديون آهن، جن کي ڪرڻو پوندو آهي. انهن ڳالهين ۾ وهنجڻ، ڪاڏو پيتو پڙهڻ لکڻ، ڏندن کي برش ڪرڻ، آفيس لاءِ روانو ٿيڻ، گهر جي صفائي ۽ اهڙا ٻيا ڪيترا ڪم آهن جيڪي اسان کي ڪرڻا پوندا آهن. سالن جا سال گذرڻ کان پوءِ اسان جون اهي عادتون ايتريون تہ پڪيون ٿي وڃن ٿيون. جو اهي توهان جي طرز زندگي ۽ آفيس ۾ ڪم ڪار کي ظاهر ڪن ٿيون ۽ وڌيڪ اهو تہ توهان پنهنجي آمدنيءَ کي پنهنجي صحت ۽ لاڳاپن لاءِ خرچ ڪريو ٿا.

توهان جي طرز عمل جو سنو پاسو اهو آهي تہ جڏهن توهان جو جسم پاڻمرادو ڪم ڪري ٿو تہ توهان جون اهي عادتون توهان جي ذهن مان هر قسم جي خيالن کي پري هٽائي ٿيون ڇڏين. ان کان سواءِ توهان وهنجي رهيا هوندا آهيو يا گاڏي ۾ آفيس ويندا آهيو تہ ان دوران سڄي ڏينهن جي رٿابندي ڪري سگهو ٿا. پر توهان جي ان رويي جو خراب پهلو اهو آهي تہ توهان





لاشعوري طور تي پنهنجو پاڻ کي هارايل ٿيڻ وارن روين جو بہ شڪار ٿي سگهو ٿا. جيڪي توهان جي ڪاميابي جي راهہ ۾ رڪاوٽ بڻجي سگهن ٿا.

توهان جون موجوده عادتون توهان جي زندگيءَ جي موجوده حالتن سبب پيدا ٿين ٿيون. وڌيڪ اهو تہ جيڪڏهن توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ وڌيڪ ڪاميابيون حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ توهان کي گهرجي تہ پنهنجين ڪيترين منفي ۽ غيرتعميري عادتن تان هٿ کڻي وڃو. مثال طور ٻين جي فون ڪال تي ڌيان نہ ڏيڻ رات جو دير تائين ٽيلويزن ڏسڻ، غيرصحتمند کاڌا کائڻ، سگريٽ پيئڻ، پنهنجي آمدنيءَ کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ جهڙين عادتن بدران مثبت ۽ تعميري عادتون اختيار ڪريو.

مثال طور: توهان روزانو 8 ڪلاڪ سمهو روزانو گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪلاڪ پڙهو هفتي ۾ چار ڀيرا ورزش ڪريو صحتمند کاڌا کائو ۽ پنهنجي آمدنيءَ کان وڌيڪ خرچن بدران بچت طرفان ڌيان ڏيو.

### عادتون لاڀ ڏين ٿيون:

ڪاميابي بابت رابرٽ جي رنگر جو خيال آهي تہ:

” ڪاميابي هڪ عام فهم طريقو آهي ۽ سادين مذهبي عادتن تي ٻڌل آهي، جن جي ذريعي توهان کي هميشہ ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي.“

توهان جيڪو بہ ڪم ڪريو ٿا، تنهن جي نتيجي جو دارو مدار توهان جي عادتن تي هوندو آهي. ڪامياب ماڻهو بنا ڪنهن ڪوشش جي عروج حاصل نہ ٿا ڪن، پر ڪين عظيم ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ روزانو عمل تي ڌيان ڏئي، ذاتي نظم ضبط ۽ تمام گهڻيءَ توانائيءَ ذريعي ڪاميابيءَ کي ممڪن بڻائڻو پوندو آهي.

جيڪي ماڻهو منفي ۽ غيرتعميري عادتن جا مالڪ هوندا آهن، انهن کي هميشہ هڪ ڏکيائي پيش ايندي آهي جو سندن خراب ۽ غيرتعميري عادتن جا نتيجا ان وقت ظاهر ٿين ٿا، جڏهن اهي پنهنجي زندگيءَ جي آخري مرحلي ۾ هوندا آهن. جڏهن توهان هڪ مستقل ناڪاري ۽ غير تعميري عادت پڪي ٿي وڃي ٿي، تنهن ڪري آخرڪار انهن عادتن جا نتيجا بہ توهان کي پاڻ ڀوڳڻا پون ٿا.

ٿي سگهي ٿو ته توهان کي اهي نتيجا پسند نه اچن. پر توهان جي زندگي ڪنهن نه ڪنهن نموني اهي نتيجا توهان جي سامهون آڻي رکندي.

حقيقت ۾ جڏهن توهان هڪ خاص طريقي موجب پنهنجا ڪم ڪندا رهندؤ ته توهان کي نتيجا به اهڙا ئي ملندا. ناڪاري ۽ غير تعميري عادتن جا نتيجا به ناڪاري ۽ غير تعميري ئي نڪرندا.

## سٺين عادتن لاءِ هيٺئر ئي قدم کڻو:

ٻن عملي قدمن ذريعي توهان پنهنجون عادتون بدلائي سگهو ٿا. پهريون قدم اهو آهي ته اهڙين سمورين عادتن جي هڪ فهرست تيار ڪريو. جيڪي غيرتعميري آهن ۽ جيڪي خراب نموني توهان جي مستقبل تي اثرانداز ٿي سگهن ٿيون. تنهن کان سواءِ هيٺ ڄاڻايل سڀ کان خراب ۽ غير تعميري عادتن جو جائزو وٺو.

1۔ اڄ جو ڪم سڀاڻي تي نه ڇڏڻ.
2۔ آخري تاريخ تي ادائيگي ڪرڻ.
3۔ مقرر وقت تي نه پهچڻ.
4۔ ڪنهن جو نالو ترت وساري ڇڏڻ.
5۔ٻئي جي ڳالهه ڪٽڻ.
6۔ گهر ۾ آفيس جو ڪم ڪرڻ.
7۔ ڪاغذ کي ڪيترائي پيرا ڏسڻ.
8۔ هفتي ۾ ٻن ڏينهن کان وڌيڪ تيز ڪاڌو کائڻ.

جڏهن توهان کي پنهنجين خراب ۽ غير تعميري عادتن جو پتو پئجي ٿو وڃي ته پوءِ ٻيو عملي قدم اهو آهي ۽ پاڻ ۾ اهي سٺيون ۽ تعميري عادتون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.

مثال طور، توهان صبح جو سوير سجاڳ ٿي ورزش ڪرڻ چاهيون ٿا ته توهان ان لاءِ رات جو سوير ئي سمهي رهو يا صبح جو سوير اٿڻ لاءِ الارم سيٽ ڪري سمهو.

پر جيڪڏهن توهان سيلز جي شعبي ۾ ڪم ڪريو ٿا ته انهن سمورين شين يا ڳالهين بابت هڪ فهرست اڳواٽ تيار ڪري رکي ڇڏيو.





جيڪي توهان امڪاني گراهڪن کي ڏيکارڻ ۽ انهن بابت ڪين قائل ڪرڻ لاءِ ڳالهائڻ چاهيو ٿا.

ٿي سگهي ٿو ته توهان جي خواهش هجي ته توهان پنهنجي آفيس جو ڪم جمعي جي شام تائين اهڙي نموني ڪري وٺو. جو توهان پنهنجون هفتيوار موڪلون آرام سان گهر ۾ پڻ گذاري سگهو. اها هڪ نهايت سٺي عادت آهي، پر ان لاءِ توهان کي وڏي جدوجهد ڪرڻ پوندي.

## نيون عادتون ڇا ڏينديون؟

جيڪڏهن توهان انهن ترڪيبن ذريعي هڪ سال ۾ چار نيون عادتون اختيار ڪري ٿا وٺو ته ان جو مطلب ته پنجن سالن ۾ توهان ويهه سٺيون عادتون اختيار ڪري سگهو ٿا، جن ذريعي توهان پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش موجب دولت حاصل ڪري سگهو ٿا. هر قسم جا نوان ۽ بهترين موقعا توهان جي انتظار ۾ هوندا.

پهرين ته توهان پاڻ ۾ انهن ڇئن نين عادتن پيدا ڪرڻ جي تياري ڪريو. جيڪي توهان هن سال پاڻ ۾ پيدا ڪرڻ چاهيو ٿا. هر ٽن مهينن کان پوءِ هڪ نئين عادت اختيار ڪرڻ لاءِ غور ويچار ڪريو. جيڪڏهن توهان هر ٽيرهن هفتن کان پوءِ هڪ نئين عادت اختيار ڪرڻ لاءِ نهايت ذهانت سان جائزو وٺي غور ڪريو ٿا ته توهان نئين سال جي موقعي تي پنهنجي عزم ۽ ارادي کي آسانيءَ سان پورو ڪري سگهو ٿا.

تحقيق سان اهو به ثابت ٿيو آهي ته جيڪڏهن توهان پنهنجو اهو عمل ورجايو ٿا، پوءِ پلي اهو ويهن منٽن جي ڏيان سان ڪم ڪرڻ جو ئي هجي. توهان جي اها عادت سموري زندگي قائم رهندي. نهايت منظم طريقي ذريعي هڪ وقت ۾ هڪ عادت اختيار ڪرڻ سان توهان مجموعي طور تي پنهنجي زندگيءَ ۾ انقلابي تبديلي آڻي سگهو ٿا.

نئين عادت اختيار ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ يقيني طور تي عزم ۽ ارادي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هڪ به سٺا نقطا ٻڌو.

پاڻ ۾ مختلف سٺيون عادتون پيدا ڪرڻ ۽ انهن کي مستقل طور تي اختيار ڪرڻ لاءِ علامتون مقرر ڪريون.

فرض ڪريو توهان پنهنجي صحت جي حفاظت لاءِ اهي عادتون اختيار ڪرڻ چاهيو ٿا. جن جي سمورا ڊاڪٽر هدايت ڪرن ٿا. يعني روزانو پاڻيءَ جا ڏهه پريل گلاس پيو. توهان پنهنجي فون رکڻ واري جاءِ پنهنجي آفيس جي ميز، پنهنجي سمهڻ واري ڪمري جي ڊريسنگ ٽيبل ۽ رڌڻي ۾ رکيل فرج تي اهو هدايتون لکي لڳائي ڇڏيو.

هڪ سٺي عادت پيدا ڪرڻ جي حوالي سان پنهنجي دوست يا گهرواريءَ کي لڳاتار ٻڌائيندا رهو ۽ اهو دوست يا گهرواري به توهان کان ان سٺيءَ عادت کي اختيار ڪرڻ بابت پڇا ڳاڇا ڪندا رهن ۽ پوءِ هڪ ٻئي کان هڪ نه ٻئي ڏينهن پڇندا رهو ته ڇا اوهان جي اها عادت پڪي ٿي؟





**18**

# وڏيءَ ڪاميابيءَ لاءِ ڪهڙي سکيا کپي

سقلتا ماڻڻ لاءِ جان وڊن جو چوڻ آهي ته:

”جيڪڏهن آءٌ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو هنر سکي وٺان ٿو ته پوءِ آءٌ واقعي ڪامياب آهيان.“

جن ماڻهن وٽ وڏيڪ ڄاڻ ۽ مهارت آهي اهي انهن ماڻهن کان وڌيڪ فائدي ۾ رهن ٿا. جن وٽ اهي سڀ ڳالهيون نه آهن ۽ ٿي سهي ٿو ته توهان اهو سوچيندا هجو ته عظيم ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ سالن جا سال محنت ۽ صلاحيت حاصل ڪرڻي پوندي اهي ته اصل حقيقت اها آهي ته پنهنجي عام رويي بدلائڻ مثال طور روزانو هڪ ڪلاڪ پڙهڻ جي عادت، ٽيليويزن ڏسڻ بدران علم ۽ مهارت حاصل ڪرڻ ۽ مختلف سکيا پروگرامن ۾ شرڪت ذريعي توهان پنهنجي ڪاميابيءَ جي معيار کي حيرت انگيز طور تي سڌاري سگهو ٿا.

### ٽي وي گهٽ ڏسو:

اها هڪ افسوس جوڳي حقيقت آهي ته اسان مان ڪيترائي ماڻهو روزاني گهٽ ۾ گهٽ 6 ڪلاڪ ٽي وي ڏسن ٿا، جيڪڏهن بدقسمتيءَ سان توهان به انهن ماڻهن مان شامل آهيو ته جڏهن توهان جي عمر 60 سالن ٿيندي ته جڻ توهان به پنهنجي عمر جا قيمتي 15 سال ٽي وي ڏسڻ ۾ ضايع ڪري چڪا هوندؤ. 15 سال يعني توهان جي زندگيءَ جو چوٿون حصو!

ڇا توهان واقعي پنهنجي زندگيءَ جو چوٿون حصو ايئن اجايو وڃائڻ چاهيو ٿا، جڏهن ته جن ماڻهن کي توهان ٽي ويءَ تي ڏسي وقت ضايع ڪريو

ٿا, اهي پاڻ نهايت امير ڪبير ٿي، شاهاڻي ٺٺ سان زندگي گذارين پيا.

جڏهن منهنجي پنهنجي مهربان استاد سان پهريون ڀيرو ملاقات ٿي ته هن مون کي ٽي وي روزانو هڪ ڪلاڪ گهٽ ڏسڻ جي صلاح ڏني. هن چيو ته روزانو هڪ ڪلاڪ گهٽ ٽي وي ڏسڻ جو مطلب ته توهان کي سال ۾ 365 ڪلاڪ اضافي ملي ويا. يعني توهان وٽ ٻن مهينن جو وقت فالتو بچي ويو. جنهن ۾ توهان پنهنجي مرضيءَ موجب ڪم ڪري سگهو ٿا. مون ڪائنس پڇيو ته ان بچايل وقت کي ڪيئن ڪم آڻيان. هن جواب ڏنو. ان وقت ۾ ڪو به سٺو ۽ تعميري ڪري سگهين ٿو. اهو اسان تي ڇڏيل آهي ته ان بچايل قيمتي وقت کي ڪيئن ٿا پنهنجي لاءِ فائديمند بڻائي سگهون پر ان لاءِ سڀ کان سٺو ۽ تعميري ڪم اهو آهي ته توهان ان بچايل وقت دوران پاڻ ۾ پڙهڻ جي عادت وجهو. ڪامياب ماڻهن جون آتم ڪهاڻيون پڙهو. نفسيات، مالي معاملن، صحت ۽ اهڙن ٻين معلوماتي ڪتابن کي پڙهو. ڪامياب زندگيءَ گذارڻ جي اصولن تي عمل ڪريو.

## ڪامياب ماڻهو پڙهاڪو هوندا آهن:

هڪ تحقيقي جائزي لاءِ سڀ کان اڳ انهن ماڻهن جي فهرست تيار ڪئي وئي، جن امن جو نوبل انعام حاصل ڪيو هو ۽ پوءِ انهن ماڻهن جي فهرست ٺاهي وئي، جن زندگيءَ جي مختلف شعبن، سائنس، مذهب، نفسيات، صحت ۽ راندين ۾ وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪيون هيون. پوءِ انهن ماڻهن جون لکيل يا انهن بابت لکيل سندن حياتيءَ جي حالتن ۽ آتم ڪهاڻين کي سندن ڪارنامن سان ڳنڍيو ويو. انهن سڀني جي حياتيءَ جي اصليت پڙهڻ مان پتو پيو ته اهي سڀ پڙهائي جا تمام گهڻا شوقين هوندا هئا ۽ اهي ڪوشش ڪندا هئا ته هر قسم جي موضوع، خاص طور تي سندن پسنديده موضوع بابت وڌ ۾ وڌ پڙهي ڄاڻ حاصل ڪن. تنهن ڪري اسان کي به کپي ته وڌ کان وڌ پڙهؤن.

جيڪڏهن توهان هڪ هفتي ۾ هڪ ڪتاب پڙهو ٿا ته معنيٰ ته توهان ڏهن سالن ۾ 250 ڪتاب پڙهو ٿا ۽ ويهن سالن اندر هڪ هزار ڪتاب پڙهي سگهو ٿا ۽ انهيءَ ڪتابن جي پڙهائيءَ وسيلي توهان پنهنجي ڄاڻ ۾





وڌ ۾ وڌ اضافو ڪري سگهو ٿا. تنهن ڪري مختلف موضوعن تي لکيل ڪتاب پڙهو ۽ انهن ۾ ٻڌايل ڳالهيون پڙهي، پنهنجيءَ ڄاڻ ۾ اضافو ڪريو.

## وڌيڪ تکڙو پڙهڻ سکو:

جيڪڏهن توهان پنهنجي خواهش جي ابتڙ آهستي پڙهڻ جا عادي آهيو ته پوءِ ڪو اهڙو طريقو اختيار ڪريو جنهن ذريعي توهان تکڙو ڪتاب پڙهي سگهو.

## پڙهڻ جو منظم طريقو سمجھ ڏئي ٿو:

جڏهن توهان مختلف موضوعن نفسيات، تعليم، صحت، واپار، طب، ذاتي معاملن ۽ ورزش جي معلومات بابت ڪتاب پڙهو ٿا ته انهن موضوعن تي مهارت حاصل ڪري وٺو ٿا، ڇو ته اهوئي علم ۽ معلومات ڪنهن سٺي زندگيءَ گذارڻ جو بنياد آهن. انهن ڪتابن ۾ آزمايل تجربن، دانش، ڄاڻ طور طريقن، انتظام هلائڻ ۽ ڪاميابيءَ جا راز ڏنل هوندا آهن.

جيڪڏهن توهان هفتي ۾ هڪ ڪتاب پڙهڻ جا عادي ٿي ٿا وڃو ۽ اهو به ياد رکو ٿا ته توهان انهن ڪتابن ۾ ڇا پڙهيو ۽ هر ڪتاب مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ سبق سکي پنهنجي عملي زندگي ۾ اختيار ڪريو ٿا ته توهان هڪ انتهائي ڪامياب ۽ شاندار زندگي گذاري سگهو ٿا.

مٿي ڄاڻايل موضوعن کان سواءِ ٻين مختلف سٺن مضمونن بابت ڪتاب پڙهي به توهان پنهنجي ڄاڻ وڌائي، پاڻ کي اجا وڌيڪ باصلاحيت ٺاهي، اعليٰ ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪري سگهو ٿا. توهان کي گهرجي ته مختلف موضوعن تي مشتمل شاهڪار ڪتابن کي پنهنجي لائبريريءَ ۾ سانڍي رکو.

جيڪڏهن توهان ۾ ڪتاب خريد ڪرڻ جي طاقت ڪونهي ته به ڪا ڳالھ ناهي، ڪنهن لائبريريءَ، دوست يا مٽ مائٽ کان اوڌر تي به اهو ڪتاب وٺي پڙهي سگهو ٿا.

## وڏن ماڻهن جي زندگيءَ بابت پڙهو:

زندگيءَ جي مختلف موضوع تي ڇپيل ڪتابن کان سواءِ ڪي ڪتاب اهڙا به هوندا آهن، جنهن ۾ دنيا جي ڪيترن عظيم ۽ ڪامياب ماڻهن جي

حياتين جو ذڪر هوندو آهي تہ هنن پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا پنڌ ڪري اهي ڪاميابيون حاصل ڪيون. اهڙا ڪتاب شاندار ڪتابن ۾ ليکيا وڃن ٿا ۽ انهن کي پڙهڻ کان پوءِ توهان بہ ڄاڻي سگهو ٿا تہ توهان پاڻ بہ پنهنجي زندگيءَ کي ڪيئن ٿا عظيم بڻائي سگهو.

عظيم ماڻهن جا داستان بين ماڻهن لاءِ روشنيءَ جو مينار هوندا آهن.جيڪي پنهنجي زندگيءَ ۾ عروج حاصل ڪرڻ چاهين ٿا. سموريءَ دنيا ۾ لائبريريون اهڙن ماڻهن بابت ڪتابن سان ڀريون پيون آهن.

هڪ بي عظيم ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏهن توهان ٽيليويزن ڏسڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ فضول ڊرامن ۽ فلمن بدران دستاويزي فلمون ڏسو جن ۾ عظيم ماڻهن جي جدوجهد جو ذڪر ڪيل هوندو آهي.

## ڪاميابيءَ لاءِ جلسن ۽ سکيا پروگرامن ۾ وڃو:

جڏهن توهان ڪاميابيءَ جا گُر سکڻ لاءِ ڪنهن جلسي يا سکيا پروگرام ۾ وڃو ٿا تہ اتي هڪ تہ سکڻ وارن جو هجوم هوندو آهي تہ ٻئي طرف اتي اهي وڏا مقرر بہ سکيا ڏيندڙ طور موجود هوندا آهن. جيڪي پنهنجي تجربن ذريعي ڪاميابي جي مختلف طريقن کان واقف ڪن ٿا.

اخبارن تي لاڳيتو نظر رکو تہ جيئن توهان کي انهن جلسن ۽ سکيا پروگرام جي تاريخ ۽ هنڌ بابت ڄاڻ ٿي سگهي. جتي وڃي توهان پاڻ بہ فائدو حاصل ڪري سگهو ٿا.

## سکيا لاءِ تيار رهو:

”نوڙت ۽ انڪساريءَ ذريعي توهان وڏ ۾ وڏ ۽ بهتر کان بهتر سکي سگهو ٿا.“

هڪ ڀيري جڏهن آءٌ هو ڪتاب لکي رهيو هوس تہ مون سان ملڻ لاءِ سڪپ باربر نالي هڪ شخص آيو جيڪو ماڻهن کي ڪارن جي ريس ۾ حصو وٺڻ لاءِ ڪارون هلائڻ سيکاريندو هو. جڏهن مون ڪانئس پڇيو تہ سندن شاگردن جي ڪا خاص خاصيت ڪهڙي آهي تہ هن ٻڌايو تہ سندس شاگرد هر وقت سکڻ لاءِ تيار رهندا آهن.

پنهنجي زندگيءَ ۾ عظيم ڪاميابيون حاصل ڪرڻ لاءِ توهان کي ڪپي





تہ ڪليءَ دل سان هر شئي سکڻ لاءِ تيار رهو. جيڪڏهن توهان کي ڪنهن شئي يا ڳالهہ جي اڳواٽ ڄاڻ نہ آهي، تنهن هوندي بہ ان ڄاڻ کي وساري ڪنهن ڪنڌ پاسي ۾ رکي اهو سکڻ جي ڪوشش ڪريو جيڪو ڪجهہ توهان جو استاد يا سيکارڻ چاهين ٿا.

جيڪي ماڻهو زندگيءَ جي تجربن مان گذري چڪا آهن، تن کي سيکارڻ ۽ پڙهائڻ بہ اچي ٿو انهن جي ڳالهين کي غور سان ٻڌو ۽ انهن کي پنهنجي ڪاميابيءَ لاءِ استعمال ڪريو.

جيڪڏهن توهان ڪنهن اهڙي جلسي ۾ سکيا پروگرام يا ڪانفرنس ۾ شريڪ آهيو ۽ اتي سيکارجندڙ معاملن کان اڳ ئي واقف آهيو تہ پوءِ هرويرو پاڻ پڌائڻ بدران ماٺ ڪري ويهي رهو ۽ انتظار ڪريو تہ توهان کي اڃا ڪي بي نئين معلومات حاصل ٿئي.

## موجود موقعن مان فائدو ماڻيو:

دنيا ۾ اهي ئي ماڻهو ڪامياب ٿيندا آهن، جيڪي وتن موجود موقعن مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار هوندا آهن. اهو اصول ڪاميابيءَ لاءِ هڪ سونهري اصول جي حيثيت رکي ٿو. چيو وڃي ٿو اها حقيقت آهي تہ خوش قسمتي انسان جو در هڪ ڀيرو ضرور کڙڪائي ٿي ۽ اهوئي انسان خوش قسمت هوندو آهي ۽ ڪامياب بہ ٿيندوآهي جيڪو ڀهرين ئي کڙڪي تي گهر جو دروازو کولي ۽کيس اندر وٺي ٿو اچي.

جيڪي ماڻهو پنهنجي زندگيءَ ۾ حاصل ٿيندڙ موقعن مان فائدو حاصل نہ ٿا ڪرڻ چاهن. اهي ڪاميابيءَ کي پاڻ کان ڪيترائي ڪلوميٽر پري ڏکي ٿا ڇڏين ۽ سموري حياتي ان ڪاميابيءَ کي ٻيهر حاصل ڪرڻ لاءِ نئين سر ڪوششون ڪندا، اوندهہ ۾ هٿوراڙيون ڏيندا رهندا آهن پر جيئن چوندا آهن تہ ”پنهنجي وڃائي جو ويج نہ طبيب“. سو انهن سان بہ ايئن ئي ٿيندو آهي ۽ پوءِ سڄي زندگي ڪاميابيءَ جي ڳولا ۾ خوار خراب پيا ٿيندا آهن.

## سکڻ لاءِ تياري واسطي ڇا ڪجي؟

جيڪڏهن توهان ڪاروباري معاملن جا ماهر آهيو ۽ سمجهو ٿا تہ توهان جو اهو صلاحڪاري ڪاروبار ان وقت عروج حاصل ڪندو، جڏهن

توهان ان سلسلي ۾ قومي سطح تي ڪو ڪنوينشن ڪندؤ تہ پوءِ توهان هاڻي ان ئي ان بابت تياري ڇو نہ ٿا شروع ڪريو ۽ ان ڪانفرنس جو خاڪو ڇو نہ ٿا ناهڻ لڳو.

جيڪڏهن توهان پنهنجي اداري جي ڪاروبار ۾ ترقي چاهيو ٿا تہ پوءِ توهان پنهنجي اداري جي مالڪ ڪان اهو ڇو نہ ٿا پڇو تہ اداري جي ترقيءَ لاءِ گڏجي ويهي صلاح مشورا نہ ٿا ڪريو ۽ توهان ان سلسلي ۾ ڇا ٿا ڪري سگهو. توهان ڪي گهرجي تہ اهي سمورا ڪم اڳواٽ ڪندا وڃو پوءِ جڏهن توهان جي ترقيءَ جو موقعو ايندو تہ توهان چئي سگهو ٿا تہ مون ڪي اهو ڪم اچي ٿو ۽ آءٌ اهو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار بہ آهيان.

ڇا توهان ڪي ڪنهن نئين غير ملڪي زبان سکڻ جي ضرورت آهي؟ ڇا توهان ڪي جديد ترين مهارت ڪان واقف ٿيڻ جي ضرورت آهي؟ ڇا توهان ڪي ماڻهن سان نوان ناتا قائم ڪرڻ گهرجن؟ ڇا توهان ڪي نوان ڪاروباري ناتا قائم ڪرڻ ڪپن؟ يا ان سلسلي ۾ ڪا مهارت حاصل ڪرڻ ڪپي؟ ڇا توهان ڪي پنهنجون تيار ڪيل شيون وڪڻڻ لاءِ پنهنجون مهارتون اڃا بهتر بڻائڻ ڪپن؟ ڇا توهان ڪي پنهنجي تيار ڪيل شين تي مشتمل مهارتن ڪي اڃا بہ سڌاري بهتر بڻائڻ ڪپي؟ ڇا توهان ڪمپيوٽر تي نيون نيون مهارتون ۽ طريقا سکي رهيا آهيو؟ ڇا توهان ڪي هڪ ساز سکڻ جي ضرورت محسوس ٿي رهي آهي؟ ڇا توهان اداڪاري ڪرڻ سکڻ چاهيو ٿا. ڇا توهان ڪٿي وڃڻ لاءِ واسطيدار عملدار وٽ وڃي يا خط لکي ڪجهه حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا.

بهرحال توهان جيڪو بہ سکڻ چاهيو ٿا، اهو سکڻ لاءِ بلڪل تيار رهو ۽ انهن ذهن ڳالهين جي هڪ فهرست يار ڪيو جيڪي توهان ڪنهن شيءِ ڪي سکڻ لاءِ اختيار ڪرڻ چاهيو ٿا. ان تياري لاءِ وقت ڪڍي سکيا حاصل ڪريو. ڪتاب پڙهو. نيون نيون مهارتون حاصل ڪريو. پنهنجي اداري طرفان تيار ڪيل شين جي نمائش ۾ شرڪت ڪريو.

مٿي ڪيل سموري بحث مباحثي مان اهو سبق حاصل ٿئي ٿو تہ ولولي، جوش ۽ جذبي توڙي ثابت قدميءَ سان هٿ ايندڙ موقعن مان ڀرپور فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهو.





## صلاحيتن ۾ اضافي لاءِ سکيا وٺو:

”جيستائين توهان پنهنجو پاڻ ۾ تبديلي نہ ٿا آڻيو. توهان ڪڏهن بہ تبديل نہ ٿا ٿي سگهيو.“

فرض ڪريو تہ گاڏي هلائيندي توهان ڪي اوچتو اها خبر پوي ٿي تہ توهان هڪ هنگامي (ايمرجنسي) بريڪ سان سفر ڪري رهيا آهيو تہ ڇا توهان گيس تي وڌ ۾ وڌ زور ڏيندؤ؟ نہ توهان رڳو بريڪ تي زور گهٽائيندؤ ۽ پنهنجي اضافي توانائي خرچ ڪرڻ ڪان سواءِ بريڪ تان دٻاءُ گهٽائي ڇڏيندؤ ۽ يڪدم رفتار وڌائي ڇڏيندؤ.

اسان مان اڪثر ماڻهو پنهنجي زندگي هنگامي بريڪ سان گذاري رهيا آهن. هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ اسين پنهنجي زندگيءَ مان ناڪاري خيال، جذباتي رڪاوٽون ۽ پنهنجي اندر مان ويڙهاڪ رويو ۽ طرز عمل ختم ڪري ڇڏيون. جيڪو توهان جي ترقي جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻيل آهي.

جيڪڏهن آءٌ توهان ڪي ٻڌايان تہ منهنجي زندگيءَ جي ڪاميابيءَ جو راز ڇا آهي تہ ان جو جواب اهو آهي تہ مون پنهنجي ذاتي پيشواراڻي زندگيءَ ۾ اهڙن سوين پروگرامن ۽ جلسن ۾ شرڪت ڪئي آهي، جنهن ۾ ذاتي سڌاري ۽ بهتري لاءِ طريقا ڏسيا ويندا آهن.

## سکيا پروگرامن ۽ مشورن ذريعي صلاحيتون وڌايو:

جيتوڻيڪ مختلف قسم جي سکيا پروگرامن ذريعي توهان پنهنجين صلاحيتن ڪي وڌائي سگهو ٿا، پنهنجي ذهن ڪي وسيع ڪري زندگيءَ ۾ ڪاميابيءَ جا وڌ ۾ وڌ موقعا حاصل ڪري سگهو ٿا، پر ان جي باوجود ڪن ماڻهن ڪي جذباتي رڪاوٽن ۽ ننڍپڻ ۾ لاڳو ٿيل ناڪاري طور طريقن ۽ عادتن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ڪپي، تنهن ڪري اسان ڪي ڪپي تہ مختلف قسمن جي پاڻ ڪي سڌارڻ وارن پروگرامن ۾ شرڪت ڪري صلاح وارو رويو اختيار ڪيون.

منهنجي اندازي موجب هن وقت صرف 20 سيڪڙو اهڙا ماهر موجود آهن، جيڪي مختلف قسم سان پاڻ سڌارڻ ۽ صلاح مصلحت ڪرڻ واري سلسلي ۾ سکيا ۽ ڄاڻ ڏئي سگهن ٿا.

ان قسم جا اڪثر ماهر صرف هڪ خاص قسم جي سڌاري واري پروگرام ۾ مهارت رکن ٿا. توهان کي کپي ته توهان نفسياتي، ذهني ۽ پنهنجي روين پنهنجي سڌاري ۽ صلاح مشوري لاءِ تنهي شعبن جي ڌار ڌار ماهرن سان رابطو قائم ڪريو.

اها ڳالهه سمجهي وٺو ته اسان جي دنيا ۾ علم ۽ معلومات ۾ نهايت تيزيءَ سان واڌارو اچي رهيو آهي. اصل ۾ اهو اندازو لڳايو ويو آهي ته گذريل ڏهن سالن جي اندر انساني علمن ۾ ٻيڻو اضافو ٿي چڪو آهي ۽ ان عمل ۾ گهٽتائي ٿيڻ جي ڪنهن به قسم جي اميد ڪونهي.

ان ڪان به وڌيڪ اهم اها ڳالهه آهي ته توهان جي پيشيوارانٽي زندگيءَ ۾ ترقيءَ ۽ ڪاميابيءَ لاءِ جهڙي قسم جي ڄاڻ ۽ علم ضروري آهي، تنهن ۾ به تيزيءَ سان اضافو ٿي رهيو آهي. اهوئي سبب آهي جو توهان کي کپي ته سموري حياتي سکڻ ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي عادت پڪي ڪري ڇڏيو. پنهنجي ذهن ۾ بهتري پيدا ڪريو. پنهنجي مهارت ۾ سڌارو آڻيو ۽ پنهنجي صلاحيتن کي وڌايو.





19

# ڪامياب ماڻهن مان سٺي اثر جي حاصلات

ذاتي سڌاري جي باري ۾ ڪمينز ولسن جو قول آهي ته:

”ڪنهن به ڪامياب شخص کي اهو احساس هوندو آهي ته پنهنجو پاڻ کي سڌارڻ جو عمل، ان جي پنهنجي ذميداريءَ آهي هو سڌارڻ جو اهو عمل پنهنجي ذات کان شروع ڪري ٿو ڇو ته کيس خبر آهي ته هو پنهنجي پاڻ کي پاڻ ئي سڌاري سگهي ٿو.“

اڄوڪيءَ هن دنيا ۾ اطلاع ۽ ڄاڻ مهيا ڪرڻ جا ذريعا، اسان جا والدين، اسان جو اسڪول ۽ اسان جو معاشرو اسان کي اهو سبق پڙهائين ۽ سيکارين ٿا ته اسان لاءِ هر ڪم ناممڪن آهي ۽ اسين پاڻ اڪيلي سر ڪجهه به نٿا ڪري سگهون. پر اهو قطعي غلط ۽ بي بنياد نظريو آهي، ان ڳالهه ۾ ڪا به سچائي ڪونهي. ننڍڙي هوندي ئي اسان کي ايتري قدر غلط ۽ گمراهه ڪندڙ سکيا، تعليم، علم ۽ ڄاڻ ڏني وڃي ٿي جو ان مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ، سٺي ۽ تعميري سکيا، حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي ٻين ماڻهن طرفان لڳاتار همٿ افزائيءَ واري تاثر جي ضرورت پوي ٿي.

صرف ڪنهن هڪ هفتي واري سکيا پروگرام ۾ حصو وٺڻ ڪافي ڪونهي. هفتي ۾ صرف هڪ ڪتاب پڙهڻ به مناسب ڪونهي. ڪامياب ماڻهن جي ته اها عادت آهي ته اهي روزانو مختلف شعبن جي ماهرن جون حوصلي ڏيڻ وارين سرگرمين ۽ هدايتن تي مشتمل سبق پڙهن ۽ ٻڌن ٿا ۽ اهي اهو ڪم هر هنڌ، پنهنجي ڪار ۾ ۽ پنهنجي آفيس ۾ صرف 15 منٽن ۾ ڪن ٿا.

## ضروري شئي بابت ڄاڻو!

هر شخص روزانو سراسري طرح 30 منٽ سفر ۾ گذاري ٿو يعني پنجن سالن ۾ هڪ هزار ٻه سئو پنجاهه ڪلاڪ سفر ۾ ئي گذريو ٿا وڃن ۽ اهو وقت ان وقت جي برابر آهي، جڏهن توهان ڪنهن ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪريو ٿا. بهرحال جيڪڏهن توهان ڪنهن ڪار ۾ سفر ڪري رهيا هجو، ريل گاڏي ۾ سوار هجو، موٽرسائيڪل هلائي رهيا هجو، ڊوڙي رهيا هجو ڪا سي ڊي ٻڌي رهيا هجو، ان دوران پنهنجي ضرورت موجب پنهنجي علم ۾ اضافو ڪندا ٿا رهو. توهان مختلف قسم جي معلومات ۽ علم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ پاڻ ۾ جوش ڪري سگهو ٿا. ڪا زبان سکي سگهو ٿا، انتظامي مهارت حاصل ڪري سگهو ٿا، شيون وڪڻڻ جا طريقا سکي سگهو ٿا وغيره وغيره.

توهان مختلف ذريعن ۽ ڪتابن وسيلي زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ ڪامياب ترين ماڻهن جي ڪاميابيءَ جا راز ٻه ڳولي سگهو ٿا.





# 20

# ڪاميابيءَ کي گرمجوشي سان سرشار ڪريو

جوش جي اهميت جي باري ۾ الف والڊو ايمرسن جو گفتو آهي تہ:

”جذبو، حوصلو ۽ گرمجوشي، ڪاميابيءَ لاءِ هڪ زبردست محرڪ جي حيثيت رکن ٿا. توهان جڏهن بہ ڪو ڪم ڪرڻ شروع ڪريو تہ ان کي مڪمل ڏيان سان گهري نموني سوچي، خلوص ۽ دل سان ڪريو ۽ پنهنجي سموري توانائي ۽ ڪوشش ان ۾ لڳائي ڇڏيو ۽ ان تي پنهنجي شخصيت جو ٺپو هڻي ڇڏيو. هر وقت چست ۽ برجستا رهو. گرمجوشي، ولولو ۽ جذبو پيدا ڪريو. ان ڪم سان پنهنجي وفاداري ثابت ڪريو. اهڙي نموني توهان ان ڪم کي سٺي نموني پورو ڪري سگهندؤ. جذبي، ولولي ۽ گرمجوشيءَ کان سواءِ ڪو بہ وڏو مقصد حاصل نہ ٿو ڪري سگهجي.“

جذبو ۽ ولولو اهڙا عنصر آهن، جيڪي توهان کي لڳاتار ڪاميابيءَ ڏانهن ڏيان ڇڪائيندا. توانائي بہ مهيا ڪندا رهندا آهن ۽ ٻاهرين ذريعن کان ان سلسلي ۾ جوش ۽ ولولو پيدا ڪرڻ لاءِ تحرڪ وٺڻ بدران پنهنجي اندر جو هڪ سچو ۽ حقيقي جذبو، روحاني نوعيت جو هوندو آهي، اهو انسان جي اندران اڀرندو آهي ۽ حيرت ۾ وجهندڙ ڪاميابين جو سبب بڻبو آهي.

## پاڻ ڪي ولولي سان ٽمٽار ڪريو:

گرمجوشيءَ لاءِ انگريزي ۾ Enthusiasm لفظ استعمال ڪيو ويندو آهي، جيڪو يوناني زبان جي لفظ Enthoes مان نڪتو آهي، جنهن جو مطلب آهي ته خدا جي ذات سان پاڻ ڪي سرشار ۽ ٽمٽار ڪرڻ. ڪنهن وقت اهو جوش ۽ جذبو ۽ گرمجوشي پنهنجو مفهوم، وڏيڪ متحرڪ ۽ توانيءَ طور بيان ڪري ٿو. جيئن توهان ڏٺو هوندو ته هڪ بهترين ايٿليٽ جي حالت اهڙي هوندي آهي جيڪو ڊوڙڻ لاءِ بلڪل تيار بيٺو هوندو آهي ۽ سجو چهرو ڪاميابيءَ لاءِ ٻهڪندو رهندا آهن. ٻين موقعن تي اهو جذبو، جوش ۽ ولولو پاڻ ڪي وڏيڪ پرسڪون ۽ اطمينان واري انداز ۾ ظاهر ٿئي ٿو جيئن مدّر ٽريسا جو جذبو ۽ ولولو جيڪو ڪلڪتي ۾ مرٽينگ ماڻهن جي مدد ڪرڻ وقت هن ۾ ڏٺو ويندو هو. ان ۾ ته بلڪل ڪو شڪ ڪونهي ته توهان اهڙن ماڻهن سان ملي چڪاآهيو جيڪي پنهنجي زندگيءَ جي مقصد بابت جوش ۽ جذبي سان ڀرپور هوندا آهن ۽ پنهنجي ڪم جي سلسلي ۾ سندن جوش ۽ جذبو ۽ گرمجوشي سندن منهن مان پئي ٻهڪندي آهي. ان قسم جو جوش پنهنجي ڪم ۾ شوق ڪي اجا وڌائي ٿو. اهرو جذبو تڏهن پيدا ٿيندو آهي، جڏهن توهان دلي طور تي اهو ڪم ڪڻ ۾ مخلص ۽ تيار هوندا آهيو.

ولولو ۽ گرم جوشي ان ئي وقت پيدا ٿيندي آهي. جڏهن توهان جيڪي ڪم ڪريو پيا، تنهن ڪي شوق ۽ اُمنگ سان ڏسو. جيڪڏهن توهان ڪي اهو ڪم پسند آهي ۽ توهان ڪي اهو ڪندي لطف محسوس ٿو ته جڻ توهان ڪامياب ٿي چڪا آهيو.

## ڪاميابي پڪي آهي:

جڏهن توهان پنهنجي ڪم ۽ ڌنڌي سان محبت ڪريو ٿا ۽ پنهنجي ڪم ۽ ڌنڌي مان بلڪل مطمئن ۽ خوش آهيو ته توهان جڻ پنهنجو مقصد ۽ منزل اڳواٽ ئي حاصل ڪري چڪا هوندا آهيو. جڏهن توهان پنهنجي مقصد سان شوق سان پسنديد ڪي ظاهر ڪريو ٿا ۽ ان ڪي مستقل مزاجي ۽ ثابت قدميءَ سان جاري رکو ٿا ۽ پوءِ جڻ ڪاميابيءَ جي بلڪل خاطري ٿيو وڃي.





جيڪڏهن توهان وڏي ڪاميابي حاصل نه ٿا ڪريو ته پوءِ توهان جي پرواهه ڪير ڪندو، جڏهن توهان پنهنجي جذبي ۽ شوق سان ڪو ڪم ڪريو ٿا ته پوءِ هر ڪو توهان جي تعريف ڪري ٿو.

## جذبو ۽ گرمجوشي ڪيئن پيدا ڪجي؟

توهان پنهنجي زندگيءَ جي اهم ترين شعبن ۾ ڪاميابي لاءِ پاڻ ۾ جوش خروش ڪيئن ٿا پيدا ڪري سگهو. اچو ته اسان ٿوريءَ دير لاءِ توهان جي ڌنڌي تي نظر وجهون.

هڪ گيلپ سروي ۾ ٻڌايو ويو ته دنيا ۾ هڪ ياڳي تي سيڪڙو ماڻهو پنهنجي ڪم يا ڌنڌي مان خوش نه آهن ۽ ڪو ٻيو ڌنڌو ڪم ڪرڻ چاهين ٿا ته پوءِ توهان به پنهنجو پاڻ کان اهو پڇو ته "چا آءٌ اهو ڪم ڪري رهيو آهيان جيڪو مون کي پسند نه آهي."

پوءِ جيڪڏهن توهان پنهنجي ڪم يا ڌنڌي مان خوش آهيو ۽ توهان وٽ پنهنجي ٻئي ڪم يا ڌنڌي ڪرڻ لاءِ گهربل موقعا موجود آهن ته پوءِ چا ٿيندو؟ جيڪڏهن توهان سمجهو ٿا ته توهان اهو ٻيو ڪو ڪم يا ڌنڌو ڪري وڌيڪ دولت ڪمائي سگهو ٿا ته پوءِ ته پڪ سمجهو ته توهان ڪامياب ٿي ويندؤ. جڏهن توهان پنهنجي خواهش موجب هڪ مهانگو محل خريد ڪري ٿا ونو توهان وٽ نهايت قيمتي گاڏي اچي چڪي آهي ۽ توهان هر قسم جي سهولت حاصل ڪري چڪا آهيو. توهان ڪيترن ئي ملڪن جو سير سفر ڪر چڪا آهيو ته پوءِ هاڻي توهان پنهنجو وقت ڪيئن خرچ ڪندؤ؟

ڪامياب ماڻهو پنهنجي ڪم ۽ ڌنڌي سان محبت ڪندا آهن. ان ڪم ڪي نهايت خلوص ۽ سنجيدگيءَ سان ڪندا آهن ۽ ان ڪي پنهنجي لاءِ هڪ دلچسپ مصروفيت سمجهي ڪندا آهن. پر اهي ڪامياب ان لاءِ آهن ته هنن هڪ طريقو ڳولي لڌو آهي، جنهن ذريعي اهي پنهنجي ڌنڌي سان محبت ڪندا آهن ۽ ان ڪي پسند ڪندا آهن.

جيڪڏهن توهان پنهنجي پسنديده ڪم يا ڌنڌي واروشعبو اختيار ڪرڻ واري مهارت نه ٿا رکو ته پوءِ اهڙي مهارت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش

ڪريو. جيڪڏهن توهان کي پنهنجي پسنديده ڪم ۾ عارضي يا پارٽ ٽائيم نوڪري ملي ٿي تہ اها بہ نوڪري حاصل ڪريو. رضاڪاراڻي طور تي بنا ڪنهن اجوري جي ان ڪم ڏانڌي ۾ پاڻ کي مصروف ڪري ڇڏيو. گڏوگڏ پنهنجي موجوده نوڪري بہ ڪندا رهو.

پنهنجي موجوده نوڪريءَ واري وقت کان پوءِ باقي بچيل وقت تي ڌيان ڏيو ۽ ان مان اهو وقت ڪڍو، جنهن ۾ توهان خوشي حاصل ڪري سگهو. توهان پنهنجي ڪم ۾ مڪمل مصروف ٿي وڃو. توهان جي خدمتن ۽ صلاحيتن جي مڃتا ٿيڻ لڳي. ان کي ساراهيو وڃي، توهان جي ڪوشش ۽ ڪم ۾ دلچسپيءَ کي مڃيو وڃي ۽ توهان پاڻ پنهنجي ذات ۽ ٻين ماڻهن سان وڌ ۾ وڌ تعلق ۾ اچي انهن سان لڳ لاڳاپا وڌائڻ لڳو. توهان ان سموري عرصي ۾ ڇا ڇا ڪندا رهندؤ؟ توهان پاڻ ان عرصي ۾ ڇا محسوس ڪيو؟

اهي سڀ حالتون ۽ واقعا ان ڳالهہ جي شاهدي ڏيندا تہ توهان پنهنجي روزاني معمول کان هٽي بہ پنهنجي زندگيءَ ۾ جذبو ۽ جوش پيدا ڪري سگهو ٿا. توهان کي اها خبر پئجي ٿي وڃي تہ انهن وقتن مان توهان سڀ کان وڌيڪ خوشي ڪهڙي وقت محسوس ڪئي!

## ولولي ۽ شوق کي زندهہ ڪيئن رکجي؟

جذبو ۽ شوق ڪاميابيءَ لاءِ هڪ بهترين ۽ زبردست ترڪيب آهي ۽ اهو هڪ اهڙو شعبو آهي، جنهن کي لڳاتار ڌيان، غور ۽ فڪر جي ضرورت آهي.

جڏهن توهان پنهنجي منزل ۽ مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ولولي، شوق ۽ گرم جوشيءَ سان سرشار ۽ ٿمتار ٿي ٿا وڃو تہ توهان جي ڪاميابي نهايت تيزيءَ سان توهان جي ويجهو ايندي ويندي آهي ۽ توهان جي مصروفيت ايترو وڌي وڃي جو ڏينهن ڪيئن ٿو گذري، توهان کي ڳالَ خبر ئي نہ ٿي پوي. ان شوق، جذبي، ولولي ۽ گرم جوشيءَ ذريعي توهان گهٽ وقت ۾ وڌيڪ ڪم ڪري سگهو ٿا. توهان بهترين فيصلا ڪري سگهو ٿا، توهان ٻين ماڻهن جي ڌيان جو مرڪز بڻجي وڃو ٿا ۽ اهي





بہ توهان جي ڪاميابيءَ ۾ توهان جو ساٿ ڏئي، ان جو حصو بڻجڻ جي خواهش ڪن ٿا.

هتي سوال اهو ٿو اُٿي تہ توهان پنهنجي ان جذبي ۽ گرمجوشيءَ کي ڪيئن تازو ۽ جيئرو رکي سگهو ٿا؟ ان جوحل هي آهي تہ توهان کي جيڪو ڪم پسند هجي. توهان پاڻ کي ان ۾ وڌ ۾ وڌ مصروف رکو. ان شوق ۽ گرمجوشيءَ کي هر وقت تازو توانو رکڻ جوهڪ ٻيو طريقو اهوآهي تہ پنهنجي اصل مقصد کي سدائين سامهون رکو. اهو فيصلو ڪريو تہ توهان آخر ڇا ٿا چاهيو ۽ پوءِ ان کي حاصل ڪري وٺو. ان ڳالهہ جي خاطريءَ لاءِ تہ توهان پنهنجي مرضيءَ موجب ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا، پنهنجن خوابن کي حقيقت ۾ بدلائڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ پنهنجي منزل کي حاصل ڪرڻ جي پڪي ۽ سنجيده ڪوشش ڪريو.

جذبي ۽ گرم جوشيءَ کي تازو ۽ هر وقت جيئرو رکڻ جو هڪ ٻيو طريقو اهو آهي تہ پنهنجي مقصد سان ٻيهر شامل ٿي وڃو. توهان کي اها خبر آهي تہ جيڪي ڪم ۽ ڳالهيون ڪرڻ توهان جي خيال ۾ تمام ضروري هونديون آهن، تن ۾ نهايت ئي وڏو مقصد لڪل هوندو آهي. مثال طور، پنهنجي گهر وارن لاءِ ڪاڏي پيتي جو بندوبست، پنهنجي مستقبل لاءِ تحفظ جي خواهش، پنهنجي تندرستيءَ لاءِ مختلف اپائن ڪڻڻ جي سلسلي ۾ توهان ۾ جوش، شوق، جذبو ۽ گرم جوشي پيدا ٿئي ٿي. جڏهن توهان کي محسوس ٿئي ٿو تہ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ توهان وٽ ڪيترائي موقعا موجود آهن تہ پوءِ توهان کي اهو بہ محسوس ٿيندو تہ توهان وٽ هڪ ٻيو موقعو ۽ امڪان موجود آهي ۽ اهو موقعو ۽ امڪان توهان جو رويو آهي، ايستائين جو جيڪڏهن توهان لفٽ ۾ تن اڻ سڃاتل ماڻهن ۾ ڦاسجي ٿا وڃو تہ انهن کان بچي نڪرڻ لاءِ توهان وٽ هڪ موقعو تہ بهرحال موجود هوندو آهي ۽ اهو موقعو توهان جوپنهنجو رويو هوندوآهي. جڏهن توهان پنهنجو ڪو ڪم مرضيءَ موجب نہ ٿا ڪريو يا نہ ٿا ڪري سگهو تہ توهان کي ڪاوڙ اچي ويندي آهي. توهان بدمزاج ٿي سگهو ٿا يا وري پنهنجو ڪم سٺي نموني نہ ڪرڻ سبب توهان جي ملاقات نون ماڻهن سان ٿي وڃي ٿي.

چوندڳ جو حق تہ وري بہ توهان وٽ ئي آهي، تہ پوءِ توهان ان شيءِ کي چو نہ چونڊيو جنهن سان توهان کي خوشي حاصل ٿئي، بهرحال چوندڳ جو آخري حق توهان وٽ ئي آهي.

آخري نقطو اهو آهي تہ توهان جڏهن پنهنجي جوش ۽ ولولي کي ظاهر ڪريو ٿا تہ پوءِ توهان ۾ ٻين لاءِ ڇڪ ۽ ڪشش پيدا ٿي ويندي، اهي توهان سان ڪيڏڻ چاهيندا، توهان سان گڏجي ڪم ڪرڻ چاهيندا، توهان کي پنهنجي مقصد پوري ڪرڻ ۽ منزل تي پهچڻ لاءِ مدد ۽ سهڪار ڏيندا. نتيجو اهو ٿو نڪري تہ توهان گهٽ وقت ۾ وڌ ۾ وڌ ڪاميابي حاصل ڪري ٿا وٺو.





## حصو ٽيون

# ڪاميابيءَ لاءِ وقت جوڙيو

بينائي کان محروميءَ باوجود ڪارناما ڪري پاڻ مڃائيندڙ هيلن ڪيلر گڏجي ڪم ڪرڻ جي اهميت متعلق چيو آهي تہ:

”اسين اڪيلي سر تمام گهٽ ڪم ڪري سگهون ٿا، پر جيڪڏهن اسين سڀ گڏجي سڏجي ڪم ڪريون تہ گهڻو ڪجھ ڪري سگهون ٿا.“

ڪاميابيءَ جا سونهري اصول

**21**

# وقت جي اهميت کي وري سمجهو

وقت جي تبديلي بابت ڊان سوليوان چيو آهي تہ:

”هيءَ دنيا وقت جي هڪ نئين جهان ۾ داخل ٿي رهي آهي ۽ توهان لاءِ سڀ کان ڏکيو ڪم اهو آهي تہ پنهنجي بنيادي تصورن ۽ احساسن کي وقت جي ورهاست مطابق ڪري ڇڏيو.“

ڪامياب ترين ماڻهو پنهنجي ڪم، گهر ۽ تفريح وچ ۾ توازن قائم ڪندي بهترين نتيجا حاصل ڪندا آهن. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اهي ڪامياب ترين ماڻهو بهترين رٿابنديءَ تي ٻڌل هڪ اهڙو سرشتو ٺاهين ٿا جيڪو سندن وقت کي اهڙي نموني ورهائي ٿو جو ان سان ٽن قسمن جو وقت ملي وڃي ٿو ۽ وقت جي ان ورهاست سبب سندن ڪوششون بهتر نتيجا ڏين ٿيون ۽ وٽن ايترو وقت بچي وڃي ٿو جو اهي پنهنجي ذاتي دلچسپيءَ جا ڪم بہ ڪري ٿا وٺن. توهان جو وقت ٽن حصن ۾ ورهائجي ٿو وڃي.

1) سٺا نتيجا حاصل ڪرڻ جو وقت.
2) تياري ڪرڻ جو وقت.
3) آرام ۽ تفريح جو وقت.

### 1۔ سٺا نتيجا ماڻڻ جو وقت:

بهترين نتيجا حاصل ڪرڻ جو ڏينهن، اهو ڏينهن هوندو آهي. جڏهن توهان پنهنجي وقت جو 80 سيڪڙو حصو پنهنجي بنيادي ڌنڌي لاءِ نهايت ذهانت ۽ مهارت سان استعمال ڪريو ٿا ۽ ان دوران توهان اهڙي قسم جي ماڻهن سان ملڻ يا سرگرمين ۾ مصروف هوندا آهيو جنهن ذريعي توهان کي

خرچ ڪيل وقت جي سڀ کان بهترين ۽ وڏيڪ قيمت وصول ٿي وڃي ٿي. توهان کي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ گهرجي ته "بهترين نتيجا حاصل ڪرڻ وارن ڏينهن" ۾ سٺي رٿابندي ڪريو ۽ ان رٿابندي ذريعي حاصل ڪيل نتيجن لاءِ پاڻ کي ذميدار سمجهو.

جڏهن توهان پنهنجي پسند وارو ڪم ڪريو ٿا ته توهان اهو ڪم بنا ڪنهن ڪوشش جي ڪرڻ شروع ڪري ڏيو. توهان کي اهو ڪم هڪ راند يا تفريح وانگر محسوس ٿيندو آهي. جيڪڏهن توهان ان ڪم مان ڪا دولت به حاصل ڪريو ٿا ته پوءِ توهان ان ڪم يا ڌنڌي کي سموري حياتيءَ لاءِ اختيار ڪري ٿا وٺو. توهان جو پسند وارو ڪم يا ڌنڌو توهان جي فطري صلاحيتن تي مشتمل هوندو آهي ۽ هي اهو شعبو آهي، جنهن ۾ توهان ترقي ۽ ڪاميابيءَ جي اعليٰ درجن تي پهچي ٿا وڃو.

مختلف ماڻهن جي پسند جا مختلف ڪم هوندا آهن. مثال طور: تقريرون ڪرڻ، مختلف سکيا پروگرام ڪرائڻ، لکڻ پڙهڻ، ڪاروبار يا ٻي ڪا نوڪري ڪرڻ وغيره ۽ جڏهن اهي ماڻهو پنهنجي ڪم يا ڌنڌي تي وڌيڪ ڌيان ڏين ٿا ته پوءِ ڪين وڏ ۾ وڏ دولت يا آمدني حاصل ٿيڻ لڳندي آهي. اهي ڪاميابي ۽ ترقيءَ جي رستي تي اڳتي وڌندا ويندا آهن.

### 2ـ تياريءَ جو وقت:

"تياريءَ جو ڏينهن" اهو ڏينهن هوندو آهي، جڏهن توهان بهترين نتيجا حاصل ڪرڻ واري ڏينهن لاءِ تياري ڪريو ٿا. ان دوران توهان پنهنجي ڪم سان لاڳاپيل ڪنهن به قسم جو ڪو به ڪم نه ٿا ڪريو. هي اهو ڏينهن هوندو آهي، جڏهن توهان پنهنجي ڪم ۽ ڌنڌي بابت ڪان بلڪل آجا هوندا آهيو. مثال طور نه ته ڪنهن ڪاروباري ملاقات ۾ شريڪ ٿيو ٿا نه ئي ڪو ڪاروباري فون ٻڌو ٿا ۽ نه ئي آفيس جو ڪو ڪم ڪار ڪريو ٿا.

هڪ "حقيقي آرام ۽ تفريح واري ڏينهن" تي توهان پنهنجي آفيس جي عملي ۽ گراهڪن لاءِ موجود نه هوندا آهيو پر آفيس بابت ڪنهن حقيقي هنگامي ڪم لاءِ هر وقت موجود هوندا آهيو. مثال طور مختلف قسم جي هنگامي حالتن، آفيس جي ڪنهن ڪارڪن کي ڌڪ لڳڻ، حادثي يا باهه لڳڻ وقت وغيره.





سچ ته اهو آهي ته اڪثر "هنگامي حالتون، اصلي هنگامي حالتون" نه هونديون آهن. چو ته نوڪرن، ساٿي ڪارڪنن ۽ گهرياتين کي غير امڪاني حالتن ۽ واقعن کي منهن ڏيڻ جي صحيح سکيا ڏنل نه هوندي آهي، جنهن ڪري "هنگامي حالت" نه هوندي به "هرو ڀرو هنگامي حالت" پيدا ٿي وڃي ٿي.

توهان کي کپي ته هنگامي حالتن جون اصلي حدون مقرر ڪريو. ماڻهن کي هرو ڀرو مصيبت مان ڪڍڻ جي عادت ختم ڪريو ۽ انهن تي ڀروسو رکو ته اهي پاڻ ئي پنهنجي مسئلن جي ڏٻڻ مان نڪري ايندا ۽ پنهنجا معاملا پاڻ سنڀالي وٺندا. جڏهن توهان پنهنجن ملازمن کي اهو چئي ٿا ڇڏيو ته توهان جي آرام ۽ تفريح واري ڏينهن توهان کي تنگ نه ڪن ته پوءِ اهي به حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ذهني طور تيار ٿا ٿي وڃن.

جڏهن توهان ڪين سختيءَ سان پنهنجو اهو پيغام پهچايو ٿا ته پنهنجي ان عادت تي سختيءَ سان قائم دائم رهو ته پوءِ ماڻهو به توهان جو پيغام سمجهي ويندا ۽ توهان کي تنگ ڪرڻ کان پاسو ڪندا. معمولي هنگامي حالتن ۾ پاڻ ئي مسئلو حل ڪري وٺندا.

اها صورتحال تمام سٺي محسوس ٿئي ٿي، چو ته توهان جي آرام ۽ تفريح واري ڏينهن تي توهان مڪمل طور تي لطف حاصل ڪريو ٿا، جنهن ڪري بهترين نتيجا حاصل ڪرڻ واري ڏينهن توهان وٽ ڪافي وقت هوندو آهي.

### 3ـ "آرامي وقت" مطلب ڪجهه پل ٻارن بنا گهاريو:

"آرام ۽ تفريح واري ڏينهن" جي اهميت اها آهي ته توهان جڏهن انهن ڏينهن ۾ سير تفريح ڪرڻ کان پوءِ جيئن آفيس ۾ ڪم تي اچو ٿا ته توهان بلڪل تازا توانا، چست ۽ هوشيار هجو ٿا ۽ توهان ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ جوش، ولولو ۽ گرم جوشي وڌ ۾ وڌ موجود هوندي آهي. توهان ۾ ڪم ڪرڻ جي اعليٰ ترين تخليقي صلاحيت موجود هوندي آهي ۽ توهان جي زندگي جي روزاني معمول ۾ ۾ اهي ئي ڳالهيون هونديون آهن. جن جي موجودگيءَ سبب توهان غير معمولي ڪاميابي حاصل ڪريو ٿا.

هڪ اندازي موجب هر سال عام طور تي 130 کان 150 ڏينهن موڪلون هونديون آهن. توهان هر هفتي هڪ موڪل ڪريو ٿا ۽ آفيس جو ڪو به ڪم ڪار نه ٿا ڪريو.ته توهان ساليانو 140 ڏينهن موڪلون ڪريو ٿا ۽ جيڪڏهن توهان انهن هفتيوار موڪلن کان سواءِ ٻيون رسمي موڪلون به شامل ڪريو ته هر سال آسانيءَ سان 150 موڪلن مان لطف حاصل ڪريون ٿا, جنهن سان توهان جسماني ۽ ذهني طور تي ٻيهر چست, تازا توانا ۽ هوشيار ٿي وڃو ۽ توهان جون تخليقي صلاحيتون به وڌي وڃن ٿيون.

جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا ته ان کان به وڌيڪ تعداد ۾ موڪلون ڪريو ته پوءِ توهان کي سڄو سال اڳا وڌيڪ چستيءَ سان وڌيڪ وقت ڪم ڪرڻو پوندو.

## رکيل وقت کي هنڊايو:

هڪ تحقيقي ۽ تجزياتي جائزي موجب تمام گهٽ ماڻهو "تفريح لاءِ مقرر ڏينهن" کي استعمال ڪن ٿا. ڪين ڊپ هوندو آهي ته جيڪڏهن هو تفريحي موڪلن تي هليا ويندا ته ڪٿي پويان سندن هيٺيان ڪم ۾ سستي نه ڪن يا وري باس جا ڪن نه پرين. جو اڳتي هلي سندن نوڪري خطري ۾ پئجي وڃي, پر پوءِ به توهان کي گهرجي ته تفريح لاءِ مقرر ڪيل ڏينهن کي ڀرپور نموني استعمال ڪريو. جڏهن توهان انهن موڪلن مان واقعي لطف وٺو ٿا ته انهن کي ان جي اهميت ۽ فائدي موجب استعمال ڪريو ٿا ته توهان کي وڌيڪ آرام ۽ سڪون ملي ٿو. توهان کي گهرجي ته پنهنجي تفريح وارا ڏينهن هيٺ ڄاڻايل طريقي مطابق گذاريو.

"هر سال ڪجهه وقت لاءِ ڪنهن ڀرپاسي واري تفريحي هنڌ تي هليا وڃو جتي جي موسم تمام سٺي ۽ خوشگوار هجي. توهان اتي ڪو ننڍڙو گهر ڪرائي تي حاصل ڪريو جيڪو سامونڊي ڪناري کان ٿورو پري هجي ۽ ان گهر ۾ نه ڪو فون هجي نه ٽي وي هجي, پنهنجي ڪار به واپس ڪري ڇڏيو يا ڪٽي ئي نه وڃو ۽ ڪنهن ٽيڪسيءَ وغيره ۾ اتي هليا وڃو. اتي توهان نه ريڊيو ٻڌو نه اخبارون پڙهو. ٻهريان به ٿي ڏينهن توهان کي ٿوري پريشاني ٿيندي, پر پوءِ عادت ٿي ويندي, توهان کي به اهو سڀ ڪجهه تمام





سنو لڳندو, پوءِ جڏهن توهان گهر پهچو ۽ آفيس وڃڻ شروع ڪريو ته پوءِ آفيس جي معاملن بابت سوچڻ شروع ڪريو. جڏهن توهان آفيس کان گهر ۽ گهر کان ٻئي ڪنهن هنڌ وڃو ٿا ته توهان کي چڱي نموني پتو پئجي وڃي ته ڪهڙو معاملو اهم آهي ۽ ڪهڙو نه؟

## هيٺئر کان ئي رٿ جوڙيو:

جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا ته "بهترين نتيجن" ۽ "تياري" وارن ڏينهن مان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪريو ته توهان کي گهرجي ته توهان آرام ۽ سڪون سان ويهي رهو ۽ انهن لاءِ بهترين رٿابندي ڪريو.

جڏهن توهان فيصلو ڪري وٺو ته هر مهيني "تياري" بهترين نتيجن ۽ تفريح لاءِ توهان ڏار ڏار ڪيترا ڏينهن رکو ٿا ته پوءِ توهان سخت محنت ذريعي بهترين نتيجا حاصل ڪرڻ وارن ڏينهن ۾ اضافو ڪري سگهو ٿا.

وڌيڪ اهو به ته انهن ڏينهن جي فائدي نقصان جي نتيجن کي ڏسي توهان سڄي سال جي رٿابندي ڪري انهن ڏينهن کي گهٽائي وڌائي به سگهو ٿا. جڏهن توهان اهڙي قسم جي رٿابندي ڪرڻ کان پوءِ ان تي عمل به شروع ڪريو ٿا ته پوءِ توهان ڏسندؤ ته توهان کي ذاتي زندگيءَ ۾ اڳا وڌيڪ مزو ايندو ويندو ۽ توهان جي ڪم ڪار يا ڌنڌي ۽ ذاتي زندگيءَ ۾ برابري پيدا ٿي چڪي هوندي, ڪاميابيءَ جي ضمانت لاءِ هيٺ ذڪر ڪيل اپاءُ وٺو.

1) انهن ٽن "بهترين نتيجن وارن ڏينهن"جي فهرست ٺاهيو جيڪي توهان جي ڪم ڪار يا زندگيءَ ۾ ٿيا. انهن ٽنهي بهترين ڏينهن ۾ ڪهڙي هڪجهڙائي هئي, انهن واقعن جو به ذڪر ڪريو. ان طريقي سان توهان کي اهي اهم ترڪيبون معلوم ٿي وينديون, جن ذريعي توهان بهترين نتيجن وارن ڏينهن کان به وڌيڪ بهتر نتيجا حاصل ڪري سگهو ٿا, تنهن ڪري رٿابندي شروع ڪري ڏيو.

2) پنهنجن آفيسرن, ساٿي عملي ۽ ٻين دوستن سان ڳالهه ٻولهه ذريعي اهي طريقا معلوم ڪريو, جنهن سان توهان بهترين نتيجن وارا وڌ ۾ وڌ ڏينهن حاصل ڪري سگهو ٿا ته جيئن پنهنجن پسنديده عملن ۾ ڪمن تي 80 سيڪڙو ڏيان ڏيڻ سبب توهان بهترين نتيجا حاصل ڪري سگهو.

3) پنهنجن دوستن ۽ گهرڀاتين سان ملي، ڪانئن پڇو تہ توهان تفريح لاءِ رکيل ڏينهن کي ڪيئن وڌ ۾ وڌ بهتر نموني حقيقي ۾ ڪارائتو ڪري سگهو ٿا.

4) هر سال گهٽ ۾ گهٽ چئن موڪلن جي رٿابندي ڪريو. اهي موڪلون ڏگهيون هفتيوار موڪلون بہ ٿي سگهن ٿيون. توهان اهي موڪلون ڪنهن تفريحي دوري، مڇيءَ جي شڪار، ويجهن شهرن مان ڪنهن هڪ ۾ دوستن سان ملاقات ۽ سامونڊي ڪناري جي سير تفريح ۾ گذاري سگهو ٿا. جيڪڏهن توهان انهن موڪلن لاءِ اڳواٽ ڪا رٿابندي نہ ڪندؤ تہ پوءِ توهان کي اهڙين موڪلن ڪرڻ جو موقعو ئي نہ ملندو، تنهن ڪري هينئر کان ئي وقت ڪڍي انهن موڪلن جي رٿابندي ڪريو.

انهن ٽن بهترين تفريح وارن ڏينهن جي فهرست ناهيو جيڪي توهان جي حياتي ۾ آيا. انهن تنهي ڏينهن ۾ هڪجهڙائيءَ وارن واقعن کي بہ لکو.

اسان جي دنيا ۾ ڏينهون ڏينهن مونجهارا وڌندا وڃن ٿا ۽ اسان مٿان مختلف قسمن جو دٻاءُ وڌي رهيو آهي، تنهن ڪري توهان کي کپي تہ توهان وڌ ۾ وڌ سمجهداريءَ کان ڪم وٺو. وڌيڪ محتاط ٿي وڃو تہ جيئن توهان وقت جي ورهاست اهڙي نموني ڪريو جو پنهنجي صلاحيتن مان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪري سگهو ۽ ڪامياب نتيجن ۾ اضافو ڪري ۽ پنهنجي آمدني وڌائي سگهو. پنهنجي وقت ۽ زندگيءَ کي سٺي نموني منظم ڪرڻ لاءِ رٿابنديءَ جو ڪم هينئر کان ئي شروع ڪري ڏيو.





**22**

# سهڪار لاءِ اثرائتي ٽيم جوڙي ڀرپور ڪم وٺو

سرجان هنٽ جو قول آهي تہ:

"مائونٽ ايورسٽ کي سر ڪرڻ جو داستان، ڪو هڪ ڏينهن جي جدوجهد نہ هو ۽ نہ ئي اهو داستان انهن نہ وسرندڙ هفتن تي مشتمل هو جيڪي ايورسٽ تي چڙهڻ وقت لڳا. اهو داستان تمام گهڻن ماڻهن جي هڪ ڏگهي عرصي جي جدوجهد، ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجيءَ تي آڌاريل آهي."

جيڪي ماڻهو وڏيون وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪن ٿا، انهن سان هڪ سنو عملو بہ گڏ هوندو آهي، جن کي اهي مختلف ذميدارين ۽ فرض حوالي ڪن ٿا. اهي ماڻهو پاڻ ڪاميابيءَ جي نون نون موقعن کان سواءِ نيون نيون ترڪيبون ناهڻ ۽ ڳولڻ ۾ مصروف هوندا آهن. زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ ڪامياب وڏن وڏن ماڻهن وٽ اهي سٺا ساٿي موجود هوندا آهن، جيڪي مختلف معاملن جو انتظام ڪري انهن تي عمل ڪندا رهندا آهن، جن جي ڪري بهترين ۽ عظيم ڪاميابيءَ جي منزل سامهون نظر ايندي آهي.

## پوري ڏيان ڏيڻ جو عمل

جڏهن توهان چاهيو تہ توهان کي اها خبر پوڻ کپي تہ توهان کي پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترو وقت لڳندو ۽ توهان پنهنجي ٽيم کي ڪهڙي ذميداري ڏيو تہ پوءِ هيٺين مشق ڪريو. توهان جو مقصد ۽ منزل اها آهي تہ پنهنجن اوليتن کي پهرين، ٻئي ۽ ٽئين نمبر تي رکو. انهن تي ڪڙي نظر رکو ۽ بهترين سمجهہ، ڌيان ۽ ذميداريءَ سان ڪم ڪريو.

جيڪي توهان لاءِ وڌ ۾ وڌ آمدنيءَ ۾ تمام گهڻي دلچسپيءَ جو سبب بہ ٿي سگهن ٿيون.

1. پنهنجي ذاتي، ڪم يا ڌنڌي ۾ سماجي زندگي سان لاڳاپيل اهڙين سمورين سرگرمين جي فهرست ٺاهيو جن ڪي توهان وقت ڏيندا آهيو.
2. انهن ۾ ٽن خاص معاملن يا سرگرمين جي فهرست بہ تيار ڪريو جن کي ڪرڻ لاءِ توهان پنهنجون بهترين صلاحيتون ۾ سمجهہ کي استعمال ڪندا آهيو ۽ توهان کان سواءِ صرف ڪي ٿورا ماڻهو آهن، جيڪي اهڙي قسم جا ڪم ڪندا آهن. هي سرگرميون بہ جيڪي توهان کي پسند هجن ۽ جن کي ڪرڻ لاءِ توهان پنهنجي پوري ذهانت، سوچ سمجهہ ۽ بهترين صلاحيتن کي استعمال ڪريو ٿا تہ جيئن توهان لاءِ وڌ ۾ وڌ آمدني حاصل ٿي سگهي. توهان کي کپي تہ انهن تي پنهنجو وڌ ۾ وڌ ڌيان ۽ توانائي استعمال ڪريو.
3. پوءِ پنهنجي هيئين عملي کي ڪم ڪار حوالي ڪرڻ لاءِ مناسب رٿابندي ڪريو. مختلف فرض ادائگي ڪرڻ لاءِ سڪيا، صبر ۽ تحمل ۽ وقت کپي ٿو پر وقت گذرڻ سان گڏوگڏ توهان گهٽ آمدني ڏيندڙ معاملن ۽ سرگرمين، غيرضروري معاملن ۽ ڳالهين کي ڇڏي، صرف اهي معاملا يا سرگرميون ڪري سگهون ٿا، جن سان وڌيڪ آمدني حاصل ٿي سگهي ٿي.

## ڪارائتو عمل ڳوليو!

جيڪڏهن توهان ڪنهن ڪاروبار جا مالڪ آهيو تہ پوءِ ياد رکو تہ جديد ڪاروباري تاريخ ۾ ڪامياب ترين ماڻهن جي اها خاصيت رهي آهي تہ اهي اهڙي عملي جي ڳولا ڪن ٿا، جيڪي سندن مقصد ۾ ڪاروبار لاءِ اثرائتا ثابت ٿين يا وري موجوده عملي کي سکيا ڏيئي پنهنجي ضرورت موجب تيار ڪن ٿا. جيڪڏهن توهان پنهنجي ذاتي ڪاروبار جا مالڪ آهيو تہ پوءِ هڪ اهڙو سرگرم، ذهين، سمجهدار ۽ باصلاحيت نائب ڳوليو جيڪو توهان جي منصوبن ۾ ہين سرگرمين کي سٺي نموني پورو ڪري سگهي.

ڪڏهن ڪڏهن ايئن بہ ٿيندو آهي تہ جڏهن توهان پنهنجي ڪاروبار واسطي ڪنهن لائق شخص کي عملي ۾ شامل ڪندا آهيو تہ سندس





صلاحيتن ۾ سمجهداريءَ سبب توهان جو ڪاروبار ترقي ڪرڻ لڳندو آهي.

جيڪڏهن توهان جون ڪاروباري سرگرميون معاشرتي ۾ سماجي خدمتن جي مهيا ڪرڻ واريون آهن تہ پوءِ ڪاليج جا ڪيترائي شاگرد رضاڪاراڻي نموني توهان سان گڏجي ڪم ڪري سگهن ٿا، چو تہ اهو ڪم بہ جهڙوڪر سندن ڪاليجي سرگرمين ۾ ذاتي دلچسپيءَ جو هڪ حصو هوندو آهي.

جيڪڏهن توهان انهن ماڻهن مان آهيو جن کي گهر اندر رهڻ کان سواءِ ٻيو ڪو ڪم ڪونهي تہ پوءِ توهان جو "اهو عملو " توهان جي گهر صفائي لاءِ ايندڙ ماسي آهي يا وري ڪو ننڍو ٻار آهي، جيڪو ٻاهريان ڪم ڪار ڪندو هجي يا وري توهان جي ٻارن جي سنڀاليندڙ آيا آهي يا وري اهڙي قسم جا ٻيا ماڻهو آهن.

توهان جو ڪو هجتي پاڙيسري يا وري ٻارن جي آيا بہ ٻاهرين ڪمن ڪارن ۾ مددگار ثابت ٿي سگهن ٿا. انهن مان ڪو بہ توهان جي ٻارن کي اسڪول پهچائي سگهي ٿو ڪار ڌوئي ڏيئي سگهي ٿو يا ڪپڙا ڌوبيءَ تائين پهچائي ۾ واپس آڻي سگهي ٿو.

پر جيڪڏهن توهان ڇڙا آهيو، اڃا شادي بہ نہ ڪئي اٿو تہ بہ اهي سمورا ماڻهو ڪنهن نہ ڪنهن نموني توهان جي ڪامياب مستقبل لاءِ اهم آهن ۾ توهان انهن جي چونڊ سوچي سمجهي ڪريو. اڪثر ايئن بہ ٿيندو آهي تہ توهان کي جنهن ماڻهوءَ جي ڳولا هوندي آهي، اهو توهان جي آسپاس موجود هوندو آهي، پر توهان کي ان جي خبر ئي نہ هوندي آهي.

## صلاحڪار جي گهرج ڇو؟

اسان جي دنيا نهايت منجهيل معاملن تي آڌاريل آهي، جيڪڏهن توهان پنهنجي ٽيڪس جو گوشوارو جمع يا تيار ڪرائڻ چاهيو ٿا، نوڪري ڇڏڻ جي رٿابندي ڪري رهيا آهيو پنهنجي ملازمن کي سٺي ڪارڪردگيءَ تي انعام ڏيڻ گهرو ٿا يا وري ڪو گهر خريدڻ يا ڪاروبار ڪرڻ چاهيو ٿا، اهي سمورا معاملا نهايت ڏکيا ۾ منجهيل هوندا آهن.

اهوئي سبب آهي، جو دنيا ۾ ڪامياب ترين ماڻهن وٽ ذهين ۾

باصلاحيت ماڻهو صلاحڪار طور هوندا آهن. جيڪي انهن ڪمن ۾ ساٿ سهڪار ڪن ٿا. ڪين مشورا ڏين ٿا ۽ گهربل مدد ڪن ٿا. اصل ۾ توهان جي اها ٽيم ايتري تہ مضبوط هوندي آهي، جو جڏهن توهان ڪاميابيءَ جي سفر تي روانا ٿيو تہ ان کان اڳ بهتر آهي تہ اهڙي ٽيم اڳواٽ ئي چونڊي وٺو.

انهيءَ ڳالهہ کان هٽي تہ توهان ڪهڙو ڪم يا ڪاروبار ڪريو ٿا يا گهر ۾ ويهي ٻارن جي پرورش ڪريو ٿا يا وري ڊنڊي يا ڪنهن ڪم جي سلسلي ۾ توهان اڳتي وڌڻ گهرو ٿا تہ توهان کي ذاتي طور تي اهڙن ماڻهن جي ضرورت پوي ٿي، جيڪي توهان کي سٺيون ۽ وقتائتيون صلاحون ڏين. جن سان توهان جي ڄاڻ وڌي ۽ توهان جنهن ڪم ۾ هٿ وجهو ٿا، اهو بہ سٺي نموني نبري وڃي. اهي ماڻهو رٿابندي ڪري توهان کي پنهنجو ڪم ڪار بهتر نموني اڪلائڻ بابت مشورا ڏيندا تہ جيئن توهان ڪاميابيءَ جي انهيءَ سفر ۾ بي فڪر ٿي اڳتي وڌندا رهو. اهو ڄڻ تہ ڪاميابيءَ جي ڳاڏيءَ جا ڦيٿا آهن.

توهان جا اهي ذاتي صلاحڪار توهان کي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ ڏکيائين جو حل ٻڌائين ٿا. مختلف موقعن کان واقف ڪن ٿا، جنهن سان توهان جي وقت، رقم ۽ ڪوشش ۾ ڪافي حد گهٽتائي اچي وڃي. توهان کي مختلف قسم جي ڪم ڪارن ۾ اجايو وقت ۽ رقم وڃائڻي نہ ٿي پوي، نہ ڪي وڌيڪ هٿ پير هلائڻا ٿا پون. توهان جي ذاتي صلاحڪارن ۽ مددگارن ۾ بئنڪار، وڪيل، ڊاڪٽر ۽ عالم يا ڪاروباري ذهن بہ شامل ٿي سگهن ٿا.

ڪڏهن ايئن بہ ٿيندو آهي تہ ڪاروباري مالڪ پاڻ وٽ ڪو بہ عملو نہ رکندو آهي، نہ انهن وٽ حساب ڪتاب جو ماهر هوندو آهي نہ ئي مالي ۽ انتظامي معاملن ۾ صلاح ڏيڻ وارو.

اهي پنهنجو سمورو ڪم ڪار ڪمپيوٽر ذريعي ڪندا آهن ۽ پنهنجي ان سموري نظام جي جانچ پڙتال لاءِ ڪنهن بہ ٻاهرين ماڻهو کان صلاح يا مدد نہ وٺندا آهن. کين لڳندو آهي تہ اهي ڪمپيوٽر جي معاملي ۾ مهارت رکن ٿا. جيڪو سمورن اهم معاملن ۾ پيڙ آهي ۽ کين ڪنهن بہ وقت مشڪل ۾ ڦاسڻ نہ ڏيندو. جيتوڻيڪ جيڪڏهن هو چاهين تہ ٻاهرين ماهرن ۽ صلاحڪارن کان مدد وٺي، ڪيترن مونجهارن ۽ ڏکائين کان بچي سگهن ٿا. پر اهي ماڻهو





جيڪي پاڻ کي 'عقل ڪُل' سمجهن ٿا، تن کي ٻيو ڪير سمجهائي؟

جيڪڏهن توهان نوجوان ۽ شاگرد آهيو تہ پوءِ توهان جي ان ٽيم ۾ توهان جا ماءُ پيءُ، بهترين دوست يار ۽ مٽ مائٽ وغيره شامل ٿي سگهن ٿا، جيڪي توهان تي ۽ توهان انهن تي ڀروسو ڪريو ٿا.

ڏٺو ويو آهي تہ نوجوان ٻارن جا ماءُ پيءُ ساٿن دوستن ۽ صلاحڪارن وارو سلوڪ ڪرڻ بدران دشمن وانگر سلوڪ ڪن ٿا ۽ انهن وٽ هر ڪنهن ناپسنديده ڳالهہ ۾ ٻارن کي اجايو ڇڙٻون ڏيڻ کان سواءِ ٻيو ڪو ڪم ڪونهي. ٻار پنهنجي ناسمجهي ۽ جوانيءَ جي جوش ۾ ماءُ پيءُ ۽ دوست يار جي سٺي صلاح کي بہ سٺيءَ نگاهہ سان نہ ڏيندا آهن ۽ سندن اهو تاثر صرف خيالي ۽ تصوراتي هوندو آهي، پر ڪڏهن اها صورتحال حقيقي بہ ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن توهان جا ماءُ پيءُ معذور آهن، مصروفيتن ۾ رڌل هوندا آهن ۽ کين پنهنجن ٻين ڪم ڪارن کان واندڪائي نہ هوندي آهي، جو توهان مٿان اوترو ڌيان ڏين، جنهن جي توهان کي ضرورت آهي يا وري اهي توهان کي مارڪٽ ڪن ٿا، ٻين جي سامهون ڇڙٻون يا داٻا ڏين ٿا تہ پوءِ تہ پاڻ توهان کي سٺن دوستن ۽ سمجهدار ذاتي صلاحڪارن جي وڌيڪ ضرورت آهي.

جيڪڏهن توهان نوڪري ڪندڙ 'ماءُ' آهيو تہ پوءِ توهان جي اثرائتي ٽيم ۾ ڪا سٺي آيا آهي يا وري ٻارن جي سار سنڀال وارو ڪو سٺو ادارو يا اسڪول بہ ٿي سگهي ٿو. توهان کي گهرجي تہ نہ صرف انهن بابت پڪي معلومات وٺو پر انهن بابت چڱيءَ ريت پڇاڳاڇا بہ ڪريو.

رانديگر بہ پنهنجي جسم کي چست ۽ تازو توانو رکڻ لاءِ ماهرن سان رابطو ڪري سگهن ٿا. سندن صلاحڪارن جي ٽيم ۾ کاڌي پيتي، جا ماهر بہ شامل آهن، جيڪي سندن جسم ۽ راند جي نوعيت جي حساب سان کين کاڌي بابت صلاح مشورا ڏيئي سگهن ٿا. اهي رانديگر قابل اعتماد ۽ ڀروسي وارا ۽ پنهنجي ڪم ۾ ماهر صلاحڪار چونڊين ٿا ۽ ڪاميابي حاصل ڪن ٿا.

بهرحال توهان جو واسطو زندگيءَ جي ڪهڙي بہ شعبي سان هجي، جڏهن توهان هڪ ڀيرو پنهنجي مدد لاءِ پنهنجي اثرائتي ٽيم ناهي سگهو ٿا، جنهن کان توهان ٻين سان لاڳاپا بهتر بڻائڻ جي سلسلي ۾ ڪم وٺي سگهو

ٿا. توهان کي ان ڳالهه جي خاطري ڪرڻ کپي ۽ خبر هئڻ کپي ته توهان جيڪا ٽيم ٺاهيو پيا، تنهن کان ڪهڙو ڪم وٺڻو آهي ۽ اها ٽيم توهان ۾ ڪهڙيون اميدون رکي ويٺي آهي.

ڇا توهان پنهنجي ٽيم ۾ ڀگهاردار صلاحڪار شامل ڪيا آهن، ته پوءِ توهان ڪائڻ ڪهڙو ۽ ڪيئن ڪم وٺندؤ ضرورت مهل توهان هڪ ٻئي سان ڪيئن رابطو ڪندؤ؟ توهان جي ڪاميابي لاءِ ٽيم جا اهي ميمبر توهان جي ڪهڙي نموني مدد ڪري سگهن ٿا، اهي سڀ ڳالهيون به اڳواٽ طئي ڪري ڇڏجن ته بهتر ڇاڪاڻ ته اڳتي هلي اهي ڳالهوين طئي نه ٿيڻ سبب مونجهارا پيدا ٿين ٿا.

جوڙيل ٽيم تي ويساهه

ريمنڊ آرن چيو هو ته: ”جيڪڏهن توهان جو ڪو به نائب يا صلاحڪار ڪونهي ته پوءِ جڻ توهان بلڪل اڪيلا آهيو.“

جڏهن توهان پنهنجي صلاحڪاري ٽيم جي چونڊ ڪري وٺو ته پوءِ ان تي مڪمل ڀروسو ڪريو ۽ پنهنجن ذاتي معاملن سميت سمورا معاملا انهن جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ ڏسو ته اهي اهو ڪم ڪيئن ٿا ڪن ۽ توهان کي ان سلسلي ۾ ڪهڙيون صلاحون ٿا ڏين.

جيتوڻيڪ اسين ان ڊپ ۾ هوندا آهيون ته ٿي سگهي ٿو ته توهان جي ٺاهيل ٽيم توهان کي اهي صلاحون ۽ نتيجا نه ڏئي، جنهن اميد تي توهان ڪين پاڻ سان شامل ڪيو آهي، پر ڪنهن وقت جن ڪمن ڪرڻ کان اسين نفرت ڪريون ٿا يا وري لنوايون ٿا، اهي ماڻهو اهي ڪم سٺي نموني ڪري سگهن ٿا ۽ توهان کي به اڳتي هلي ان سلسلي ۾ قائل ڪري سگهن ٿا.





23

# ’بهتر‘ کان اڳتي ’بهترين‘ لاءِ وڌو

جم ڪولنز چيو هو ته:

”ننڍي ڪاميابي، وڏي ڪاميابيءَ جي دشمن هوندي آهي.“

اهو ڪيترو نه سادو تصور آهي، حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه اها آهي ته دنيا جا ڪيترا ڪامياب ماڻهو به اڪثر ان ’معمولي ڪاميابيءَ‘ جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاٿل هوندا آهن ۽ ڪا ’وڏي ڪاميابي‘ ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ سندن انتظار ڪندي رهجي ويندي آهي.

جڏهن اسين ڪنهن معمولي ڪاميابيءَ تي ئي خوش ٿي ويندا آهيون يا صرف ڪنهن معمولي ڪاميابيءَ کي ئي پنهنجي اصل ڪاميابي سمجهي بس ڪري ويهي رهندا آهيون يا وري صرف معمولي ڪاميابيءَ لاءِ ئي جاکوڙيندا رهندا آهيون ته پوءِ اسان وٽ ’وڏيءَ ڪاميابيءَ‘ لاءِ سوچڻ يا جدوجهد ڪرڻ جو وقت ئي نه بچندو آهي.

جڏهن توهان صرف معمولي ڪاميابيءَ لاءِ ڪوشش ڪريو ٿا ۽ پوءِ ان ڪاميابيءَ لاءِ رٿابندي ۾ مصروف ٿي ويندا اهيو ته پوءِ ڪيئن وڏين ڪاميابين بابت سوچيندا يا انهن ڏانهن وڌڻ جي ڪوشش ڪندا؟

توهان جيڪڏهن پنهنجي زندگيءَ جو جائزو وٺو ۽ اهڙين سرگرمين جي فهرست تيار ڪريو جنهن سان توهان وڌ ۾ وڌ ڪاميابي، وڌ ۾ وڌ مالي ترقي ۽ آمدني حاصل ڪري سگهو ٿا ته توهان کي اهو ڏسي هڪ خوشگوار حيرت ٿيندي ته توهان پنهنجي 20 سيڪڙو سرگرمين ذريعي 80 سيڪڙو ڪاميابي حاصل ڪريو ٿا.

پنهنجو وقت، توانائي ۽ ڪوششون ڪنهن به فضول، غير تعميري ۽

وقت جي زيان جهڙين سرگرمين تي ويچائڻ بدران اهو تصور ڪريو تہ جيڪڏهن توهان انهن اجائين ۽ فضول سرگرمين بدران صرف 20 سيڪڙو سٺين سرگرمين تي پنهنجو وقت، توانائي ۽ ڪوششون صرف ڪيون هجن ها تہ توهان ڪيڏي وڏي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ها؟

جيڪڏهن توهان پنهنجو واندڪائي وارو وقت اجايو تي وي ڏسڻ، نيٽ تي چيٽنگ ڪرڻ ۽ ٻين غير معمولي سرگرمين ۾ مصروف ٿيڻ بدران پنهنجي گهرو سرگرمين ۽ شادي ٿيل زندگيءَ تي ڌيان ڏيڻ، پنهنجي ڪاروبار ۾ آمدني وڌائڻ جا نوان ذريعا ڳولڻ ۽ ٻين اهڙين سٺين سرگرمين ۾ لڳايو ها تہ توهان کي ڪيترو نہ فائدو ٿئي ها؟

توهان اهو ڪيئن ٿا چئو تہ هيءُ واقعو "عظيم ترين ڪاميابي آهي" آهي تہ جيئن "معمولي ڪاميابيءَ" مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهو. اچو تہ اسان توهان کي ان لاءِ هڪ آسان طريقو ٻڌايون.

### 1. "معمولي ڪاميابين" جي سامهون "وڏين ڪاميابين" جي فهرست ٺاهيو:

جڏهن توهان ڪاغذ جي هڪ پاسي عظيم ۽ ٻئي پاسي معمولي ڪاميابين کي لکندؤ تہ توهان پنهنجي سوچ کي چٽي انداز ۾ لکي سگهندؤ ۽ اها بہ خاطري ڪري وٺندؤ تہ توهان کي ڪهڙي قسم جا سوال پڇڻا آهن. ڪهڙي قسم جي چاڻ حاصل ڪرڻ کپي، توهان جو سڌوسنئون قدم ڪهڙو هئڻ گهرجي وغيره وغيره. ان عمل ذريعي توهان کي پتو پئجي ويندو تہ واقعي وڏي ڪاميابي توهان جو انتظار ڪري رهي آهي.

### 2. وڏي ڪاميابي جي لاءِ صلاح

جيڪي ماڻهو توهان کان اڳ وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪري چڪا آهن، انهن جي تجربن مان فائدو حاصل ڪريو ۽ انهن کان پڇو تہ وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪرڻ جي رستي ۾ ڪهڙيون رڪاوٽون ايندڙيون آهن ۽ انهن ان کي ڪيئن پار ڪيو ويجي ٿو. اهي تجربيڪار ماڻهو توهان کي اهي طريقا ۽ ترڪيبون ٻڌائي سگهن ٿا، جن جي ذريعي توهان کي چاڻ ٿي ويندي تہ وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتري قدر وقت، توانائي ۽ پڪي ارادي جي ضرورت آهي.





### 3. تجربو ڪريو

وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ شروع ۾ ئي ڪي وڏي اچل ۽ ٽپ ڏيڻ بدران ڪو ننڍو عملي تجربو ڪريو ۽ پنهنجي وقت، رقم ۽ ڪوشش جو هڪ محدود حصو خرچ ڪري، هڪ خاص محدود منصوبي کي عملي طور تي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو پوءِ جيڪڏهن توهان جو اهو تجربو ڪامياب ٿي وڃي تہ پوءِ وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ڊگهي عرصي جي رٿابندي ڪريو تہ جيئن توهان پنهنجي رقم، توانائي ۽ وڌ ۾ وڌ ڪوشش ذريعي اها عظيم ترين ڪاميابي حاصل ڪري سگهو.

### 4. وقت ڪيئن خرچ ڪجي؟

۽ پوءِ آخر ۾ ڏسو تہ انهن سرگرمين سبب توهان واقعي پنهنجو مقصد حاصل ڪيو آهي يا اجا بہ توهان کي وڌيڪ وقت، رقم ۽ ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت آهي.

**24**

# تڪڙي ڪاميابيءَ لاءِ سرگرم طريقو ڳوليو

تڪڙي ڪاميابي جي سلسلي ۾ رابرٽ ايلن جو چوڻ آهي تہ:

”ڪنهن ڪامياب شخص جي زندگيءَ جو مطالعو ڪريو ۽ ڏسو تہ هن ڪنهن سرگرم طريقي يا ڪنهن تجربيڪار ماڻهو کان رهنمائي ورتي يا وري رهنما اصولن تي عمل ڪري ڪاميابي حاصل ڪئي، تنهن ڪري جيڪڏهن توهان بہ پنهنجي زندگيءَ ۾ وڏي ۽ اعليٰ درجي جي ڪاميابي چاهيو ٿا تہ توهان پاڻ بہ انهن مان ڪنهن هڪ سرگرم طريقي يا تجربيڪار ماڻهو يا رهنما اصولن تي هلو.“

جيڪڏهن ماڻهن کي خبر بہ هجي ٿي تہ ڪو بہ ڪم ڪرڻ جي سلسلي ۾ هنن وٽ بهترين معلومات ۽ ڄاڻ موجود آهي، پر تنهن جي باوجود بہ اهي پنهنجن دوستن، پاڙيسرين، ساٿين ۽ مٽن مائٽن کان اها پڇا ڳاڇا ڪندا رهندا آهن تہ ڪين ڪهڙيون ڏکائيون ۽ رڪاوٽون پيش اچي سگهن ٿيون. هو اڪثر اهڙن ماڻهن سان مشورو ڪندا آهن، جيڪي پاڻ ڪڏهن بہ ان ڏکيائيءَ مان نہ لنگهيا هوندا، جنهن لاءِ ڪانئن مشورو ورتو پيو وڃي يا وري انهن کان صلاح وٺندا، جن پاڻ ان خاص شعبي ۾ ڪاميابي حاصل نہ ڪئي هوندي.

توهان کي گهرجي تہ توهان اهڙي ڪنهن سمجهدار ۽ ڄاڻ واري ماڻهوءَ سان مشورو ڪريو جيڪو پاڻ ان تجربي مان لنگهي چڪو هجي. ان ميدان ۾ عملي قدم کڻي ڪاميابيون حاصل ڪري رهيو هجي. توهان جي ذميداري صرف اها تہ توهان اهڙي ڪنهن مهربان ڪامياب ماڻهوءَ جي ڳولا ڪري





ساڻس ملاقات ڪريو ۽ ڪانئس پڇو تہ اوهان اها وڏي ڪاميابي ڪيئن حاصل ڪئي؟

عظيم ترين ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو هڪ بيو بهترين ۽ سولو طريقو اهو بہ آهي تہ توهان گهربل شعبي ۾ تجربيڪار ماڻهن سان لڳاتار رابطي ۾ رهي، ڪانئن رهنمائي حاصل ڪريو. ان سلسلي ۾ شرم جي ڪا بہ ڳالھ ڪونهي. وڏا صحيح چوندا آهن تہ ”پڇڻا نہ منجهڻا“ سو جيڪڏهن بنا پڇا ڳاڇا جي ڪنهن ڪم ۾ هٿ وجهي ناڪام ٿيڻ کان بهتر آهي تہ پڇاڳاڇا ڪري ڪاميابي حاصل ڪجي. اهڙن ماڻهن جي فهرست تيار ڪريو جن کان توهان مهربان ۽ شفيق سيکارڻ واري جي طور تي پڇا ڳاڇا ڪري سگهو ٿا.

## رهنما کان پڇا بابت رٿ جوڙيو

تي سگهي ٿو تہ توهان کي شروع ۾ ڪامياب ماڻهن سان رابطن ۾ ڏکيائي ٿئي ۽ توهان انهن کان گهربل رهنمائي حاصل نہ ڪري سگهو. توهان لاءِ وڌيڪ سولو ڪم اهو آهي تہ توهان اهڙن مهرباني، رهنمائي ڪندڙ ۽ سيکاريندڙن جي فهرست تيار ڪريو جيڪي توهان کان اڳ ان شعبي ۾ وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪري چڪا هجن جنهن ۾ توهان ڪم ڪري رهيا آهيو يا وڃڻ چاهيو ٿا. اهي مهربان، تجربيڪار ماڻهو توهان جي ڪهڙي ڪم اچي سگهن ٿا. توهان ڪانئن ڇا ٿا حاصل ڪرڻ چاهيو؟ ان بابت پهرين سوچي سمجهي طئي ڪري ڇڏيو. اهي ڪامياب ۽ مهربان ماڻهو توهان جي اهڙي نموني رهنمائي ڪري، ڪاميابيءَ جي واٽ ڏسي سگهن ٿا، جيڪا توهان کي انهن سان ملڻ کان اڳ نظر نہ پئي آئي. اها رهنمائي هو پنهنجي عملي ڪردار ۽ تجربي ذريعي بہ توهان کي ڏيئي سگهن ٿا.

## ڪارائتي ڄاڻ سهيڙيو

توهان جي خاص پيشوراڻي شعبي ۾ جيڪي ماڻهو ڪاميابي حاصل ڪري چڪا آهن، انهن جا نالا ۽ بي لاڳاپيل معلومات حاصل ڪرڻ جو سولو طريقو اهو آهي تہ توهان ان خاص شعبي بابت نڪرندڙ رسالن ۽

اخبارن کي پڙهندا رهو. انٽرنيٽ تي انهن جي ڪاميابين، سرگرمين ۽ واقعن بابت ڄاڻ حاصل ڪريو.

انهن ڪامياب ۽ تجربيڪار ماڻهن ۽ مهربان سيکاريندڙن سان رابطو ڪريو جيڪي توهان جي لاڳاپيل ڪاروباري ۽ صنعتي شعبي ۾ مناسب تجربو رکن ٿا.

ڪامياب ۽ تجربيڪار ماڻهو ۽ مهربان سيکاريندڙن سان رابطو ڪرڻ ۽ انهن سان بهترين ۽ ڪامياب ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ اهي خاص نقطا پني تي لکي رکو، جن بابت توهان کي پهرينءَ ملاقات ۾ هنن کان پڇڻو آهي. مثال طور: توهان جي رهنمائيءَ لاءِ ڪين ڇو چونڊيو ۽ توهان انهن کان ڪهڙي قسم جي مدد حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا وغيره. پر جيڪو به ڳالهايو اهو نهايت سڪون ۽ اعتماد سان ڳالهايو ته جيئن سامهون واري تي توهان جو سٺو تاثر پوي.

حقيقت ته اها آهي ته ڪامياب ماڻهو پنهنجن تجربن، حالتن ۽ واقعن بابت ٻڌائڻ ۾ خوشي محسوس ڪندا آهن. هو پاڻ چاهيندا آهن ته ڪو اسان کان پڇي ته اسين ان ڪاميابيءَ تائين ڪيئن پهتا آهيون. اها انسان جي فطرت ۽ خاصيت آهي ته ڪامياب ماڻهو پنهنجي دانائي ۽ ڪاميابيءَ تائين پهچڻ جا گر ٻين کي ٻڌائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن. جڏهن توهان پاڻ ساڻن رابطو ڪريو ته اهو توهان کي پنهنجي تجربي ۽ مهارت کان ضرور واقف ڪندا. توهان جو ڪم صرف اهو آهي ته توهان اهڙن ماڻهن جي فهرست تيار ڪريو جن کان توهان ڪجهه سکڻ چاهيو ٿا ۽ انهن کان مدد ۽ سهڪار حاصل ڪري پنهنجي لاءِ ڪاميابيءَ جو رستو هموار ڪري سگهو ٿا. ٿي سگهي ٿو ته انهن ماڻهن مان ڪي ماڻهو وقتي طور توهان کي تجربا ٻڌائي، پوءِ مستقل طور توهان سان رابطي ۾ رهي سيکارڻ ۽ ٻڌائڻ کان جواب ڏيئي ڇڏين. ان لاءِ هو پنهنجي مصروفيتن کي به بهانو بڻائي سگهن ٿا. پر ڪي ماڻهو پڪ سان توهان جي مدد ڪندا. توهان انهن کان وقت وٺي ساڻن رابطو ڪيو.





## مشورو ڏيندڙ جي صلاحن کي هنڊايو

ڪيترائي ڪامياب مهربان ماڻهو انهن ماڻهن کي سيکارڻ ۾ دلچسپي نه وٺندا آهن، جن جي دلچسپي سندن نظر ۾ وقتي هوندي آهي. هو انهن تي پنهنجو قيمتي وقت ضايع ڪرڻ پسند نه ڪندا آهن. پر ڪي وري اهڙا به آهن، جيڪي جڏهن ڏسن ٿا ته هي ماڻهو پڪي ارادي سان عمل جي ميدان ۾ سندرو ٻڌي لٿو آهي ته پوءِ هو به دل سان انهن کي سيکارڻ ۾ مدد ڪن ٿا. توهان کي گهرجي ته اهڙن ماڻهن جي صلاحن تي ترت عمل ڪريو. انهن جي طور طريقن جو جائزو وٺو. انهن ماڻهن جي نقش قدم تي هلو ۽ انهن جي چئي موجب پاڻ کي بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.

## قيمتي مشورن جي اهميت

جين ڊورسي، ڪاليج جو هڪ عام شاگرد هو. جنهن جي ملاقات اتفاقي طور سندس پهرين استاد بريڊ سان ٿي. اهو مهربان ۽ شفيق استاد هڪ مقامي ڪاروباري اداري جو سربراه هو. بريڊ ڪاميابيءَ بابت وضاحت ڪندي ٻڌايو ته ڪاميابيءَ جو مفهوم تمام گهڻي دولت حاصل ڪرڻ کان به تمام وڌو آهي، جين ڊورسي ڪانئس ڪافي متاثر ٿيو ۽ ڪيس عرض ڪيائين ته هو ڪيس ڪاروباري معاملن بابت سمجهائي ۽ سيکاري.

پهرينءَ ملاقات ۾ بريڊ، جين کان سندس منصوبن بابت پڇا ڳاڇا ڪئي. هن ڪيس ٻڌايو ته سندس ارادو آهي ته پهرين ڪاليج جي تعليم ايم بي اي ڪري، پنهنجو ڪاروبار شروع ڪري، پوءِ 40 سالن جي ڄمار ۾ رٽائرڊ ٿي غريب ڇوڪرن کي تعليم ڏيارائي ته جيئن اهي باعزت نموني روزگار حاصل ڪري سگهن.

بريڊ ڪانئس ٻيو سوال ڪيو ته، جڏهن هو انهن نوجوانن جي مدد ڪرڻ جي قابل ٿي ويندو ته تنهنجي عمر ان وقت ڪيتري هوندي. جين جواب ڏنو ته گهٽ ڪري 45 سال ٿي ويندي، پوءِ بريڊ ڪانئس سندس زندگي بدلائڻ وارو هڪ سوال ڪيو ته، جيڪو ڪم تون 45 سالن جي عمر ۾ ڪرڻ چاهين ٿو ان لاءِ تون 25 سال انتظار ڇو ٿو ڪرين. ان وقت تائين ٿي سگهي ٿو ته اهو ڪم تنهنجي لاءِ مشڪل ٿي وڃي. بريڊ جي ڳالهه صحيح هئي، پر

ان وقت سندس عمر صرف 18 سال هئي ۽ هو ڪاليج جي هاسٽل ۾ رهندو هو. بريد چيو ته, تون اهو ڪتاب لک. جيڪو نوجوان واقعي پڙهي سگهن. هن وقت جڏهن گهڻا ٽڙا ماڻهو صرف ناڪاري ڳالهيون سوچين ٿا ته تون ڪتاب ۾ ڪين ٻڌاءِ ته, هرويرو ناڪاري ڳالهين کي سوچڻ يا انهن تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت ڪونهي. جيڪڏهن توهان سني سوچ رکو پاڻ ۽ ماڻهن بابت سنو سوچيو انهن بابت سني راءِ رکو تون ڪين ٻڌاءِ ته سني سوچ رکڻ جا ڪيترا نه فائدا آهن. سنو سوچڻ ۽ سمجهڻ ۾ ڪهڙو راز لڪل آهي. جين جي ذهن ۾ بريڊ جي ڳالهه گهر ڪري ويهي رهي.

پوءِ جين ان موضوع تي ڪتاب لکڻ شروع ڪيو. جيئن ته ڪيس خبر هئي ته هو اڪيلي سر اهو ڪم سني نموني نه ٿو ڪري سگهي, تنهن ڪري هن ڪجهه وقت اهڙن ڪتاب لکندڙن جي صحبت ۾ گذاريو. هن پنهنجي ڪتاب Graduate your perfect Job جو پهريون مسودو صرف ٽن هفتن ۾ لکي ورتو. جين پنهنجو اهو ڪتاب پاڻ شايع ڪيو. 25 سالن جي عمر ۾ پهچندي هو 5 لک ماڻهن اڳيان تقريرون ڪري چڪو هو ۽ ڪيترن مشهور ٽي وي پروگرامن ۾ شرڪت ڪري چڪو هو ۽ 115 اسڪولن ۾ سندس ڪتاب نصاب طور پڙهايو ويندو هو. جين جون تقريرون ايتريون ته اثرائتيون هونديون هيون, جو هو ماڻهن ۾ ايتري سرگرمي ۽ حوصلو پيدا ڪري ڇڏيندو هو.

هن تازو اها ڪاميابي حاصل ڪئي آهي ته هن هڪ اهڙو ادارو ٺاهيو آهي, جيڪو ڪاروباري ادارن جي منتظمين کي اهو سيکاريندو آهي ته اُهي پنهنجن ملازمن ۾ سرگرمي, ولولو ۽ حوصلو ڪيئن پيدا ڪن ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته ايڏي وڏي ڪاميابيءَ ۽ رتبي تي پهچڻ باوجود جين پنهنجي پهرين استاد بريڊ, جنهن سندس زندگي بدلائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو تنهن کان اڃا تائين مدد, سهڪار ۽ صلاح مشورو وٺندو پيو اچي.

هاڻي ان ڳالهه تي ٿورو سوچيو اچا غور ڪريو ته جين جيڪڏهن پنهنجي پهرين استاد کان ڪجهه سکڻ جو پڪو ارادو ڪري وٽس نه پهچي ها يا وري سندس مشورن تي ڪن لاتار ڪري ها ته اڄ هو ان رتبي تي هجي ها, تنهن ڪري ڪڏهن به ٻئي کان پڇڻ ۾ عار نه محسوس نه ڪريو ٿي





سگهي ٿو ته اهو هڪ سوال توهان جي زندگيءَ کي ئي بدلائي ڇڏي, جيئن جين سان ٿيو.

## سيکاريندڙ جا ٿورائتا رهو

پلي اها ڪا معمولي شيءِ چو نه هجي, پر پنهنجي حيثيت موجب استاد يا سيکاريندڙ کي موٽ ۾ ڪو سنو تحفو ڏيڻ لاءِ سدائين تيار رهو. مثال طور: واسطيدار صنعت بابت تازي معلومات يا نوان موقعا, جنهن ذريعي توهان جي استاد يا سيکاريندڙ کي ڪنهن به قسم جو فائدو رسي, ان استاد لاءِ اها ڪيڏي نه فخر جي ڳالهه آهي ته سندس شاگرد ٻين ماڻهن جي ان ڪري مدد پيو ڪري ته اهي ڪاميابي حاصل ڪري سگهن.

# 25

# پڪي ڪاميابيءَ لاءِ تخليقي سوچ ذاريو

نپولين هل چيو هو تہ:

”جڏهن بہ يا ان کان وڌيڪ ماڻهو هڪ بامقصد حدف حاصل ڪرڻ لاءِ گڏجي پاڻ ۾ هم خيالي ۽ مطابقت پيدا ڪن ٿا پاڻ کي هڪ اهڙيءَ حالت ۾ آڻي ٿا ڇڏين. جتي اهي نهايت ئي گهري سوچ ۽ فڪر سان پنهنجن بي مثال صلاحيتن ۽ شعور ذريعي وڏي مقصد ڏانهن وڌندا ويندا آهن.“

اسان سڀني کي خبر آهي تہ جڏهن اسان کي ڪنهن ڳالهہ جو نتيجو ڪيڍڻو هوندو آهي يا ڪو مسئلو حل ڪرڻ چاهيندا آهيون تہ پوءِ هڪ بدران بہ دماغ بهتر رهن ٿا. جيئن چوندا آهن تہ ”ہ تہ ٻارهن“ تنهن ڪري پنجن ڇهن ڄڻن تي مشتمل هڪ اهڙي جماعت جو تصور ڪريو جيڪي هر هفتي پنهنجن مسئلن جي حل ۽ همثائڻ واسطي هڪ ٻئي سان ملندا رهندا آهن.

انهيءَ عملي کي ”تخليقي ڳالهيون سوچڻ ۽ سوچ رٿابندي وارو عملو“ چوندا آهن ۽ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ زبردستي طريقي ۽ ترڪيب طور ڪم ايندو ۾ ڪو بہ آهي.

## ڪارائتو نظريو

نپولين هل پهريون پيرو پنهنجي شاندار ڪتاب "Think and Grow rich" ۾ ”تخليقي انداز پهچائڻ سوچ ويچار ڪرڻ ۽ رٿابندي ڪرڻ“ لاءِ ڪيترين ئي ٽيمن بابت 1937ع ۾ لکيو ۽ پوءِ ويهين صدي جي شروع کان اڄوڪي جديد زماني تائين امير ترين صنعتڪارن بہ ان طريقي کي سٺي نموني اختيار ڪيو آهي ۽ انهن ان طريقي جي اهميت سمجهي. ان کي





برقرار رکيو آهي. اهو هڪ اهڙو تصور ۽ نظريو آهي. جنهن کي ڪروڙ پتي ماڻهو پنهنجي ڪاميابيءَ جو بنياد چوندا آهن.

اينڊريو ڪارنيگيءَ وٽ بہ اهڙي قسم جي هڪ ٽيم موجود هئي ۽ هنري فورڊ بہ اهڙي ئي ٽيم ناهي هئي. اصل ۾ فورڊ وٽ ٿامس ايڊيسن ۽ هار وي فائر استون جهڙا ذهين ماڻهو موجود هئا ۽ اهڙن ئي ماڻهن جهڙن هڪ ٽيم فورڊ جي شاندار ڪاميابيءَ جو سبب آهي.

اهڙي قسم جا ذهين ۽ باصلاحيت ماڻهو سمجهن ٿا تہ جيڪڏهن اهي ”عظيم تخليقي قوت ۽ توانائي“ يعني خدا جهڙي آفاقي قوت ۽ طاقت. جنهن سندن زندگيون ناهيون سان وابستگي اختيار ڪري ونون تہ اسان ۾ هڪ اهڙي زبردست قوت ۽ طاقت اچي ويندي. جنهن جي استعمال وسيلي اسين ڪاميابي حاصل ڪري سگهون ٿا.

پاڪ انجيل ۾ فرمان آهي تہ:

”جتي بہ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ بہ يا ٽي ماڻهو گڏجي وڃن. آءٌ انهن جي وچ ۾ موجود هوندو آهيان.“ (ميٿو 20: 18)

تنهن ڪري عظيم تخليقي قوت اها قوت بہ آهي. جيڪا اسان کي هڪٻئي مان حاصل ٿئي ٿي جيڪا اسان کي خدا طرفان ڏنل هوندي آهي.

## ڪاميابيءَ ۾ تيزي آڻڻ جو طريقو

”اعليٰ ذهانت ۽ باصلاحيت ماڻهن جي ٽيم“ جو بنيادي نظريو اهو آهي تہ جڏهن ماڻهو ڪنهن خاص مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجون صلاحيتون ۽ ذهانتون پاڻ ۾ گڏجي استعمال ڪن ٿا تہ گهٽ ۾ گهٽ وقت ۾، وڌ ۾ وڌ ڪاميابي حاصل ڪري سگهجي ٿي. ”اعليٰ ذهانت ۽ باصلاحيت ماڻهن جي ٽيم“ اهڙن ماڻهن تي آڌاريل ٿي سگهي ٿي. جيڪي باقاعده ۽ هڪ مقرر ڪيل عرصي کان پوءِ يعني هفتيوار يا ماهوار بہ مهينن کان پوءِ هڪ ٻئي سان ملاقات ڪن ٿا. ان ٽيم ۾ شامل ماڻهن طرفان امڪاني ۽ ڪارائتي معلومات جاڻ ۽ نظريا ۽ تصور حاصل ڪرڻ کان پوءِ نہ صرف توهان پنهنجن محدود خيالن ۽ نظرين مان نڪري اچو ٿا. پر پنهنجن مقصدن ڏانهن وڌيڪ اڳيرائي ڪيو ٿا.

اعليٰ صلاحيت ۽ ذهين ماڻهن جي ٽيم ۾ زندگي جي مختلف شعبن

سان تعلق رکندڙ اهي ماڻهو به شامل ٿي سگهن ٿا، جيڪي توهان جي خاص صنعت يا ڪاروبار بابت ڄاڻ رکندا هجن. اها ٽيم ڪاروباري ۽ ذاتي يا پنهنجي معاملن تي غور ڪري سگهي ٿي، پر انهيءَ ذهين ۽ باصلاحيت ٽيم کي وڌيڪ اثرائتو بڻائڻ لاءِ ضروري آهي ته اهي ماڻهو هڪ ٻئي سان نهايت سچائيءَ سان خيالن جي ڏي وٺ ڪن.

ان قسم جو ڀروسو پيدا ڪرڻ لاءِ رازداري تمام ضروري آهي. يعني ان ٽيم ۾ شامل ماڻهو هڪ ٻئي سان مڪمل طور تي وفادار رهن. هڪ ٻئي کي نهايت ايمانداريءَ سان پنهنجن تجربن ۽ خيالن کان واقف ڪن.

## نوان خيال نوان موقعا

جڏهن توهان پنهنجو پاڻ لاءِ اعليٰ صلاحيت ۽ ذهين ماڻهن جي ٽيم تيار ڪريو ته ان ڳالهه جو خيال رکو ته ان ٽيم ۾ اهي ماڻهو شامل هجن، جن جو تعلق مختلف پيشوراڻي شعبن سان هجي ۽ اهي ماڻهو توهان کان وڌيڪ تجربيڪار هجن ۽ اهڙن ماڻهن سان توهان جا رابطا ڪرائين جن تائين توهان جي پهچ نه ٿي هجي.

جيتوڻيڪ پنهنجي خاص پيشوراڻي شعبي سان تعلق نه رکندڙ اعليٰ ذهانت وارن ۽ باصلاحيت ماڻهن جون خدمتون حاصل ڪرڻ، ظاهري طور تي ڪو ڪارائتو عمل محسوس نه ٿو ٿئي ۽ سچ ته اهو آهي ته اسين سمورا ماڻهو صرف پنهنجي ئي واسطيدار شعبن جي ماڻهن جي تجربي ۽ مهارت کي ئي پنهنجي لاءِ بهتر سمجهون ٿا، پر حقيقت ۾ جڏهن توهان پنهنجي خاص پيشوراڻي زندگيءَ جي شعبن کان سواءِ زندگيءَ جي ٻين شعبن جي ذهين ۽ باصلاحيت ماڻهن کي پنهنجي ٽيم ۾ شامل ڪيو ٿا ته توهان پنهنجي گهربل حدف جي مختلف پاسن جي لحاظ کان ايتري قدر ڪارائتي معلومات ۽ علم حاصل ڪري ٿا ونو جو توهان لاءِ اهو مقصد حاصل ڪرڻ وڌيڪ آسان ٿي ٿو وڃي.

هنري فورڊ گاڏيون تيار ڪرڻ جو ماهر هو. ٿامس ايڊيسن اهڙو سائنسدان هو جيڪو ايجادون ڪندو رهندو هو. هاروي فائر اسٽون ڪاروباري معاملن جو ڄاڻو هو. تنهن ڪري جڏهن ٽئي ماهر هڪ هنڌ گڏ





ٿي ويا ته پوءِ مالي، انتظامي ۽ قانوني معاملن بابت سيني جي گڏيل مشورن ۽ صلاحيتن سبب مختلف معاملا ۽ مسئلا نهايت آسانيءَ سان حل ٿيڻ ۾ نبرجڻ لڳا.

## ذهين ٽيم ڪيئن ناهجي؟

توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪو وڏي ۾ وڏو مقام حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا ته ڪي ماڻهو ۽ يقينن اهڙا ماڻهو هوندا آهن، جن اهو وڏي ۾ وڏو مقام اڳ ۾ ئي حاصل ڪيو هوندو آهي. اصل مسئلو اهو هوندو آهي ته اهڙن ماڻهن جي نهايت سوچي سمجهي چونڊ ڪئي وڃي. جيڪڏهن توهان لک پتي ٿيڻ چاهيو ٿا ۽ توهان هن وقت پنجاهه هزار رپيا ڪمائي رهيا آهيو ته پوءِ اهي ماڻهو توهان کي اهڙي سٺي معلومات ۽ خدمتون آڇيندا ته جيئن توهان وڌيڪ آمدني حاصل ڪري سگهو. توهان کان بهتر اهي ماڻهو صرف ان لاءِ توهان سان شامل ٿي ويندا ته ان ريت اهي هو ڪم به ڪري وٺندا، جيڪو اڳ ۾ ڪائنڻ ڪرڻ کان رهجي ويو هوندو. ٿي سگهي ٿو ته اهي ماڻهو وڌيڪ ذهين ماڻهن سان گڏجي ڪم ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪن.

## ڪيترا ذهين گهرجن؟

اعليٰ ذهين ۽ باصلاحيت ماڻهن تي مشتمل ٽيم جو مثالي ۽ بهترين تعداد پنج يا ڇهه ماڻهو آهي. جيڪڏهن ان ٽيم جو تعداد ان کان گهٽ هجي ته پوءِ ان جي اهميت گهٽجي ٿي وڃي. بهرحال جيڪڏهن 6 ڄڻن تي آڌاريل باصلاحيت ٽيم جا ميمبر هر مهيني پاڻ ۾ گڏجي ويهن ته سنڌن سوچ ويچار سان هر معاملو ۽ مسئلو ڪاميابيءَ سان حل ڪري سگهجي ٿو.

## ذهين ٽيم جو ميل جول

ذهين ۽ باصلاحيت ماڻهن تي مشتمل ٽيم جي پاڻ ۾ ملاقات هر ٻئي مهيني ٿيڻ گهرجي، جنهن ۾ سمورا ميمبر شرڪت ڪن. اهي ماڻهو پاڻ روبرو شريڪ ٿي يا فون ذريعي ان ملاقات ۾ شريڪ ٿي صلاح مشورا ڏيئي سگهن ٿا. ملاقات لاءِ هڪ ڪان ٻن ڪلاڪن تائين سوچ ويچار به ڪافي آهي.

شروعاتي چند ملاقاتن جي پهرين ڪلاڪ دوران ٽيم جي هر ميمبر کي هڪ ٻئي سان تعارف ۽ ڪچهري ڪرڻ گهرجي ته جيئن اهي وٽن

موجود مختلف قسم جي معلومات، حالتن، واقعن، ضرورتن ۽ مشڪلاتن
ڪان واقف ٿي سگهن.
رور هر ملاقات ۾ هيٺ ڏنل طريقيڪار اختيار ڪرڻ گهرجي ته جيئن هر
هڪ ميمبر کي پڪ سان خبر پئجي وڃي ته سندن خواهشن ۽ ضتن جو
پورائو ٿي رهيو آهي. توهان واري ٽيم کي کپي ته هو هڪ ماڻهو مقرر ڪن
جيڪو ٽيم ۾ شريڪ ميمبرن کي سندن تقريرن دوران وقت جو پابند بڻائي
ڪين يادگيري به ڪرائيندو رهي ته جيئن هر ميمبر ڪيس مليل وقت ۾
۽ ڏيان
سان سندس تقرير ٻڌي، سندس خيالن مان لاڀ حاصل ڪري سگهن.

## پهرين وڪ: روحاني رهنمائي ماڻيو

ذهين ماڻهن تي آڌاريل ٽيم جي پاڻ ۾ ملاقات جي شروعات ۾ بهتر
آهي ته ملاقات جي ابتدا ڏٽي تعاليٰ اڳيان ان درخواست سان ڪئي وڃي ته
ٽيم جي هر ميمبر کي زبردست روحاني قوت ۽ رهنمائي حاصل ٿي سگهي.
سڀ ميمبر هن دنيا کي ٺاهڻ واري طاقت ۽ ڪائناتي طاقت آڏو درخواست
پيش ڪن ته ڪين هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ ۽ ٻين ضرورتن جي پورائي لاءِ
همت ڏئي دعا هيئن گهرو:

> ”اي پالڻهار! اسان توهان کان دعا ٿا گهرون ته اسان کي روشني
> عطا فرماءِ ۽ اسان جون دليون پنهنجي رهنمائيءَ ۽ هدايت سان
> ڀري ڇڏ.“

## ٻي وڪ: معلومات جي حاصلات

هڪ ٻئي سان رابطو ۽ تعلق قائم ڪرڻ ۽ جذبي ۽ ولولي جو اعليٰ
معيار حاصل ڪرڻ جو بهترين طريقو اهو آهي ته هڪ ٻئي کي پنهنجي
ڪاميابين کان واقف ڪيو وڃي. گذريل ملاقات کان پوءِ حاصل ٿيل ننڍين
ننڍين ڪاميابين جي ذڪر کان پوءِ اها به خبر پئجي ٿي وڃي ته ذهين
ماڻهن جي ٽيم پنهنجو ڪم سٺي نموني ڪري رهي آهي.





## ٽين وڪ: جوڳو وقت

جيتوڻيڪ هر ميمبر لاءِ 10 کان 15 منٽن جو وقت نهايت مناسب لڳي
ٿو پر جيڪڏهن ڪو اهڙو مسئلو يا پريشاني پيش اچي وڃي ته واسطيدار
جي ڳالهائڻ جو وقت ٽ
شخ وڌائڻ جي اجازت به ڏيئي سگهجي ٿي. ملاقات
وقت ايئن به ٿي سگهي ٿو ته هر ڪو ميمبر چوي ته مون کي وڌيڪ وقت ڏنو
، پر ان لاءِ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي جج مقرر ڪيو وڃي ته ڪنهن کي
ڪيترو وقت ڏنو وڃي، يا سڀني کي هڪ جيترو وقت ڏنو وڃي وڃي.
پوءِ جڏهن هر ميمبر لاءِ وقت مقرر ٿي وڃي ۽ اهو جج ان تي عمل به
ڪرائي، ته پوءِ هر ڪو ميمبر ڏاڍي سڪون سان پنهنجي ڳالهه ڪري سگهي
ٿو پر جيڪڏهن ڪو شخ وڌيڪ وقت گهري، پر ڪيس اهو وقت نه ڏنو
، ته پوءِ ٿي سگهي ٿو ته اهو ڪاوڙجي پوي ۽ ٽيم مان نڪري به وڃي، پر
ڪريو ته ايئن نه ٿئي وڃي
ڪوشش. ڪو نه ڪو وچ ۾ پئي ڳالهه کي ٺاهي ۽ قابل
قبول حل ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري.

## چوٿين وڪ: ڌيان سان ٻڌڻ

ذهين ماڻهن جي ٽيم جي ميمبرن جي پاڻ ۾ ملاقات دوران توهان هنن
کان پاڻ ۾ کهڙي قسم جي ڳالهين، سوچ ويچار ۽ غور فڪر جي اميد
ڪريو ٿا. مثال طور، ”مون کي رابطن جي ضرورت آهي، مون کي... مختلف
حوالا گهرجن، مون کي پنهنجي ڪاروبار ۾... ڪري نقصان پهتو مون کي
اهڙي ماهر جي ضرورت آهي، جيڪو مون کي پنهنجي... مسئلي جو حل
ٻڌائي. منهنجي خواهش آهي ته...، مون کي اهو فائيل ڏيڪار، مون کي
ڪاروبار وڌائڻ لاءِ وڌيڪ رقم حاصل ڪرڻ جا طريقا ٻڌايو وغيره وغيره.
خاص وقت ۾ خيالن جي ڏي وٺ، غور ۽ فڪر، سوچ ۽ ويچار، ذاتي ۽
پيشوراڻن معاملن تي ڳالهه ٻولهه ڪري سگهجي ٿي
۽ ايئن هڪ موضوع تي
و خيالن جي ڏي وٺ ۽ ڪنهن نتيجن تي پهچڻ کان پوءِ ٻئي مسئلي بابت غور
ويچار ڪري سگهجي ٿ . هن دنيا ۾ هر ڪو پنهنجو پاڻ کي اهم ڏ

سمجهندو آهي ۽ چاهيندو آهي ته پيو به ڪيس اوتري ئي اهميت ڏئي.

توهان محسوس ڪندؤ ته اها ٽيم مختلف مرحلن ۾ ڳالهه ٻولهه ۽ سوچ ويچار جو سلسلو اڳتي وڌائيندي. شروع شروع ۾ ٽيم جي ڪارروائي رسمي نموني هلندي رهندي، پوءِ جيئن جيئن اهي هڪ ٻئي سان ويجها ٿيندا ويندا ته انهن مان تڪلف ختم ٿي ويندو. اهي جيئن هڪ ٻئي کان واقف ۽ هجاتئا ٿيندا ويندا، تيئن تيئن ڳالهيون ڪاروباري معاملن کان اڳتي وڌي، ذاتي معاملن تي صلاح مشورن تائين پهچي وينديون ۽ ايئن ذاتي لڳ لاڳاپا وڌندا ويندا ۽ تعلق هڪ ٻئي جي گهر ياتين جهڙو ٿيندو ويندو ۽ هڪ ٻئي لاءِ همدردي ۽ خلوص وڌندو رهندو. اهڙي نموني اسين ان ٽيم مان پيا به ڪيترا فائدا حاصل ڪري سگهون ٿا.

## پنجين وک: پڪو ارادو

جڏهن ٽيم جا ميمبر هڪ ٻيرو پنهنجي مقرر وقت اندر پاڻ ۾ ڳالهه ٻولهه، خيالن جي ڏي وٺ، سوچ ويچار جو ڪم مڪمل ڪري وٺن ٿا ته پوءِ ڪين ڇيو وڃي ٿو ته اهي زباني طور تي پنهنجي ان عزم ۽ پڪي ارادي کي ظاهر ڪن ته اهي گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هر ممڪن عملي ڪوشش ڪندا. يعني ميمبر ان ڳالهه جو اظهار ڪندا ته اهي ايندڙ ملاقات کان اڳ، اڄوڪيءَ گڏجاڻيءَ ۾ ذڪر ڪيل معاملن ۽ مسئلن جو حل ۽ مقصد جي پورائيءَ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪندا اهو عزم ۽ ارادو وقت نه، پر ڊگهي عرصي لاءِ هئڻ گهرجي.

ان پڪي عزم ۽ ارادي جي ظاهر ڪرڻ ذريعي ان ڳالهه جي خاطري ڪئي وڃي ته هر ميمبر گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ لڳاتار ڪوشش ڪري رهيو آهي.

## ڇهين وک: ٿورو مڃڻ

ذهين ماڻهن تي مشتمل ٽيم جي ميمبرن جي اها ملاقات سيني جو ٿورو مڃي پڄاڻيءَ تي پهچائي سگهجي ٿي. يا اهو به ممڪن آهي ته توهان هر ميمبر وٽ وڃو ۽ ملاقات ۾ ظاهر ڪيل خيالن، سني سلوڪ جي ميتا ڪندي سندس ٿورا مڃو.





## ستين وک: پڄاڻي لاءِ تياري

جڏهن ٽيم جا ميمبر پهرين ملاقات کان پوءِ ٻئي هفتي وري پاڻ ۾ گڏجن ٿا ته پوءِ گذريل ملاقات جي مواقعي تي مقرر ڪيل حدفن ۽ مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ پنهنجي طرفان ڪيل عملي ڪارروائيءَ بابت هڪ ٻئي کي واقف ڪن ٿا ته ڇا هر ميمبر ڪنهن به قسم جو ڪو عملي قدم کنيو آهي يا مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪا اڳڀرائي ڪئي آهي.

باصلاحيت ميمبرن جي ٽيم جي هڪ حقيقي اهميت اها آهي ته هر ميمبر پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي سلسلي ۾ پڄاڻي لائق آهي ته هن پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪهڙيون ڪوششون ڪيون ۽ نتيجو ڇا نڪتو؟

جڏهن گهربل مقصد جي سلسلي ۾ ڪا آخري تاريخ مقرر ڪجي ٿي ته پوءِ هو وڏيڪ سني ۽ تعميري نموني مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ تڪڙا اُپاءَ وٺن ٿا ۽ ان سلسلي ۾ پاڻ کي پڄاڻي لائق سمجهن ٿا. سچي ڳالهه ۽ حقيقت اها آهي ته جڏهن توهان کي خبر پوي ٿي ته توهان کان هر حالت ۾ پنهنجي ذميداريءَ بابت پڇاڻو ٿيندو ته پوءِ توهان آخري تاريخ جي لمحي تائين مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪوششون جوڙي رکو ٿا.

## پڄاڻي ۽ حصيداري

ذهين ماڻهن تي مشتمل ٽيم بدران توهان هڪ پنهنجو پڄاڻو پاڻ ۾ حصيداري ذريعي به شرڪت ڪري سگهو ٿا. اهو هيئين ته توهان به يا ٽي ڄڻا پاڻ ۾ گڏجي ڪنهن به مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ هڪ ٻئي تي ڪم ۽ ذميداري رکو ٿا، پوءِ هڪ مقرر وقت ۾ ملاقات ڪري يا ٽيليفون تي رابطو ڪري هڪ ٻئي کان پڇو ٿا ته توهان پنهنجي ڪم ۽ ذميداري جي سلسلي ۾ ڇا ڪيو؟ ۽ ايئن توهان سڀ ان ڳالهه جو جائزو وٺندا رهندؤ ته توهان جو ڪم ڪٿي پهتو ۽ توهان مان ڪنهن پنهنجي ڏنل ذميداري سني نموني پوري ڪئي ۽ جنهن نه ڪئي ته ڇو نه ڪئي؟

توهان اهو به طئي ڪري سگهو ٿا ته توهان اهي ٻه يا ٽي ڄڻا هر هفتي يا 15هين ڏينهن پاڻ ۾ ملي، ان ڳالهه تي غور ڪريو ته توهان پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪيتري ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. جڏهن توهان کي اها خبر هوندي ته توهان کي پنهنجي مٿان ذميداريءَ بابت

پنهنجي ڪارڪردگيءَ کان ٻئي کي واقف ڪرڻو پوندو ته توهان وڏيڪ جوش ۽ ولولي سان ڪم ڪندؤ ته جيئن ٻئي تي اهو تاثر ويهي ته توهان ذميداري سان ڪم ڪرڻ چاهڻو ٿا.

جيڪڏهن توهان خودمختيار آهيو ۽ گهر ۾ ويهي پنهنجو ڪم پورو ڪريو ٿا ته اها به هڪ خاص ۽ بهتر ڳالهه آهي, جو توهان ڏيان سان اهو ڪم ڪري سگهو ٿا, پوءِ جڏهن توهان اهو محسوس ڪريو ٿا ته توهان جو ٻيو جوڙيوال توهان جي پچاڻي لاءِ تيار هوندو ته توهان به پنهنجي گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ تڪڙي اڳيرائي ڪندؤ.

توهان پنهنجي ساٿي ۽ جوڙيوال کي چئي سگهو ٿا ته اهو توهان کي نون نون نظرين, معلومات, خيالن, رابطن جي ذريعي ۾ موقعن کان واقف ڪندو رهي. توهان پنهنجي ساٿيءَ کي پنهنجن نون نظرين ۽ خيالن کان واقف ڪري سگهو ٿا ۽ ان سلسلي ۾ ڪانئس ڪا چاڻ يا راءِ به وٺي سگهو ٿا. مثال: توهان کي ڪنهن اهڙي شخص سان ملائي, جيڪو توهان جا مسئلا حل ڪري وٺي يا وري توهان کي نيٽ تي يا خط ذريعي به واقف ڪري سگهي.

هڪ پچاڻو ڪندڙ ساٿي يا جوڙيوال توهان ۾ ان وقت جوش جذبو ولولو ۽ گرم جوش پيدا ڪرڻ جي سلسلي ۾ توهان جو مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو جڏهن توهان وسيلن جي کوٽ يا ڪنهن ڳالهه ڪري مايوس ٿي ٿا وڃو.

پنهنجي پاڻ پچاڻي واري عمل جي ڪاميابيءَ جو راز اهو آهي ته توهان هڪ اهڙي ساٿي يا جوڙيوال جي چونڊ ڪريو جيڪو پاڻ به ڦڙتيلو هجي ۽ توهان جي منزل تي پهچڻ لاءِ توهان ۾ جذبو ۽ گرم جوشي پيدا ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي ۽ توهان جي مقصد ۽ منزل تي پهچڻ جي سلسلي ۾ پڪي ارادي سان توهان جي مدد ۽ توهان سان سهڪار ڪري.





## حصو چوٿون

# مضبوط ناتا جوڙيو

گڏيل لاڳاپن بابت بين استين چيو هو ته:

”گڏيل ذاتي ناتا هڪ اهڙي زرخيز زمين جي حيثيت رکن ٿا, جنهن سان حقيقي زندگيءَ بابت هر قسم جي ترقي, ڪاميابي ۽ فتح حاصل ڪري سگهجي ٿي.“

**26**

# ٻڌڻ سان ٻڌو، سٺو ڳالهايو

ڪلف ڊرفي گهٽ ڳالهو ماڻهن بابت پلوڙ لفظ چيا ته:

”ڳالهه ٻولهه ڪڏهن ڪڏهن ٽيبل ٽينس راند وانگر هوندي آهي، جنهن ۾ ماڻهو اڪثر نمبر وڌائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هوندا آهن، پر جيڪڏهن ٻئي شخص جي ڳالهه ٻڌڻ لاءِ ٿورو ڌيان ڏنو وڃي ۽ سندس احساسن جو احترام ڪيو وڃي ته پوءِ ڳالهه ٻولهه ۾ حصو وٺندڙ ٻئي ڌريون ان ٽيم ۾ شرڪت ڪندڙ سچا ميمبر ۽ حصو وٺندڙ بڻجيو وڃن.“

بدقسمتيءَ جي ڳالهه اها آهي ته ڪيترن ڪاروباري، تعليمي ۽ ٻين ادارن ۾ ڪنهن به شخص کي نه ئي سندس احساس ظاهر ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي ٿو نه ئي ڪو ٻيو شخص سامهون واري جا احساس ٻڌڻ لاءِ تيار آهي. اهڙي صورتحال پيدا ٿي وڃي ٿي جو ڪنهن به شخص ۾ اصل ڳالهه تي ڌيان ڏيڻ جي صلاحيت ئي ختم ٿيو ٿي وڃي. ان صورتحال ۾ تمام گهٽي جذبات خاموشي ڇائنجي ٿي وڃي. اها صورتحال ايئن ئي آهي، جڻ پاڻيءَ سان ڀريل گلاس ۾ اچا وڌيڪ پاڻي وڌو وڃي. اهو ته ڪو مسئلي جو حل نه آهي، اسان کي گهرجي ته پهرين ان ڀريل گلاس کي خالي ڪريو ۽ پوءِ ئي ان ۾ نئون پاڻي ڀريون. جذبن ۽ احساسن جي به اهڙي ئي صورتحال آهي. ماڻهو ٻين جون ڳالهيون اوستائين نه ٿا ٻڌن، جيستائين سندن ڳالهه ته ٻڌي وڃي يا ٻڌڻ جي خاطري نه ڏني وڃي. سڀ کان اڳ ته ان شيءِ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريو جيڪا توهان جي سيني تي بار بڻيل آهي.

جيتوڻيڪ توهان اهڙا شخص آهيو جيڪي بس هاڻي ئي آفيس مان گهر

موٽي آيا آهيو يا وري اهي ماءُ/ پيءُ آهيو جيڪي توهان جي ٻار جي ڪمزور تعليمي ڪارڪردگيءَ جي رپورٽ ڏسي رهيا آهن. شيون وڪڻڻ وارن انهن ماڻهن مان آهيو جيڪي ڪار وڪڻڻ جي ڪوشش ۾ آهن. ڪنهن واپاري اداري جا سربراهه آهيو جيڪو ڪن واپاري ادارن کي هڪ ٻئي ۾ ضم ڪرڻ تي ويچاري رهيو آهي. توهان چا به آهيو پر توهان کي گهرجي ته جڏهن ڏسو ته ڪو بيو توهان سان ڳالهائڻ چاهي ٿو ته اڳ ۾ ان کي ڳالهائي پنهنجي دل جو بار لاهڻ جو موقعو ڏيو. ان طريقي سان توهان ٻنهي جي وچ ۾ هڪ اهڙو وقفو پيدا ٿئي ٿو جنهن ۾ توهان هڪ ٻئي جي ڳالهه ٻڌيءَ سمجهي وٺو ٿا.

## سٺي ڳالهه ڪهڙي؟

ڪا سٺي ڳالهه ٻولهه هڪ اهڙو عمل آهي، جنهن ۾ انهن نقطن جي سختيءَ سان پابندي ڪئي ويندي آهي ته جيئن ڪنهن جي مزمت، جانبدارائي ڳالهه ٻولهه، مشورن، راين کي ٻئي ڪنهن جي مداخلت کان سواءِ سٺي نموني ڏيان سان ٻڌو وڃي. اهو هڪ اهڙوءِ اثرائتو طريقو آهي، جنهن سان اظهار نه ڪيل جذبن کي ظاهر ڪيو وڃي ٿو جيڪڏهن اهي ڳالهيون ظاهر نه ٿين ته ٻن ماڻهن وچ ۾ ڪاروباري معاملا طئي ڪرڻ ۾ ڏکيائي پيش ٿي اچي. اهو طريقو گهر ۾، ڪاروباري طور تي، ڪلاس ۾ روم ۾، راندين ۽ مذهبي معاملن ۾ به سٺي نموني استعمال ڪيو وڃي ٿو ته جيئن ڌرين وچ ۾ اعليٰ درجي جي مطابقت ۽ بي تڪلفي پيدا ٿي وڃي.

## ڌيان سان ڪيئن ٻڌجي

هيٺ ڄاڻايل موقعن تي توجهه سان ٻين جي ڳالهه ٻڌڻ جا سٺا نتيجا نظر اچن ٿا:

1. ساٿي عملي سان ملاقات کان اڳ يا پوءِ.
2. هڪ اهڙي ڪاروباري ملاقات جي شروع ۾ جتي به نوان شخص پهريون ڀيرو آمهون سامهون ٿين ٿا.
3. ڪنهن سخت جذباتي واقعي ادارن جي پاڻ ۾ ضم ٿيڻ جي موقعي تي موت يا ڪنهن غير امڪاني نقصان کان پوءِ.
4. ٻن ماڻهن يا ادارن ۾ اختلافن جي موقعي تي.
5. گهر، آفيس ۾ باقائدگيءَ سان، ته جيئن ڌرين وچ ۾ گهري ويجهڙائپ ۽





هر خيالي پيدا ٿي سگهي.

## سٺي ڳالهه ڪٿي ٻڌي وڃي ٿي

ڪا به سٺي ڳالهه ٻن يا وڌيڪ ماڻهن جي ڪنهن ٽيم ۾ ويهي ٻڌي وڃي. جيڪڏهن ڪنهن جماعت ۾ ڏهه يا ان کان وڌيڪ ماڻهو شامل هجن ته انهن کي پاڻ ۾ ورهائي تعداد گهٽايو وڃي، ڇاڪاڻ ته وڌيڪ ماڻهن جي ميڙ ۾ ٽيل ڳالهه ٻولهه کي ڌيان سان ٻڌڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي، جنهن سان ان قسم جي ڳالهه ٻولهه جو مقصد ئي فوت ٿي وڃي ٿو.

جڏهن توهان پهريون ڀيرو سٺيون ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ ملاقات جو اهتمام ڪريو ته توهان شروع ۾ ان ڳالهه جي وضاحت ڪري ڇڏيو ته توهان اهڙي ڳالهه ٻولهه جو سلسلو ان ڪري شروع ڪيو آهي ته جيئن ماڻهو هڪ ٻئي جون سٺيون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌي عمل ڪن. ٻين جي ڳالهه ڌيان سان ٻڌڻ ذريعي هڪ اهڙو سٺو ماحول ٺهيو وڃي، جنهن جي ذريعي ماڻهو پوري اعتماد سان تعميري توڙي غير تعميري ڳالهيون ڪلئي دل سان ڪن ٿا، جن کي جيڪڏهن هونئن ظاهر نه ڪجي ها ته ڪيترائي ڪارائتا ڪم ٿيڻ ۾ ڏکيائي اچي ها ۽ اها به خبر نه پوي ها ته فلاڻي جي ڳالهه جي باري ۾ فلاڻي ماڻهوءَ جا خيال يا راءِ ڪهڙي آهي. تخليقي ڪم ۾ رڪاوٽ اچي ٿي ۽ فطري ڳالهه ٻولهه جو عنصر گهٽجي وڃي ٿو تنهن ڪري اهي سڀ ڳالهيون ڪنهن به منصوبي جي ڪاميابي لاءِ تمام ضروري ليکيون وينديون آهن.

## سٺي ڳالهه ٻڌڻ جا اصول

سٺيءَ ڳالهه ٻولهه ٻڌڻ واري موقعي تي اتي موجود سمورن ماڻهن کي چئو ته اهي هڪ گول ميز جي ٻنهي پاسي آمهون سامهون ويهي رهن. تنهن کان پوءِ اتي موجود ماڻهن کي اهي اصول ٻڌايا وڃن، جن تي سڀني اتفاق ڪيو آهي، جنهن ۾ هيٺيون ڳالهيون شامل آهن:

1. ڪنهن به ٻئي شخص جي ڳالهه ڌيان سان ٻڌو.
2. ان جي ڳالهه تي تنقيد نه ڪريو ۽ راءِ به نه ڏيو.
3. پنهنجي واري کان پوءِ ٻي شخص کي ڳالهائڻ جو موقعو ڏيو.
4. توهان صرف پنهنجن احساسن بابت ڳالهايو.
5. ٽيل ڳالهه ٻولهه مان حاصل ڪيل معلومات کي ڳجهو رکو.

6. جيستائين ڳالهه مڪمل نه ٿئي، محفل منجهان اٿي هليا نه وڃو.
7. جيڪڏهن توهان وٽ وڌيڪ وقت آهي ته پوءِ اها سٺي ڳالهه پوله ان وقت ختم ٿئي ٿي، جڏهن اتي موجود سڀ ماڻهو ڳالهائي ٿا وٺن.

سڀني ماڻهن کي چئو ته اهي انهن رهنما اصولن تي راضي ٿي وڃن. جيڪي ان ڳالهه جي پڪ ڪرڻ لاءِ ضروري آهن ته ڳالهين ۾ ڪو ڏقيڙ پيدا نه ٿئي ۽ ان ملاقات جي اهميت ختم ٿي نه وڃي. جيئن ته پنهنجي واريءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي ڳالهائڻ جي اجازت نه هوندي ته پوءِ وڌيڪ بهتر ٿئي، جو ڳالهيون ختم ٿيڻ کان اڳ ذرين کي انهن معاملن بابت ياد ڏياريو وڃي، جن تي سڀئي راضي ٿي چڪا آهن ته جيئن سڀني کي ڏيان سان ٻڌي سگهجي. توهان صرف ان ڳالهه تي نظر رکو ته ڪو ميمبر انهن اصولن جي ڀڃڪڙي نه ڪري.

جڏهن ڪو شخص تقرير ڪرڻ لاءِ اٿي ته توهان ان تقرير ڪندڙ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ سندس هٿ ۾ نشانيءَ طور ڪا شيءِ ڏيئي ڇڏيو ته جيئن ٻين کي خبر پوي ته تقرير ڪير پيو ڪري ۽ پوءِ جڏهن اهو پنهنجي ڳالهه مڪمل ڪري ته اها شيءِ وري ٻئي تقرير ڪندڙ حوالي ڪريو.

## امڪاني نتيجا

سٺين ڳالهين مان هي نتيجا ماڻي سگهجن ٿا.

1. ٻين جي ڳالهه کي ڌيان سان ٻڌڻ.
2. پنهنجن احساسن جو تعميري اظهار.
3. مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ بهترين صلاحُن.
4. پراڻن مسئلن کي نظرانداز ڪرڻ جي بهترين صلاحيت
5. هڪ ٻئي سان هم خيالي ۽ عزم توڙي احترام جو اظهار.
6. هڪ ٻئي سان تعلق، اتحاد ۽ وابستگيءَ جو وڌ ۾ وڌ اظهار.

## سٺي گفتگو ڪاروبار کي بچائي ٿي

جيمز جو ننڍي پئماني تي هڪ خانداني ڪاروبار هو. جيڪو ڪيترن سالن کان سندن ڪٽنب جو سهارو هو. سندس زال ۽ ٻه ٻار جن جون شاديون ٿي چڪيون هيون ۽ انهن کي ٻار به ٿي چڪا هئا، اهي ان ڪاروباري اداري ۾ ملازم طور ڪم ڪري رهيا هئا. جيمز کي اميد هئي ته جڏهن هو ان ڪاروبار مان رٽائر ٿيندو ته به سندن اهو خانداني ڪاروبار





محفوظ رهندو ۽ هر ڪو گهرياتي ان مان روزي حاصل ڪندو رهندو.

ظاهر ۾ ته اهو سڀ ڪجهه ڏاڍو سٺو پيو نظر ايندو هو پر جيمز جي ٻنهي پٽن وچ ۾ ويڇا وڌندا پئي ويا ۽ شاديءَ کان پوءِ جڏهن ٻنهي جي زالن به ڪاروبار ۾ هٿ وندائڻ شروع ڪيو ته اهي رنجشون اجا وڌي وڃڻ تي ويون. پر پوءِ جڏهن هڪ ڏينهن ٻئي پائر هٿين پئجي ويا ته پوءِ جيمز سوچيو ته هاڻي وقت اچي ويو آهي ته ٻنهي سان ڳالهائي مسئلي جو ڪو قابل قبول حل ڪڍجي ته جيئن معاملي کي صحيح رخ تي آندو وڃي. هن سٺيون ڳالهيون ڪرڻ جو فارمولو استعمال ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

هفتيوار ڪاڏي ڪائڻ کان پوءِ جڏهن سڀ گهرياتي گول ميز جي چوگرد وينا هئا ته بلڪل خاموش هئا. ڪين خبر ئي نه هئي ته هاڻي ڇا ٿيڻ وارو آهي. جيمز اڳواٽ ئي سڀني کان واعدو ورتو هو ته اهي انهن اٺن اصولن جي ڀڃڪڙي نه ڪندا، جن جو ذڪر اسين اڳ ۾ ئي ڪري آيا آهيون. تنهن کان پوءِ هر پاتيءَ کي ڳالهائڻ وقت هڪ رانديڪي جي شڪل جهڙي 'دل' ڏني ويئي. پهرين مرحلي ۾ ته سڀني پنهنجي واري تي ڳالهائڻ وقت دل وارو اهو رانديڪو ٻئي جي حوالي پئي ڪيو پر ٻئي مرحلي ۾ هر ڪنهن ڇڻ غير ارادتن ناراضگيءَ طور اهو ٻئي کي اڇلائي ٿي ڏنو پر ڪير به انهن اصولن جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جو الزام پاڻ تي آڻڻ لاءِ تيار نه هو.

هر ڪو پاڻ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ۽ ٻئي کي ڌيان سان ٻڌڻ لاءِ تيار ئي نه هو. پر جڏهن رانديڪي جهڙي دل سڀني جي هٿن ۾ آئي ته پوءِ مجبورن سڀني کي ٻئي جي ڳالهه ٻڌڻي ٿي پيئي ۽ هڪ ٻئي خلاف جارحاڻي رويي ۽ مخالفت ۾ گهٽتائي اچڻ لڳي.

هر ڪو پنهنجي ڳالهه ڪلئي دل سان ٻڌائيندو ويو ته ڇڻ سندن دل تان بار هلڪو ٿيندو پئي ويو ۽ انهن ۾ هڪ ٻئي جي مخالفت وڌڻ لڳي ۽ هڪ ٻئي خلاف شڪايتن جو بنيادي سبب به سڀني جي سامهون اچي ويو ۽ پوءِ هڪ وقت اهو اچي ويو ته سڀئي هڪ ٻئي سان ميٺ محبت سان کلي مرڪي ڳالهائڻ لڳا ۽ ايئن ماحول وڌيڪ خوشگوار ٿيندو ويو. پوءِ جيمز ڪين ٻڌايو ته سندن پاڻ ۾ جهيڙن ۽ اختلافن سبب ڪاروبار تي کهڙو خراب اثر پئجي سگهي ٿو. اوهان ڏٺو! سٺين ڳالهين هڪ خاندان ۽ ڪاروبار کي ڪيئن تباهه ٿيڻ کان بچائي ورتو.

## 27

# سچي ڳالهه چئو

مارڪ ٽوئين جو قول آهي ته:

”جڏهن توهان ڪنهن بابت شڪ ڪرڻ لڳو ته سچي ڳالهه چئي ڇڏيندا ڪريو.“

اسان مان ڪيترائي ماڻهو سچ نه ٿا ڳالهائين. ڇاڪاڻ ته اهو عمل اسان کي تڪليف پهچائي ٿو. اسين سچ ڳالهائڻ سبب ان جي نتيجن کان ڊڄون ٿا ته ڪٿي ٻين ماڻهن کي ان سان تڪليف نه پهچي، سندن جذبن ۽ احساسن کي ڌڪ نه لڳي، يا وري اهي ڪاوڙ يا ناراضگي ظاهر نه ڪن پوءِ جڏهن اسين سچ نه ٿا ڳالهايون ته ٻيا به اسان سان سچ نه ٿا ڳالهائين. تنهن ڪري اسان پنهنجي زندگيءَ جي معاملن کي صحيح نموني نبيري نه ٿا سگهون.

توهان سيني اها چوڻي ته ٻڌي هوندي ته، ”سچ سمورن فڪرن کان آجو ڪري ٿو ڇڏي“ يا ”سچ ته بيٺو نچ“ سچ ڳالهائڻ کان پوءِ اسين ڪنهن به معاملي کي بي فڪر ٿي نبيري سگهون ٿا.

سچ ڳالهائڻ سبب اسان ۾ هڪ اڻ ڏٺل طاقت اچي ٿي وڃي. ان ئي طاقت سبب اسان سچ جو دامن، پڪڙي اڳتي وڌندي ڪو به سنئو ۽ اثرائتو قدم کڻي سگهون ٿا.

### سچ جو اثر

هڪ طريقو آزمايو ويندو آهي، جنهن کي ’راز‘ جو نالو ڏنو ويو آهي. مختلف ماڻهو هڪ ميز جي چوگرد ويهن ٿا ۽ ڪين چيو ويندو آهي ته اهي پنهنجي زندگيءَ جا ’راز‘ ٻڌائين. يعني، اتي اهي ڳالهيون ڪريون ته ٿي سگهي ٿو ته ٻيا ماڻهو ان کي پسند نه ڪن ۽ اسان کان نفرت ڪرڻ شروع





ڪري ڇڏين. انهن ماڻهن کي چيو ويندو آهي ته اهي اتي ٻيهي پنهنجا راز ظاهر ڪن ۽ پوءِ آخر ۾ پنهنجي جاءِ تي ويهي رهن.

ويندلن ۾ ڪا به اڳواٽ ڳالهه ٻولهه نه ٿي ٿئي. نه ئي ڪين اڳ ۾ ڪنهن جي باري ۾ ڪجهه معلوم هوندو آهي. جڏهن هر ڪو پنهنجو راز ٻڌائيندو ويندو آهي ته ٻيا خاموشيءَ سان اهو سڀ ڪجهه ٻڌندا رهندا آهن. ايئن هڪ ٻئي کي ڏسي ۽ اعتماد ڪري هر ڪو پنهنجا اصل راز ظاهر ڪرڻ لڳندو آهي. جيڪي ٻين حالتن ۾ هوند هو ڪٿي به ظاهر نه ڪن ها. مثال طور: ”مون انٽين ڪلاس جي امتحان ۾ نقل ڪري امتحان پاس ڪيو.“ تنهن کان پوءِ جڏهن هو ڏسندا ويندا آهن ته سندن راز ظاهر ڪرڻ تي ويندلن مان ڪو به نه ٿو کلي، نه ٺٺولي ٿو ڪري ۽ نه ئي ڪنهن کي تڪليف پهچي رهي آهي ته هو پاڻ به ان کان وڌيڪ اهم راز ظاهر ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندا آهن.

پوءِ جڏهن انهن ماڻهن جون دليون انهن رازن کان خالي ٿي وينديون آهن ته اهي هڪ ٻئي ڏانهن ميٺ محبت سان ڏسندا رهندا آهن ۽ پوءِ ٿوري دير رکي اهي پاڻ ۾ کل ڀوڳ ڪندا آهن. اهي هڪ ٻئي لاءِ پيار محبت محسوس ڪندا ويندا آهن ۽ ڪين محسوس ٿيندو آهي ته جيڪي راز اهي سينن ۾ ڪافي عرصي کان لڪايو ويٺا هئا، اهي اهڙا به نه هئا، جو ٻين کي يا توهان کي پاڻ کي انهن مان ڪو نقصان ٿئي ها.

سڀ کان اهم ڳالهه اها آهي ته انهن ماڻهن طرفان پنهنجا راز ظاهر ڪرڻ کان پوءِ انهن ۾ موجود ڪيترين بيمارين به آهستي آهستي پاڻ مرادو ختم ٿي ٿيون وڃن. سندن مٿي جو سور لهيو وڃي، پيٽ ۾ پونڊڙ وڪڙ ختم ٿي ٿا وڃن. سندن زندگيءَ تي ڇانيل ذهني دٻاءُ ۽ ڇڪتاڻ واري صورتحال به ختم ٿيو وڃي. انهن ۾ زندگيءَ جي هڪ ٽين لهر ڊوڙڻ لڳندي آهي. اهي پاڻ کي هلڪو ڦلڪو محسوس ڪرڻ لڳندا آهن ۽ سندن خوش مزاجي واپس اچي ويندي آهي.

ان مثال مان ظاهر ٿيو ته سچ ڳالهائڻ لاءِ پهريون پيرو گهڻيءَ توانائيءَ جي ضرورت پوي ٿي، پر پوءِ جڏهن سچ جي اها طاقت اظهار جي عمل مان گذري ٿي ته پوءِ اسين زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ بنا خوف خطري جي اڳتي وڌي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ڏانهن ڏيان ڏيڻ لڳون ٿا.

## ٻين کي ٻڌائڻ جي چاهت

پنهنجي زندگيءَ جي معمول ۾ ٽي اهڙيون ڳالهيون آهن، جيڪي اسين ٻين کي ٻڌائڻ چاهيون ٿا پهرين ڪاوڙ ۽ ڏک آهي، جنهن کي اسين ٻين اڳيان ظاهر ڪرڻ چاهيون ٿا.

ٻي ڳالهه اسان جون اهي لڪل خواهشون ۽ ضرورتون آهن، جيڪي پوريون نه ٿيڻ تي اسان کي ڏک ٿئي ٿو، جنهن جي ردعمل ۾ اچي اسين ناراض به ٿيون ٿا.

ٽين ڳالهه جيڪا اجا به اهم آهي، اسان جون ڪاميابيون ۽ سٺيون ڳالهيون آهن، جن بابت اسين ٻين جي وات مان ساراهه جا لفظ ٻڌڻ چاهيون ٿا. پنهنجي ساراهه تي اسان جو اندر ٺري ٿو پوي، اسين خوشي ۽ سڪون محسوس ڪرڻ لڳون ٿا.

عام طور تي ڪاوڙ ۽ ڏک اسان جي اڻ پورين خواهشن جي پوري نه ٿيڻ جو عڪس ۽ ردعمل هوندو آهي. توهان کي ڪنهن ٻئي تي ڪاوڙ اچي ته پوءِ سڀ کان اڳ پنهنجو پاڻ کان پڇو ته: ”آءُ ان مان ڪهڙي ڳالهه چاهيان ٿو جيڪا مون کي نه ٿي ملي؟“

اسان مان هر شخص جي هڪ اهم پر مشڪل عادت ۽ رويو اهو آهي ته ڪيترائي ماڻهو سچ لڪائڻ بدران منهن تي چٽي ڏيندا آهن، پر اڪثر ايئن به ٿيندو آهي ته اسان مان ڪيترا ماڻهو ٻين جي جذبن ۽ احساسن جو ايترو خيال رکندا آهن، جو سچ ڳالهائي انهن جي جذبن ۽ احساسن کي تڪليف پهچائڻ نه چاهيندا آهن ۽ ايئن اسين سچ کي لڪائي پنهنجي روح کي ئي زخمي ڪندا رهندا آهيون.

### سچ جو ميوو مٺو

هڪ ڪاروباري اداري هڪ منصوبي واسطي اسان جون صلاحڪاري خدمتون حاصل ڪرڻ جي درخواست ڪئي ۽ اسان کين هڪ قابل عمل منصوبو ٺاهي ڏيئي ڇڏيو. جڏهن اسان پاڻ ان منصوبي تي ٻيهر غور ڪيو ته اسان کي لڳو ته، شايد اسان جي ڏنل منصوبي سبب اهو ادارو گهربل نتيجا حاصل ڪري نه سگهي، تنهن ڪري اسان کين سڀ ڪجهه سچ ٻڌائڻ جو فيصلو ڪيو.





اسان کي ڊپ هو ته متان ادارو اهو سمجهي ته اسان سنڌن درخواست تي دل سان ۽ ايمانداريءَ سان ڪم نه ڪيو. تڏهن ته ان مان نقص نڪتو. پوءِ اهي اسان تي چوهه چنبيندا ۽ اهو ڪم ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪري ڇڏيندا، اسان کي ڪافي مالي نقصان به ٿئي ها، پر اسان سڀني ڳالهين کي سامهون رکڻ کان پوءِ به اداري جي سربراهه کي سڀ ڪجهه سچ ٻڌائڻ جو فيصلو ڪيو.

پر جڏهن اسان کين سچ ٻڌايو ته منتظمن جو رويو بلڪل مختلف ۽ حيرت ۾ وجهندڙ هو. انهن اسان جون ڳالهيون ۽ خيال ٻڌڻ کان پوءِ به اسان جون خدمتون حاصل ڪرڻ جو ئي فيصلو برقرار رکيو. چو ته سنڌن خيال ۾ اسان هيڏو رسڪ کڻي کين جيڪو سچ ٻڌايو، اها وڏي ڳالهه آهي. اسان جو موقف ٻڌڻ کان پوءِ هو اسان جي ڳالهين سان سهمت ٿيا ۽ هنن محسوس ڪيو ته اسان جي اداري ساڻن نهايت ايمانداريءَ وارو تعلق جوڙيو آهي.

تنهن کان پوءِ اسان جو اهو تبديل ٿيل منصوبو ايترو ته ڪامياب ٿيو جو نه صرف ان اداري اسان کي طئي ٿيل رقم کان وڌيڪ انعام طور ڏني، پر ٻين واسطيدار ادارن کي به اسان جون خدمتون حاصل ڪرڻ جي سفارش ڪيائون.

### هر ويل سچ چئو

ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو طريقو ۽ عادت اها آهي ته جيترو جلد ٿي سگهي، توهان سچ ڳالهائڻ سکي وٺو. اصل ۾ جيترو جلد توهان پاڻ کان پڇو ٿا ته، ”آءُ حيران آهيان ته سچ ڳالهائڻ لاءِ سٺو وقت ڪهڙو آهي؟“ ته پوءِ اهو ئي بهتر وقت آهي ته توهان ان وقت کان ئي سچ ڳالهائڻ شروع ڪري ڇڏيو.

ڇا سچ ڳالهائڻ سان توهان کي تڪليف پهچندي؟ ها ٿي سگهي ٿو ته توهان کي تڪليف پهچي. ڇا سچ ڳالهائڻ سان تمام گهڻو ردعمل سامهون اچي سگهي ٿو؟ جي ها، ايئن به ٿي سگهي ٿو پر ڇا به ٿي پوي هاڻي وقت اچي ويو آهي ته توهان جيترو جلد ٿي سگهي، سچ ڳالهائڻ شروع ڪري ڏيو. وڌيڪ جلد ۽ وڌيڪ تيزيءَ سان سچ ڳالهائڻ جي عادت اختيار ڪريو.

پوءِ توهان اهو ڪجهه حاصل ڪري وٺندؤ جيڪو توهان چاهيو ٿا. ماڻهن کي پتو پئجي ويندو ته توهان ڪٿي بيٺا آهيو ۽ توهان جي صلاحيتن جو اندازو توهان جي ذهني رويي سان ڪيو ويندو.

## احساسن کي ڇيهو نه رسائجي

ماڻهو سچ ڳالهائڻ کان نٽائڻ لاءِ اڪثر اهو بهانو ڪندا آهن ته آءٌ فلاڻي جي احساسن کي ڇيهو رسائڻ نه ٿو چاهيان. اهو بلڪل ڪوڙ آهي. جيڪڏهن توهان به ڪڏهن اهڙي خيال ۾ ونجي وڃو ته ياد رکو توهان اصل ۾ پاڻ کي پنهنجن احساسن کان بچائڻ جي ڪوشش ڪندا آهيو. اهو نهايت بزدلاڻو رويو آهي، ايئن ڪري توهان ڪڏهن به ڪامياب ٿي نه ٿا سگهو.

جيڪڏهن سچ کي لڪايو وڃي ته هميشه نقصان ئي ٿيندو آهي. توهان ان کي جيترو لڪائيندو اوترو ئي توهان کي پاڻ ۾ ٻين کي وڌيڪ نقصان ٿيندو.

## اهو ٻڌڻ نه ٿا چاهيو، پر...

مشهور انڊسٽريل سيمول گولڊين هڪ ڀيرو چيو هو ته "آءٌ نه ٿو چاهيان ته منهنجا سمورا ملازم منهنجي ها ۾ ها ملائين. آءٌ چاهيان ٿو ته اهي سڀ ماڻهو منهنجي اڳيان سچ ڳالهائين ۽ اهو سوچين ته منهنجي اجائي چاپلوسيءَ بدران سچ ڳالهائي ڀلي نوڪري وڃائين."

ميريلين ٽمر ملزنالي ڪاروباري اداري ۾ ڪم ڪري رهي هئي. سندس هڪ دوست کيس ٻڌايو ته نائيڪي (Nike) نالي هڪ ڪاروباري ادارو پرڏيهي ملڪن ۾ پنهنجي اداري جون شاخون کولڻ چاهي ٿو.

ميريلن لاءِ نائيڪي ۾ ملازمت هڪ شاندار موقعي جي حيثيت رکندي هئي، تنهن ڪري هن انهن جي ڪاروبار بابت پڇا ڳاڇا شروع ڪئي ته جيئن نائيڪي جي سربراهه فل نائيٽ سان ملاقات وقت کيس ٻڌائي سگهي ته ڪهڙي نموني سندس ڪاروبار کي ترقي ڏئي سگهجي ٿي.

جڏهن ميريلن پڇا ڳاڇا ڪئي ته کيس ٻه ڳالهيون معلوم ٿيون. پهرين اها ته ان ڪاروباري اداري جون شيون ته سٺيون هيون، پر انهن جو معيار مستقل طور تي سٺو نه هو. صرف نائيڪي جي شهرت ۽ وڏي نالي سبب ماڻهو اهي شيون خريد ڪندا هئا.

ميريلن لاءِ وڏو ڏپ اهو هو ته 'نائيڪي' سان ڪم ڪرڻ ڪري سندس پيشه وراڻي راءِ سبب اداري جا ڪيترا ٻيا عملدار ساڻس اختلاف ڪري سگهيا ٿي. کيس اهو به ڏپ هو ته جيڪڏهن هوءَ نائيڪي جي سربراهه کي





ٻڌائيندي ته سندن اداري جون تيار ڪيل شيون سٺيون ۽ معياري نه آهن ۽ ماڻهو رڳو سندن نيڪ ناميءَ سبب اهي شيون خريد ڪن ٿا ته ٿي سگهي ٿو ته پاڻ تي تنقيد ٻڌي هو ڪاوڙجي پوي.

پوءِ جڏهن پهريون ڀيرو هوءَ اداري جي سربراهه فل نائيٽ سان ملي ته اداري جي نئين شاخ کولڻ جي سلسلي ۾ سندن وچ ۾ ٿيل ڳالهه ٻولهه ڪافي شاندار ۽ همٿائڻ جوڳي هئي، پر جيئن جيئن ڳالهيون اڳتي وڌنديون ويون ته ميريلين ڪافي بيچين ٿي وئي ۽ کيس محسوس ٿيڻ لڳو ته هاڻي وقت اچي ويو آهي شين جي غيرمعياري هجڻ بابت فل نائيٽ کي واقف ڪرڻ ئي کپي. کيس سچ ٻڌائڻو پوندو. هوءَ ڪافي دير اُڻ تڻ ۾ رهي ته فل نائيٽ کي اها ڳالهه ٻڌائي يا نه. پر ٻن ڪلاڪن کان پوءِ آخرڪار هن پاڻ ۾ همٿ پيدا ڪئي ۽ فل نائيٽ کي ٻڌائي ٻڌايائين ته جيڪڏهن هن پنهنجي شين جو معيار نه سڌاريو ته اها نئين شاخ ڪامياب ٿي نه سگهندي.

ميريلين اها ڳالهه ڪري ته سندن اها ملاقات وقت کان اڳ ئي ختم ٿي وئي. هوءَ اهو سوچيندي ٻاهر نڪتي ته هن ته صحيح ڳالهه ڪئي هئي، پر جيڪڏهن مالڪ کي اها ڳالهه نه ٿي وڻي ته ان ۾ سندس ڪهڙو ڏوهه هاڻي ته شايد کيس نوڪري به نه ملي، پر پوءِ هوءَ پرسڪون ٿي وئي. هن سوچيو ته جيڪو ڪجهه ٿيو چڱو ٿيو پوءِ جي خرابيءَ کان بهتر آهي ته هينئر ئي ڳالهه صاف ٿي وئي. هن ته سچ ٻڌائي ڇڏيو هاڻي ڀلي ان جو ڪهڙو به نتيجو نڪري.

ٻن هفتن کان پوءِ فل نائيٽ ميريلين کي ڀيهر گهرايو. هن کيس چيو ته مون تنهن جي ڳالهه تي چڱي نموني غور ڪيو. سمورين ڳالهين کي پرکيو ۽ مون کي معلوم ٿيو آهي ته تون جيڪي ڪجهه ٻڌايو هو صورتحال ان مطابق ئي آهي. هن چيو ته جيڪڏهن هوءَ کيس سچ نه ٻڌائي ها ته سندس ها ۾ ها ملائيندڙن ملازمن جي چوڻ تي هو شين جي معيار کي بهتر ئي سمجهندو رهي ها ۽ ٻئي طرف اهي شيون واپرائيندڙ اندر ئي اندر شين جي خراب معيار سبب، اهي شيون وٺڻ کان پاسو ڪندا وڃن ٿا ۽ ايئن اداري جي ساک خراب ٿئي ها ۽ ڪاروبار کي جڙ اندر ئي اندر اڏوهي لڳي وڃي ها پوءِ ان اداري جي شين جو معيار بهتر ٿي ويو ۽ هن آمريڪا سميت سموريءَ دنيا ۾ تيزيءَ سان ڪاميابي حاصل ڪري ورتي.

## 28

# وسوسا مٽايو

جيپال گيتي چواڻي تہ:

”ٿي سگهي ٿو تہ ڪڙين حقيقتن جو ڪو بدل هجي، پر مون کي خبر ڪونهي تہ اهو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟“

هن دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو رڳو ان ڪري پنهنجو قيمتي وقت ۽ وسيلا ضايع ڪندا رهندا آهن تہ حيران هوندا آهن تہ ٻيا ماڻهو ڇا پيا سوچين يا اهي ڇا ٿا ڪرڻ چاهين؟ اهي ماڻهو انهن کان ڪجھ پڇي پنهنجو ذهن صاف ڪرڻ بدران پاڻ ئي انهن بابت خيال تصور قائم ڪري ٿا ڇڏين. انهن بابت هڪ فرضي رويو ۽ موقف اختيار ڪري ٿا وٺن ۽ اهو فرضي موقف انهن ماڻهن خلاف هوندو آهي، پوءِ پنهنجن انهن ئي فرضي خيالن ۽ موقف جي آڌار تي ٻين خلاف فيصلا ڪندا وتندا آهن.

ان جي ابتڙ ڪامياب ماڻهو ڪنهن ٻئي بابت فرضي رويو ۽ موقف اختيار ڪرڻ بدران حقيقت جي دنيا ۾ اهي فيصلا ڪندا آهن. اهي اهو نہ سوچيندا آهن تہ ٻيا ڇا پيا سوچين ۽ نہ ئي اهو ڏسندا آهن تہ ٻيا ڇا پيا ڪن، پر اهي ڇٽا ۽ ڪليل موقف اختيار ڪندا آهن. اهي پنهنجي ۽ ٻين جي ڳالهين مان ڊپ ڪرڻ جي شڪ شبهن بدران ڪلئي نموني ٻين کان پڇي، نتيجو ڪڍي ڪم ڪندا آهن.

## سچ کان ناواقفيت ۽ خراب خيال

ڪنهن بہ شيءِ بابت سوچڻ ۽ ان بابت ڪو رويو يا موقف اختيار ڪرڻ جي حوالي سان بنيادي مسئلو ۽ ڏکيائي ڪهڙي آهي؟

ڏکيائي اها آهي تہ عام طور ماڻهن کي ان ڳالھ مان ڊپ ٿيندو آهي،





جنهن بابت کين ڪجھ بہ معلوم نہ هوندو آهي، اهي حقيقت جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ بدران انهن حقيقتن بابت پاڻ ئي ڪي نہ ڪي تصور گهڙي وٺندا آهن، جن جو ڪو وجود ئي نہ هوندو آهي ۽ پوءِ انهن تصورن ۽ مفروضن جي بنياد تي هڪ طرفو ۽ تعصباڻو رويو اختيار ڪري وٺندا آهن ۽ پوءِ پنهنجو پاڻ تيار ڪيل انهن تصورن، مفروضن ۽ ٻين ماڻهن کان ٻڌل اجاين ڳالهين کي سامهون رکي فيصلا ڪندا آهن.

غور ڪريو جڏهن توهان ڪنهن صورتحال، ماڻهو مسئلي، ڏکيائيءَ يا موقعي بابت سمورين حقيقتن، بلڪ اصل حقيقتن بابت ڄاڻي ٿا وٺو تہ پوءِ توهان انهن اجاين فرضي ڳالهين ۽ تصورن بدران حقيقتن جي بنياد تي اصل صورتحال کي نظر ۾ رکي فيصلا ڪريو ٿا.

هڪ سيمينار جي موقعي تي مون ڏٺو تہ هڪ شخص ڪمري جي آخر ۾ ايئن ويٺو آهي، ڄڻ ڪيس زوريءَ آڻي ويهاريو ويو هجي. سندس رويو نهايت جارحاڻو هو سندس پنهنجا هٿ ڇاتي تي رکيل هئا ۽ ايئن ٿي لڳو تہ ڄڻ ڪيس هي شيءِ کان نفرت آهي. منهنجي تقرير مان تہ ڄڻ ڪيس ٻڇان پئي محسوس ٿي ۽ سندس چهرو نفرت ۽ ڪاوڙ سبب ڳاڙهو ٿي ويو هو. سندس نفرت ڀريل اکيون منهنجي سامهون ايندڙيون رهنديون ۽ منهنجي ذهن ۾ بہ اٿل پٿل ٿيڻ لڳندي.

ڪو بہ تقرير ڪندڙ اهو نہ چاهيندو تہ سندس تقرير ٻڌڻ لاءِ آيل ماڻهن مان ڪو بہ يا گهڻا اهڙا هجن، جن کي زوريءَ آندو ويو هجي يا وري اهو تقرير ڪندڙ کي پسند نہ ڪندو هجي. مون صورتحال مان مايوس ٿيڻ بدران ان ۾ بهتري آڻڻ جي ڪوشش ڪئي.

سيمينار جي ڪارروائي جي پهرين وقفي ۾ آءٌ ان ماڻهوءَ وٽ پاڻ هلي ويس. مون ڪيس چيو تہ آءُ سندس ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿو. شايد توهان کي ويهڻ لاءِ ڪا سٺي جاءِ نہ ملي آهي، جنهن ڪري توهان شرڪت مان مزو نہ پيا ماڻيو يا وري پنهنجي آفيسر جي چوڻ تي زوريءَ هتي آيا آهيو ۽ ويٺي ويٺي رڳو بار پيا لاهيو. مون کي توهان بابت فڪر ٿي رهيو آهي.

جڏهن مون ساڻس ڳالهايو تہ ڄڻ سمورو منظرنامو ئي بدلجي ويو. هن چيو تہ، اهڙي ڪا بہ ڳالھ ڪونهي. آءٌ زوريءَ نہ آيو آهيان. مون کي توهان

جي تقرير به وٺي پئي. اصل ۾ مون کي ايئن پيو لڳي ته مون کي بخار ۽ نزلو پيو ٿئي. مون گهر به ترسڻ نه ٿي چاهيو ۽ سيمينار کي به ڇڏڻ نه ٿي چاهيو ڇو ته مون سمجهيو ٿي ته تي اچڻ منهنجي لاءِ فائديمند هوندو.

واهه خدا! جيڪڏهن آءُ ان ماڻهوءَ وٽ وڃي کانئس پڇا نه ڪريان ها ته ڏينهن سندس رويي بابت اجاين وهمن ۽ وسوسن جو شڪار رهان ها.

ته پوءِ توهان بنا ڪنهن پڇا ڳاڇا جي ڪنهن بابت ڪيترا پيرا ان جي سٺي يا خراب هئڻ جو اندازو لڳايو ٿا. توهان جڏهن ڪو خاص منصوبو شروع ڪريو ٿا ته بنا ڪنهن پڇا ڳاڇا جي اهو طئي ڪري ٿا وٺو ته توهان ان منصوبي کي مقرره وقت تي پورو ڪري ڇڏيندؤ. ڇا توهان بنا پڇا ڳاڇا ۽ ٻئي کان پڇڻ کان سواءِ اهو اندازو ڪري سگهو ٿا ته توهان جيڪا شيءِ ٻئي کي ڏيو پيا، ڪين واقعي ان شيءِ جي ضرورت آهي؟

اهو تصور ڪريو ته اهو ڪيترو آسان آهي. جو توهان پاڻ ڪا ڳالهه تصور ڪرڻ کان سواءِ ٻئي کان اهو پڇيو ته. "ادا! ڇا اهو صحيح آهي ته توهان ايندڙ جمعي تائين پنهنجو ڪم پورو ڪري ڇڏيندؤ؟ يا وري ڇئو ته. "مهرباني ڪري ايندڙ آچر تائين ڪتاب جي ڇپائيءَ جو ڪم مڪمل ڪرائي ڇڏجو." پوءِ ڏسو ته هو ڪهڙو ٿا جواب ڏين ۽ پوءِ اهو ئي اصل جواب هوندو.

## خراب خبر ٻڌڻ کان لنوائڻ

اسين اهو رويو تڏهن اختيار ڪندا آهيون. جڏهن اسين بنا ڪنهن اڳواٽ پڇا ڳاڇا جي "سڀ کان خراب صورتحال" بابت پاڻ مرادو سوچي ڇڏيندا آهيون.

جڏهن آءُ گهر پهچان ٿو ۽ مون کي پنهنجي زال ڪاوڙيل ڪاوڙيل نظر اچي ٿي ته پوءِ آءُ پاڻ ئي سمجهي وٺان ٿو ته ان کي ڪنهن ڳالهه تان مون تي سخت ڪاوڙ آهي. پوءِ آءُ گهر ۾ ڏوهاريءَ وانگر هلندو رهندس ۽ انتظار پيو ڪندس ته منهنجي گهرواري ڪڏهن ٿي مون تي پنهنجي ڪاوڙ ڇنڊي، پر ان سڄيءَ صورتحال بدران آءُ جيڪڏهن گهر ۾ گهڙڻ شرط ڪيس ڪاوڙيل ڏسان ته ڪيترو نه سنو ٿئي. جو سندس ويجهو وڃي پيار مان کانئس پڇان: "جاني! ڇا ڳالهه آهي، اڄ ڪجهه پريشان پريشان پئي لڳين؟"





توهان جڏهن کانئس اهو سوال ڪريو ٿا ته پوءِ ٻن قسمن جي صورتحال پيدا ٿئي ٿي.

پهرين اها ته توهان کي اصل صورتحال جي ڄاڻ ٿي وڃي، ته توهان کان ڪهڙي غلطي ٿي آهي ۽ توهان ترت ان جي وضاحت ڪري معافيءَ تلافيءَ سان بروقت ڳالهه کي ٿڌو ڪري سگهو ٿا.

توهان جي گهرواري ڪنهن ٻئي معاملي تي ڪاوڙيل آهي، جيڪو سندس خيال ۾ ته ڪاوڙ جوڳو آهي، پر توهان جي خيال ۾ ان کي آسانيءَ سان حل ڪري، ڪاوڙيل زال جو موڊ صحيح ڪري سگهجي ٿو ۽ پوءِ توهان ائين ئي ڪريو ٿا.

اهي ئي اهڙيون حالتون آهن. جنهن سان توهان جي روزاني زندگيءَ ۾ بهتري پيدا ٿي سگهي ٿي. ٿي سگهي ٿو ته توهان پاڻ ئي اهو خيال ڪري ويٺا هجو ته توهان کي جنهن ميوزڪ پروگرام ۾ وڃڻو آهي، ان جي ٽڪيٽ آسانيءَ سان نه ملي يا مهانگي ملي جنهن جي توهان اميد ڪئي هجي.

## ڇا مطلب؟

ڪنهن به صورتحال بابت اندازو لڳائڻ لاءِ هڪ ترڪيب به موجود آهي، جنهن جي ذريعي پرڙيل جوڙن جا پاڻ ۾ لاڳاپا بهتر ٿي سگهن ٿا. ان ترڪيب کي "ڇا توهان جو مطلب اهو آهي؟" جو نالو ڏنو ويو آهي.

منهنجي زال موڪل واري ڏينهن مون کي گيراج جي صفائيءَ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ چوي ٿي، پر مان انڪار ڪري ٿو ڇڏيان. هاڻي منهنجي زال يڪدم اهو سوچي ٿي وٺي ته. "مان هر وقت ساڻس ڪاوڙيو ٿو وتان، مون کي سندس پريشانين جو ذرو به احساس ڪونهي. وغيره وغيره." پر "ڇا توهان جو مطلب اهو آهي" ته اڳ واري ترڪيب استعمال ڪندي يڪدم هوءَ مون کان پڇي ٿي ته، آءُ انهن وقت ڇا ڪري رهيو آهيان. پوءِ هوءَ چوندي ته ڇا توهان جو مطلب آهي ته هن وقت توهان مصروف آهيو ۽ اهو ڪم آءُ پاڻ ئي ڪري وٺان. ڪي ماڻهو پڇيل سوال جو جواب ترت نه ڏيندا آهن. يا وري خاموش ويٺا هوندا آهن. ڪڏهن انڪار ڪري ٿا ڇڏين ۽ ان جو سبب به نه ٿا ٻڌائين. عام طور تي مرد ايئن ڪندا آهن. عورتون پنهنجي 'نه' ڪرڻ جي وضاحت به ڪري ڇڏينديون آهن. عام طور تي مرد ڪنهن به ڳالهه کي

سرسري ٻڌائيندا آهن ۽ تفصيل کان پڇندا آهن. جڏهن ته عورتون اها ئي ڳالهه تفصيل سان ٻڌائي ڇڏينديون آهن.

”توهان جو مطلب اهو آهي؟“ هڪ اهڙو طريقو آهي، جنهن ذريعي توهان کي سمورا تفصيل ملي ٿا وڃن ۽ توهان وڏيڪ جاکوڙ ڪرڻ کان بچي ٿا وڃو.

## پڇا ڳاڇا لاڀائتي

جڏهن توهان اندازي ۽ تصور بابت پڇاڳاڇا ڪندا آهيو يا ڪنهن ڳالهه بابت سوال جواب ڪندا آهيو ته توهان جي ڳالهائڻ جي صلاحيت، توهان جي ٻين سان ناتن، توهان جي زندگيءَ جي معيار ۽ سڀ کان وڏيڪ اهو ته آفيس ۾ توهان جي ڪاميابيءَ ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ بهتري ۽ سڌارو اچي ٿو. توهان کي بهتر نتيجا ملڻ شروع ٿي ٿا وڃن. توهان ٻين ماڻهن جي ڪارڪردگيءَ بابت صرف اندازو نه ٿا لڳايو. توهان کي اهو محسوس ٿئي ٿو ته توهان جي عملي جو ڪو ميمبر پنهنجو ڪم وقت سر ڪري نه سگهندو ته توهان ڪيس ٻيو ڪم ڏيئي وقت سر مڪمل ڪرڻ جي هدايت ڏيو ٿا.

ٻي عالمي جنگ کان پوءِ جاپان نهايت بهترين گاڏيون ناهڻ شروع ڪيون. ان کان سواءِ جاپان ۾ بجليءَ جو ۽ ٻيو سامان به تمام سٺو تيار ٿيڻ لڳو هو. جاپان ۾ اهو معياري پيداواري سرشتو هڪ ذهين شخ ڊبليو ايڊورڊ ڊيمنگ جي اعليٰ تخليقي صلاحيتن جو ڪارنامو هو. هن هڪ دفعو چيو هو ته، ”توهان جي منصوبي جو پهريون 15 سيڪڙو حصو نهايت اهم هوندو آهي. ان حصي دوران توهان هر قسم جي معلومات ۽ انگ اکر گڏ ڪريو ٿا. مثال طور جڏهن ڪن ٻين ساٿين سان گڏجي ڪو ڪاروبار ڪريو ٿا ته ابتدا ۾ نجي ڪاروبار جي شروع جي 15 سيڪڙو حصي ۾ توهان اهو طئي ڪريو ٿا ته توهان ڪي پاڻ ۾ ڪيئن گڏجي ڪم ڪرڻو آهي، پنهنجا اختلاف ڪيئن نبيرڻا آهن. جيڪڏهن ڪو ساٿي ڪاروبار ڇڏڻ چاهي ته ان جو طريقو ڇا هوندو وغيره وغيره. چو ته گڏيل ڪاروبار ۾ ڪيترائي مسئلا پيدا ٿين ٿا. هي شڪ شبهن جي ڏنڊ کي صاف ڪرڻ جي ڪوشش ئي نه ٿا ڪن ۽ پنهنجي طئي ڪيل ڳالهين کي به چٽو نه ٿا ڪن.

ڊيمنگ جو اهو به چوڻ آهي ته ڪنهن به منصوبي جي شروع ۾





ڪيترائي ماڻهو حقيقت جاڻڻ کان سواءِ عملي قدم کڻڻ شروع ڪري ٿا ڇڏين. ڪين اها خبر ئي نه هوندي آهي ته ڪين ڪٿي ۽ ڪهڙو قدم کڻڻو آهي ۽ ايئن ڪٿي ڪٿي هو پوئتي پئجي ويندا آهن ۽ ان لاءِ ڏوهه وري ٻين کي ڏيندا آهن.

## اصولن وچ ۾ فرق

بيشڪ 15 سيڪڙو اصول هر اهڙي ذاتي مقصد تي لاڳو ٿيندو آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ توهان ڪوشش ڪريو ٿا ان ڪڪ باڪسر بابت غور ڪريو. جنهن رڳو ڇهن هفتن جي سکيا وٺي چيمپيئن شپ کٽي ورتي هئي. هن ماهرن سان ملي انهن کان اهو پڇيو هو ته پهرئين رائونڊ ۾ به پيرا جيڪڏهن پنهنجي مخالف کي رنگ کان ٻاهر اڇلائي ڇڏجي، ته به توهان کٽي سگهو ٿا.

ماڻهو ڪڪ باڪسنگ کي صرف باڪسنگ سمجهن ٿا. ان جي ابتڙ جيئن ته ان باڪسر جي سکيا هڪ ڪُشتي وڙهندڙ پهلوان طور ڪئي ويندي آهي، ان لاءِ هن پنهنجي ڪوچ کي چيو ته، ”مون کي اهو نه سمجهاءِ ته پاڻ کي ناڪ آئوٽ ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ مخالف کي رنگ کان ٻاهر ڪيئن اڇلايو ويندو آهي؟“ ۽ اهو گُر معلوم ڪري هن چيمپيئن شپ کٽي ورتي.

زندگيءَ ۾ اهڙا ڪيترائي موقعا ايندا آهن. جڏهن اصولن ۽ قانونن ۾ فرق معلوم ڪرڻو پوندو آهي. جيڪڏهن توهان انهن اصولن بابت پڇا ڳاڇا نه ٿا ڪريو ۽ پاڻ ئي فرض ڪري ٿا وٺو ته پنهنجو مقصد حاصل ڪري وٺندؤ ته ان کان بهتر آهي ته توهان انهن اصولن ۽ قانونن بابت پڇا ڳاڇا ڪري وٺو ته شايد توهان کي ڪو آسان رستو نظر اچي وڃي، جنهن ذريعي توهان آسانيءَ سان منزل تي پهچي وڃو.

# 29

## معاهدا/ واعدا پورا ڪريو

ورنرار هارڊ جو قول آهي ته:

”توهان جي زندگيءَ جي ڪاميابيءَ جو دارومدار ان ڳالهه تي آهي، ته توهان پنهنجن معاهدن ۽ واعدن تي ڪيتري حد تائين پورا لهو ٿا.“

### پوچت ڪان وڏو واعدو نه ڪريو

ڪنهن به شخص جي وات مان نڪتل هڪ لفظ، هڪ واعدو سمجهيو ويندو آهي. معاهدا ۽ واعدا ڪيا ويندا آهن ۽ انهن کي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي، پر ڪي ماڻهو اهڙا به هوندا آهن، جيڪي معاهدو ڪرڻ کان اڳ ئي اندازو ڪري وٺندا آهن ته اهي اهو واعدو پورو ڪري به سگهندا يا نه. اها نهايت اهم ذميداري ۽ فرض آهي، ڇو ته اڄڪلهه ماڻهو واعدي کي گهٽي اهميت نه ٿا ڏين.

### واعدا نه پاڙڻ جي ڳري قيمت

آءٌ جڏهن به ڪنهن سڪيا پروگرام جي شروعات ڪندو آهيان ته ان پروگرام ۾ شرڪت ڪندڙن کي چوندو آهيان ته اهي انهن 15 پڪن قانونن تي عمل ڪن، جن ۾ مختلف ڳالهيون شامل آهن.

مثال طور وقت جي پابندي، هر وقفي کان پوءِ هڪ ئي ڪرسيءَ تي ويهڻ، سڪيا مڪمل ٿيڻ تائين الڪوحل مليل مشروبات پيئڻ کان پاسو ڪرڻ وغيره.

جيڪڏهن اهي انهن اصولن ۽ قانونن جي پابندي نه ٿا ڪن ته پوءِ آءٌ





ڪين پنهنجي تربيتي پروگرام ۾ ويهڻ ڏيڻ کان قاصر آهيان. ايستائين جو آءٌ ڪين هڪ لکت واري ٺاهه تي صحيحون ڪرڻ لاءِ چوان ٿو جنهن ۾ لکيل هوندو آهي ته، ”آءٌ پروگرام جي سمورن اصولن ۽ قانونن جي پابندي جو واعدو ڪريان ٿو.“

پوءِ ان سڪيا پروگرام جي ٽئين ڏينهن صبح جي وقت آءٌ ڪائنن پڇان ٿو ته ڪنهن انهن مان هڪ به اصول جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي ۽ مون کي پتو پئجيو وڃي ته ڪنهن، ڪڏهن ۽ ڇو ايئن ڪيو آهي، پر ان جو سراسري انگ تمام گهٽ هوندو آهي. ان سان اسان کي پتو پوندو آهي ته ڪيئن نه ماڻهو بنا سوچڻ سمجهڻ جي يڪدم ڪو واعدو ڪري ٿو وٺي.

ان جو سبب ڇا آهي؟ اڪثر ماڻهن انهن اصولن جي قانونن بابت گهٽي پڇ پڇ کان بچڻ لاءِ اڪيون ٻوٽي ٺاهه ۽ واعدي تي صحيحيون ڪري ٿا ڇڏين.

هو ڪنهن جي به نظر ۾ اچڻ نه ٿا چاهين. اڪثر ماڻهو انهن قانونن بابت ڪنهن به پريشانيءَ کان بچڻ لاءِ ها ڪري ٿا ڇڏين ته ڪي وري ڪنهن به قسم جي امڪاني تڪرار يا اختلاف کان بچڻ چاهين ٿا. ظاهري طرح اهي انهن اصولن تي عمل جو واعدو ڪن ٿا، پر اصل ۾ سندن ان تي عمل جو ڪو به ارادو نه هوندو آهي.

اصل مسئلو اهو ڪونهي ته ڪو ماڻهو واعدا ڪن ٿا ۽ پوءِ نهايت آسانيءَ سان اهڙا واعدا ٽوڙي ٿا ڇڏين. پر اصل ڳالهه اها آهي ته ماڻهو پنهنجي ان عمل جي قيمت کان واقف نه آهن. جڏهن توهان پنهنجو واعدو پورو نه ٿا ڪريو ته پوءِ هو توهان کي ان جي اندر ٽوڙي ٻاهر وڏي قيمت ادا ڪرڻي ٿي پوي. توهان جي ساک ختم ٿي وڃي ٿي، توهان جي عزت ۽ احترام ختم ٿي ٿا وڃن. توهان پنهنجن گهر ڀاتين، دوستن، ساٿين ۽ گراهڪن جي نظرن کان ڪري پئو ٿا. ساک ٺاهڻ ڏاڍو ڏکيو عمل آهي، پر وڃائڻ نهايت سولو.

جڏهن توهان پنهنجي واعدي باوجود ٻارن کي ڪافي وقت تائين سير لاءِ نه ٿا وٺي وڃو ته پوءِ هو توهان جي ٻين واعدن تي به ڀروسو ڪرڻ ڇڏي ٿا ڏين. هنن جو توهان تان اعتماد ختم ٿي وڃي ٿو. ڪين خبر آهي ته توهان

جيڪي ڪجھ چئو ٿا، ان تي پاڻ بہ عمل نہ ٿا ڪريو. توهان جو اعتماد تہ ختم ٿئي ٿو پر گڏوگڏ توهان جا هڪ ٻئي سان سٺا ناتا بہ ختم ٿي ٿا وڃن.

### واعدن جي اهميت

اها نهايت اهم ڳالھ آهي تہ توهان جيڪو واعدو ٻين سان ڪريو ٿا، اصل ۾ اهو واعدو توهان پنهنجو پاڻ سان ڪريو ٿا. جڏهن توهان ڪنهن ٻئي ماڻهو سان ڪو واعدو ڪري رهيا هجو ٿا تہ توهان جو دماغ سموري ڳالھ ٻڌي ۽ سمجهي رهيو ٿو هجي ۽ ان کي توهان جي واعدي ۽ ارادي جي پڪي حيثيت ڏئي ٿو. اصل ۾ توهان اهو واعدو ڪو خاص مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪريو ٿا ۽ جڏهن توهان اهو واعدو يا ناهہ پورو نہ ٿا ڪريو تہ توهان گمراهيءَ جي رستي تي هلڻ لڳو ٿا. ان جو نتيجو اهو ٿو نڪري تہ توهان برتريءَ جي احساس، خود اعتمادي ۽ عزت نفس کان محروم ٿي وڃو ٿا. توهان پاڻ ۾ موجود ذميداري جي احساس، ايمانداريءَ جي احساس ۽ اندر جي سچائيءَ کي ڪمزور ڪري ٿا ڇڏيو.

توهان پنهنجي گهرواريءَ کي ٻڌايو ٿا تہ توهان روزانو صبح جو سوير 6 وڳي ڏاري اٿندؤ ۽ آفيس وڃڻ کان اڳ ورزش بہ ڪندؤ پر ٽن ڏينهن کان پوءِ توهان ان لاءِ رکيل الارم بند ڪري ٿا ڇڏيو پر توهان جو دماغ سوچڻ لڳي ٿو تہ توهان تي ڀروسو ڪجي يا نہ. اصل ۾ توهان جي خيال ۾ ڇهين وڳي کان پوءِ وري سمهي رهڻ معمولي ڳالھ آهي، پر توهان جي لاشعور جي خيال ۾ صبح جو 6 وڳي کان پوءِ جاڳڻ توهان لاءِ نهايت اهم آهي. ڇاڪاڻ تہ توهان پاڻ سان ئي اهو واعدو ڪيو هو تہ هاڻي صبح جو سوير 6 وڳي کان پوءِ جاڳندو آهي. جڏهن توهان پنهنجو پاڻ سان ڪيل ناهن ۽ واعدن تي عمل نہ ٿا ڪريو تہ مونجهارا، پريشاني ۽ شڪ شبها پيدا ٿين ٿا.

### ذميداريءَ جو احساس ضروري

جڏهن توهان کي اها خبر هوندي تہ توهان جي ذميداري جو احساس ۽ ايمانداري جي ڪيتري نہ گهڻي اهميت آهي تہ پوءِ توهان رڳو ڪنهن ٻئي شخ    کان جان ڇڏائڻ لاءِ ڪوڙا واعدا ڪرڻ کان پاسو ڪندؤ. توهان ڪنهن جي وقتي خوشيءَ لاءِ پنهنجي برتريءَ واري احساس کي ختم نہ





ڪريو. توهان اهڙا واعدا ئي نہ ڪريو جن کي پورو نہ ٿا ڪري سگهو.

ان نقطي جي وضاحت لاءِ آءٌ پنهنجي سڪيا پروگرامن ۾ شرڪت ڪندڙن کان اڪثر ڪجھ پڇندو آهيان تہ جيڪڏهن ڪين اها خبر هجي تہ هن پروگرام جي اصولن ۽ قانونن جي ڀڃڪڙي نہ ڪرڻ سان توهان کي هڪ ڊالر ملندو تہ توهان انهن جي پابندي ڪندؤ؟ تقريبن سيني جو جواب هاڪار ۾ هوندو آهي، پر ڪو هڪ ناڪار ۾ بہ جواب ڏيندو آهي. سندس دليل اهو هوندو آهي تہ ٿي سگهي ٿو تہ آءٌ وقت تي نہ پهچي سگهان. رستي ۾ ٽريفڪ جام هجي ۽ ڦاسي پوان تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟

آءٌ ڪائنس وري پڇان ٿو تہ جيڪڏهن توهان کي اهو پتو پوي تہ جيڪڏهن توهان هن پروگرام جي اصولن ۽ قانونن جي ڀڃڪڙي ڪندؤ تہ پوءِ توهان کي سخت سزا ملندي تہ توهان ڇا ڪندؤ؟ تہ هن جواب ڏنو: ها، جيڪڏهن ايئن ٿيندو تہ پوءِ آءٌ واپس وڃڻ ڪري دير سان پهچڻ بدران هن ڪمري جي فرش تي ئي رات سمهڻ پسند ڪندس تہ جيئن صبح جو وقت تي پروگرام ۾ شرڪت ڪري سگهان.

يعني جڏهن توهان کي اهو پتو پئجي وڃي ٿو تہ توهان جي واعدي يا ناهہ تي عمل ڪيترو اهم آهي تہ پوءِ توهان کي اهو احساس ٿي ويندو تہ توهان ۾ واعدن ۽ ناهن تي عمل ڪرڻ جي صلاحيت موجود آهي. جيڪڏهن توهان پاڻ ۾ وڌ ۾ وڌ، برتريءَ جو احساس، خوداعتمادي، عزت نفس ۽ سڪون توڙي توانائي حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ توهان وٽ واعدن تي عمل ڪرڻ وڏيڪ ضروري ٿي ويندو. جيڪڏهن توهان ٻين طرفان پاڻ لاءِ عزت احترام ۽ ڀروسو حاصل ڪرڻ چاهيو تہ جيڪو زندگي ۾ ڪنهن بہ وڏي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ پوءِ توهان پنهنجن واعدن کي پورو ڪرڻ جي سلسلي ۾ وڌيڪ سنجيدگيءَ جو مظاهرو ڪريو.

### ڪجھ ڪارائتا نقطا

**1. اهڙا واعدا ڪريو، جيڪي پورا ڪري سگهو**

ڪنهن بہ قسم جو ناهہ يا واعدو ڪرڻ کان اڳ ٿوريءَ دير لاءِ اهو سوچي وٺو تہ ڇا توهان واقعي ان تي عمل ڪرڻ چاهيو ٿا. پنهنجي روبي جو

## واعدي ڪرڻ کان اڳ سوچيو

ڪو به نئون واعدو ڪرڻ کان اڳ ان تي چڱيءَ طرح غور ڪريو ۽ ان ڪنهن به واعدي کان اڳ اهو پورو ڪرڻ جي خاطري ڪريو نه ته انڪار ڪري وٺو ۽ ان لاءِ سوچڻ جو وقت وٺو ۽ پوءِ سموري سوچ ويچار کان پوءِ ها يا نه ۾ جواب ڏيو.

## قائدا ۽ اصول

توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ جنهن قسم جو مقصد حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا، ان لاءِ ضروري آهي ته توهان جا پنهنجي گهر ڀاتين، دوستن، آفيس جي معاون عملي، آفيسرن ۽ ٻين واسطيدار ماڻهن سان سنا لاڳاپا هجن. انهن ناتن کي وڌيڪ مضبوط ۽ اثرائتو ڪرڻ لاءِ توهان کي ”قائدن ۽ اصولن“ ناهڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جي ضرورت آهي. اسان هڪ ٻئي سان ناتا ڪيئن نڀاهي رهيا آهيو؟ اهي ناتا برقرار رکڻ لاءِ قائدن ۽ ضابطن کان سواءِ به ڪهڙي قسم جا رهنمائيءَ وارا نقطا ضروري آهن. ان سلسلي ۾ هيٺ ڏنل قائدن، اصولن ۽ رهنما اصولن ذريعي توهان زندگيءَ ۾ گهڻي ڪاميابي ۽ ترقي حاصل ڪري سگهو ٿا.

1. پنهنجن مقصدن ۽ حدف جي پاسداري لاءِ هر وقت تيار رهو.
2. جيڪڏهن توهان پنهنجو واعدو پورو ڪري سگهو ٿا ته پوءِ واعدو ڪريو نه ته جواب ڏيئي ڇڏيو. معافيءَ وارو رويو اختيار ڪرڻ جي ڪا به ضرورت ڪونهي.
3. جيڪڏهن توهان جا ڪنهن سان اختلاف آهن يا توهان سندس ڳالهه سمجهي نه سگهيا آهيو ته پوءِ شڪ ۾ رهڻ کان بهتر آهي ته توهان ان شخ کان چٽي نموني ڳالهه پڇي وٺو.
4. صرف اهي واعدا ۽ ٺاهه ڪريو جيڪي توهان پورا ڪري سگهو ٿا.
5. جيڪڏهن توهان ڪو واعدو پورو نه ٿا ڪري سگهو ته پوءِ يڪدم واسطيدار شخ کي واقف ڪريو ۽ پوءِ جيڪڏهن توهان اڃا به اهو واعدو پورو ڪري سگهو ٿا ته پهرين واندڪائي ۾ ان کي پورو ڪريو.
6. جڏهن واعدو پورو ڪرڻ لاءِ حالتون سازگار نه هجن ته پوءِ حالتن جي





جائزو وٺو. توهان جو جسم توهان جي انهن واعدن ۽ ٺاهن جي سلسلي ۾ ڪهڙي قسم جو ردعمل ظاهر ڪري ٿو؟ ڪنهن جي چاپلوسيءَ يا ڪنهن جي ناراض نه ٿيڻ کان بچڻ لاءِ واعدا يا ٺاهه نه ڪريو. جيڪڏهن توهان اهڙي طرز عمل جو مظاهرو ڪندؤ ته پوءِ واعدي جي پيچيدگيءَ جا ڏوهاري ٿي پوندؤ.

### 2. واعدن کي لکو

پنهنجي ڪيل سمورن ٺاهن ۽ واعدن کي ڪنهن ڪئلينڊر، ڪمپيوٽر يا ڪاپيءَ تي لکي ڇڏيو ته جيئن اهي توهان جي يادداشت ۾ محفوظ رهن. ٿي سگهي ٿو ته هڪ هفتي دوران توهان ڪيترن ئي ماڻهن سان واعدا ڪيا هجن اسين انهن واعدن تي عمل ڪرڻ جو ارادو ته رکندا آهيون، پر پنهنجين روزمره جي ڪم ڪارن ۽ مصروفيتن سبب انهن مان ڪيترن بابت اسان جو خيال ئي لهي ٿو وڃي. تنهن ڪري بهتر آهي ته انهن واعدن ۽ ٺاهن کي لکي ڇڏيو. ٿي سگهي ٿو ته اهي واعدا پاڙڻ جو توهان جو پڪو ارادو هجي، پر جيڪڏهن توهان انهن کي ڪنهن سبب ڪري وساري ٿا ڇڏيو ته ٻيا ته اهو ئي سمجهندا رهندا ته توهان پنهنجي واعدي تي عمل نه ڪيو ۽ اهڙي نموني توهان جي ساک متاثر ٿي سگهي ٿي.

## وعدي بابت سچا رهو

جيئن ئي توهان محسوس ڪريو ته توهان فلاڻي ماڻهوءَ سان ڪيل فلاڻو واعدو پورو نه ٿا ڪري سگهو ته پوءِ يڪدم واسطيدار شخ کي ان بابت واقف ڪريو ۽ ٿي سگهي ٿو ته اهو سبب به ٻڌائي ڇڏيو ته ڇا جي ڪري توهان اهو واعدو پورو نه ٿا ڪري سگهو ۽ جيڪڏهن پوءِ به اهو پورو ڪرڻ ضروري هجي ته سامهون واري کان ان کي پورو ڪرڻ لاءِ وڌيڪ مهلت ۽ سهوليت وٺو. ان سان ان ماڻهوءَ جي نظر ۾ توهان جو اعتماد وڌندو ۽ ڪيس به نه صرف پنهنجي اهميت جو احساس ٿيندو پر هو توهان کي به سنيءَ نظر سان ڏسندو. جيڪڏهن توهان کي واعدو پورو ڪرڻ ۾ وڌيڪ وقت لڳي وڃي ته به واسطيدار ماڻهوءَ کي اهو ٻڌائي سگهو ٿا ته دير ڇا لاءِ ٿي؟

سڌاري لاءِ ڪو نئون طريقو اختيار ڪريو.

7. جيڪڏهن توهان واعدو پورو نہ ڪري سگهو تہ پوءِ ان جي ذميداري ڪلئي دل سان قبول ڪري وٺو معافيءَ وارو رويو اختيار ڪرڻ، وضاحت ڪرڻ ۽ شرم محسوس ڪرڻ جي ڪا بہ ضرورت ڪونهي.

### ارادي قوت ڪتب آڻيو!

توهان جي زندگيءَ جي هڪ وڏي ڳالهہ اها آهي تہ توهان پنهنجي ڪيل ڪنهن بہ واعدي کان ڪنهن بہ قيمت تي پوئتي پلي نہ هٽو. ڪلي عام اعلان ڪريو تہ توهان ڪي پلي ڪيترين ئي ڏکائيون ۽ تڪليفون سامهون اچن، پر توهان پنهنجا واعدا ضرور پاڙيندا ۽ انهن واعدن کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ پنهنجي قوت ارادي ۽ پاڻ کي متحرڪ ڪرڻ واري قوت استعمال ڪريو.





## 30

# طاقتور جتي ۾ ڦڙتيلا ٿيو

ڊين سيلوان ڦڙتيلن ماڻهن بابت چيو آهي تہ:

”هر معاشري ۾ انساني شاهڪار موجود هجن ٿا اِهي اُهي ماڻهو هوندا آهن، جيڪي انساني جتن ۾ سرگرم نظر ايندا آهن. سندن رويو ٻين ماڻهن لاءِ ’مثالي نمونو‘ ثابت ٿئي ٿو. هي اهي روشن ۽ مثالي ڪردار هوندا آهن، جن جي ٻيا ماڻهو ساراهہ ڪن ٿا ۽ انهن جي پويان هلن ٿا. اسين انهن کي انساني عملي شاهڪار سڏيون ٿا.“

”پنهنجي اثر رسوخ واري جتي ۾ سرگرم نظر اچو.“ هي هڪ اهڙو اصول آهي، جيڪو ڪاميابيءَ جو ضامن آهي ۽ جيڪي ماڻهو عظيم ترين ڪاميابيون حاصل ڪري چڪا آهن، اڪثر اهو اصول اختيار ڪندا آهن. ان اصول کي سادي زبان ۾ هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو: ”انساني شاهڪار ٿيو.“

تنهن ڪري توهان هڪ اهڙي شخ    ٿيڻ جي ڪوشش ڪريو. جيڪو پنهنجي اثر رسوخ واري حلقي ۾ ظاهر ۽ سرگرم نظر اچي ۽ جيڪو ٻين لاءِ اُتساهہ جو باعث هجي.

اسان جي سماج لاءِ اها وڏي ڏک جهڙي ڳالهہ آهي تہ اسان کي جيتري قدر ”انساني شاهڪار“ ۽ ”مثالي انساني ڪردار“ جي ضرورت آهي. اسان جي سماج ۾ اهي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا بہ نہ ٿا ملن.

هن دنيا ۾ اڪثر ماڻهو عقل ۽ شعور کان آجا هوندا آهن. هنن ۾ ڪا خوبي ۽ صلاحيت بہ نہ هوندي آهي تہ پوءِ توهان انهن ۾ پاڻ کي ڪيئن ٿا نمايان ڪري سگهو؟

ان جو جواب هي آهي تہ توهان کي کپي تہ توهان شعوري طور هڪ اهڙو طرز عمل اختيار ڪريو جنهن جي ذريعي توهان تمام گهڻن پريشانين ۽ بيچينيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺو. پر توهان کي اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ هڪ ”مثالي ڪردار“ ۽ ”شاهڪار انسان“ ٿيڻ جي ضرورت آهي، جو پنهنجي تجربي ۽ نظرئي ذريعي توهان کي هدايتون ۽ رهنمائي ڏئي. توهان کي اها رهنمائي ۽ هدايت ڏيڻ لاءِ هڪ ”مثالي ڪردار“ ۽ ”شاهڪار انسان“ ۾ هيٺين خاصيتون ۽ خوبيون هجڻ گهرجن.

### 1_ انفرادي معيار

اهي ”مثالي ڪردار“ ۽ ”شاهڪار انسان“ پاڻ کي پنهنجي انفرادي معيارن، سوچ ۽ روين کان ڌار ڪري توهان جي روين، سوچ ۽ معيار مطابق ٿي ٿا وڃن.

### 2_ وقار قائم رکو

ان خوبيءَ ۽ خاصيت جا ٽي پاسا آهن:

پهريون اهو تہ مسئلن ۽ مشڪلاتن جي صورت ۾ پنهنجو حوصلو ۽ همت قائم رکن ٿا. جيئن تہ اهي ماڻهو پنهنجي زندگيءَ جي معيار جي حيثيت سان اڳواڻن واري زندگي گذارين ٿا، تنهن ڪري اهي ماڻهو ٻين ماڻهن جي بہ اڳواڻي ڪري سگهن ٿا. ٻيو اهو تہ انهن ۾ سڪون جي ڪيفيت موجود هوندي آهي، جنهن ڪري هنن ۾ حوصلو ۽ همت پيدا ٿئي ٿي. ان سڪون ۽ اطمينان سبب ٻين ماڻهن ۾ بہ اها همت وڌي ٿي تہ سڀ ڪجهہ صحيح ٿي ويندو. ٽين خاصيت ۽ خوبي ”يقين ڪرڻ، مستقل مزاجي“ آهي. ان جو هڪ عظيم مثال ونسٽن چرچل جو آهي، جنهن ٻي عالمي جنگ ۾ اولهہ جي قومن جي اڪيلي سر سربراهي ڪئي ۽ اولهہ جي تهذيب کي نازين جي فسطائيت هٿان شڪست کان بچايو. اهو سڀ ڪجهہ ان لاءِ ٿي سگهيو تہ چرچل ۾ اطمينان جي صلاحيت موجود هئي ۽ هن اها اعتماد سان پيريل ۽ حوصلي واري اڳواڻي مهيا ڪئي، جنهن ڪري برطانيا ۽ آمريڪي قومن ۾ همٿ ۽ حوصلو پيدا ٿيو.

### 3. ٻين جي روين تي نظر ۽ بهتري

جيئن تہ ڪو ”انساني شاهڪار“ هڪ مثالي نموني جي حيثيت رکي ٿو تنهن ڪري سندس چوگرد موجود ماڻهن ۾ بہ ساڳئي قسم جي سوچ پيدا





ٿي وڃي ٿي ۽ اهي بہ اهڙوئي رويو ۽ طرز عمل اختيار ڪن ٿا، جيڪو ڪين پاڻ کي بہ حيران ڪري ٿو.

### 4. همدرديءَ وارو انداز

جيئن تہ ”انساني شاهڪار“ ۽ ”مثالي ڪردار“ پنهنجي معاشري سان نهايت گهري نموني لاڳاپيل هوندا آهن، تنهن ڪري اهي ٻين ماڻهن سان نهايت همدرداڻو ۽ شفقت وارو رويو ۽ سلوڪ اختيار ڪن ٿا. اهي ٻين ماڻهن سان شديد نموني لاڳاپا رکن ٿا، انساني محرومين تي سندن اندر سڙي ٿو وڃي ۽ ڌرين وچ ۾ اختلافن جي صورت ۾ صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

### 5. رويي جي معيار ۾ اضافو

”انساني شاهڪار“ ۽ ”مثالي ڪردار“ وارا ماڻهو پنهنجي صلاحيتن سبب ظاهر ۾ غير اهم صورتحال کي بامقصد، مزي واري ۽ يادگار صورتحال ۾ بدلائي ٿا ڇڏين. ان سلسلي ۾ سندن سمجهداري ۽ عقل ۽ شعور وارو رويو ۽ طرز عمل نهايت اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. سندن عمل جي انداز ۾ نهايت خوبصورتي، حسن ۽ ڪمال مثاليت شامل هوندي آهي، تنهن ڪري ٻين جي زندگي خراب ٿيڻ بدران انهن ۾ جڻ بهار اچي ٿي وڃي.

### 6. هلڪڙو سلوڪ ۽ اعليٰ رويو

”انساني شاهڪار“ ۽ ”مثالي ڪردار“ جهڙن ماڻهن ۾ اها خاصيت هوندي آهي تہ اهي ٻين طرفان غيرمهذب سلوڪ جي باوجود نهايت ئي سهڻي، مهذب ۽ فياضاڻي رويي جو مظاهرو ڪن ٿا. سندن ڏيک ٻين لاءِ مهربانيءَ جي احساسن ۽ انهن جي آجيان ڪرڻ ۽ عزت سان ڀريل هوندو آهي.

### 7. ذميداري قبول ڪرڻ جو اظهار

اهي ماڻهو پنهنجي رويي ۽ طرز عمل جي نتيجن جي سلسلي ۾ معافي وٺڻ وارو رويو اختيار نہ ڪندا آهن، پر کلئي دل سان ذميداريءَ کي قبول ڪن ٿا. اهي پنهنجن ناڪامين کي لڪائين نہ ٿا، پر ان جو کليو اظهار ڪن ٿا ۽ پنهنجي هار کي فتح ۾ بدلائي ٿا ڇڏين.

### 8. مقصد تان نہ هٽو

اهي ماڻهو هر قسم جي صورتحال ۾ اعليٰ مقصد قائم رکن ٿا. جنهن ڪري اهي مستقل ۽ لڳاتار ڪاميابي حاصل ڪندا ويندا آهن ۽ ٻين لاءِ سڀ ڪان وڏيڪ اهميت اختيار ڪندا ويندا آهن.

### 9. مفهوم ۾ وسعت

اهي ماڻهو نهايت ئي اعليٰ ۽ مثالي نموني پنهنجي ذات سان بہ تعلق قائم رکندا آهن ۽ ساڳئي نموني ئي ٻين سان بہ تعلق رکندا آهن. جنهن ڪري کين اهي طريقا معلوم ٿي ويندا آهن. جنهن جي ذريعي اهي پنهنجي زندگيءَ ڪان سواءِ ٻين جي زندگين ۾ بہ بهتري پيدا ڪري سگهن ٿا. انساني انفراديت جو بنياد اڳيان اظهار ڪرڻ لاءِ نہ صرف پنهنجي ذات ڪي سمورين حدن ۽ پابندين مان آزاد ڪري ٿا ڇڏين. پر ٻين جي ذات ڪي بہ هر قسم جي پابندين ڪان آزاد ڏسڻ چاهيندا آهن.

### 10. اعتماد ۽ صلاحيت ۾ واڌ

اهي ماڻهو ٻين ماڻهن جي توانائين گهٽائڻ بدران انهن ڪي اجا وڏيڪ طاقتور ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا آهن. اهي ماڻهو زندگيءَ جي نظرين جي چونڊ ۽ پنهنجن خواهشن جي پورائيءَ لاءِ سازگار ماحول ناهڻ لاءِ پاڻ ۾ اعتماد پيدا ڪندا آهن ۽ اهڙيءَ ريت ٻين ماڻهن جي صلاحيتن ۽ اعتماد وڌائڻ جو سبب بڻبا آهن. اهڙا سازگار ماحول ناهڻ سبب ٻيا ماڻهو بہ اهڙي قسم جو ماحول ناهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن. جنهن ڪري سندن تخليقي صلاحيتون ترقي ۽ ڪاميابي ۾ اضافو ٿئي ٿو.

### مثالي بڻجڻ جا گُر

اصل ۾ توهان ڪي 'اعليٰ' ۽ 'مثالي' ٿيڻ سان سڀ ڪان وڏو فائدو اهو ٿو ٿئي تہ يا تہ ماڻهو توهان سان گڏجي ڪو ڪم ڪرڻ چاهين ٿا يا وري توهان جو اثر رسوخ ۽ شهرت استعمال ڪرڻ چاهين ٿا اهي توهان ڪي هڪ وڏي ڪامياب شخص جي حيثيت سان ڏسن ٿا ۽ اهي سمجهن ٿا تہ توهان سندن ڪاميابيءَ لاءِ ڪيترائي موقعا مهيا ڪري سگهو ٿا. هو توهان ڪي ڀروسي لائق سمجهن ٿا ۽ توهان تي اعتماد ڪن ٿا تہ توهان نهايت ذميداريءَ، ايمانداريءَ ۽ شعور سان پنهنجي روزمره جا ڪم ڪندا رهندا آهيو.





شايد اهو ئي سبب آهي جو اهڙي قسم جي شاهڪار ۽ مثالي ڪردارن ڪي سڃاڻڻ جو سڀ ڪان آسان طريقو اهو آهي تہ ماڻهو انهن ڏانهن پاڻ ڪي ڇڪجي پيا ايندا آهن.

انهن ماڻهن ڪي بہ ڏسو جن سان سندن ڪاروباري ۽ سماجي ناتا قائم آهن. انهن ماڻهن ڏانهن اهي ئي ٻيا ماڻهو ڪشش محسوس ڪن ٿا. جيڪي پنهنجي زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ ڪاميابيءَ جي عروج تي هوندا آهن.

ڇا توهان تازو پنهنجن دوستن ۽ ٻين ملاقاتين جو غور سان جائزو ورتو آهي. ڇا انهن مان ڪو بہ شخص اعليٰ ۽ مثالي انسان آهي. جيڪڏهن ايئن ڪونهي تہ پوءِ پنهنجي رويي جو جائزو وٺو ۽ پاڻ ڪي هڪ 'اعليٰ' ۽ 'مثالي' انسان ناهڻ جي ڪوشش ڪريو. پوءِ ڏسو تہ ڪهڙي قسم جا ماڻهو توهان ڏانهن ڇڪجندا پيا اچن. بيشڪ پنهنجو ڪم ٿورو ڪريو پر ان ڪي سٺي نموني ڪريو. بهتر ڪان بهتر ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي رويي ۾ خاطر خواهہ بهتري آڻيو.

توهان پنهنجي آفيس ۾ چانهہ پيئڻ لاءِ ڪاغذ جون پياليون استعمال ڪريو ٿا. پر پنهنجي آفيس جي ماحول ڪي باوقار ۽ شاندار بڻائڻ لاءِ هاٿي شيشي يا پٿر مان ٺهيل پياليون استعمال ڪريو پنهنجي آفيس جي ماحول ڪي خوشگوار بڻايو جيئن سيني جي ان ۾ دلچسپي وڌي.

جيڪڏهن توهان پنهنجي گهر ۾ سال ۾ ڪيترين ئي ننڍين ننڍيون پارٽيون تقريبون ڪريو تہ انهن جو تعداد گهٽائي ايترين ننڍين تقريبن بدران سال ۾ صرف هڪ ئي معياري ۽ شاندار تقريب منعقد ڪريو جنهن ۾ هر ڪو شخص ڪاڏي پيتي جون سٺيون شيون ڪائي ۽ ايئن سمجهي تہ سندس نهايت قدر ڪيو ويو ۽ کين جوڳي اهميت ملي.

بهرحال توهان جي رويي مان ظاهر ٿيڻ گهرجي تہ توهان هڪ 'اعليٰ' ۽ 'مثالي' انسان آهيو.

### مثالي ماڻهو ٺاهڻ ٿا تہ ساڻن عزت ۽ احترام سان پيش اچو

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ توهان سڀ ڪان پهرين جنهن سان عزت ۽ احترام سان پيش اچو ٿا. اها توهان جي پنهنجي ئي ذات آهي. جو اوهان سٺو لباس پايو ٿا. سٺو ڪاڌو ڪائو ٿا ۽ اوهان جي سموري هلت چلت مان

شائستگي ۽ نفاست نظر اچي ٿي. 'اعليٰ' ۽ 'مثالي' ماڻهو سڀني سان پيار ۽ احترام سان پيش اچن ٿا. پنهنجي ان طرز عمل ۽ رويي ذريعي اهي ماڻهو ٻين کي سبق سيکارين ٿا تہ اهي بہ ساڻن عزت، وقار ۽ احترام ۽ پيار سان محبت سان پيش اچن. ڇو تہ اهي ماڻهو پنهنجي ذات ۽ ٻين ماڻهن سان هميشہ فڪر ۽ محتاط واري رويي سان پيش اچن ٿا. جيڪڏهن توهان ڪم ڪار ۾ سست آهيو، هميشہ دير سان ڪم ڪندڙ آهيو ۽ پنهنجي ذات سان بہ لاپرواهي ظاهر ڪريو ٿا تہ پوءِ توهان کي بہ پاڻ جهڙا ئي ماڻهو ملندا، جيڪي توهان سان بہ اهڙوئي سلوڪ ڪندا.

فرض ڪريو تہ جيڪڏهن 'اعليٰ' ۽ 'مثالي' ڪردار وارو ڪو شخ توهان سان ملڻ اچي رهيو آهي تہ توهان جو پهريون ردعمل ڇا هوندو؟ توهان جو ردعمل اهو هئڻ گهرجي تہ توهان اهو سوچي وٺو تہ ان سان گڏ ويهي توهان هڪ مزيدار مشروب پيئندؤ، سنو کاڌو کائيندؤ ۽ ايئن سٺي نموني وقت گذاريندؤ.

جيڪڏهن ڪنهن ملڪ جو سربراهہ توهان جي گهر اچي تہ خبر پوڻ تي سڀ کان ڇا اڳ توهان پنهنجي گهر جي صفائي ڪو نہ ڪرائيندؤ. ڇا ان لاءِ تمام سنو کاڌو تيار نہ ڪرائيندؤ. بلڪل اوهان ايئن ڪندؤ. پوءِ اهڙو سنو انتظام توهان پنهنجي پاڻ لاءِ ڇو نہ ٿا ڪريو. توهان بہ تہ اوترائي اهم آهيو جيترو ڪنهن ملڪ جو سربراهہ بس اوهان پاڻ کي اهميت ڏيڻ سکو.

ڳالهہ ايئن ختم ڪجي تہ ڪي ماڻهو ان لاءِ زندگيءَ جو هڪ خاص معيار اختيار ڪندا آهن، ان جو سبب اهو ڪونهي تہ ٻيا ساڻن ڪهڙو رويو رکندا آهن، پر اهي اصل ۾ پنهنجو پاڻ سان اهڙو سلوڪ ڪندا آهن. پر جڏهن توهان پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ هڪ خاص اعليٰ سطحي سهڪار حاصل ڪري ٿا وٺو تہ پوءِ توهان موٽ ۾ پنهنجي آسپاس جي ماڻهن کان بہ ساڳيو سلوڪ اختيار ڪريو ٿا توهان کي اتي سڏايو وڃي ٿو جتي اهو اعليٰ سطحي معيار موجود هجي ٿو. اهو صرف ان لاءِ آهي تہ توهان هڪ 'اعليٰ' ۽ 'مثالي' انسان آهيو.





## حصو پنجون

# ڪاميابي ۽ دولت هڪٻئي سان سلهاڙيل

دولت حاصل ڪرڻ جا گُر سيکاريندڙ واليس ڊي واٽلز هڪ ميڙاڪي ۾ چيو هو تہ:

"جهڙيءَ ريت الجبرا لاءِ مجيل اصول مقرر آهن، اهڙي ئي نموني دولت حاصل ڪرڻ لاءِ بہ ڪي مجيل اصول ۽ طريقا موجود آهن. اهڙا ڪيترا طريقا ۽ اصول موجود آهن، جن ذريعي دولت حاصل ڪري سگهجي ٿي. ڪو شخ انهن طريقن کي سکي وٺي ۽ انهن کي اختيار بہ ڪري ٿو تہ پوءِ پڪ سان اهو دولتمند ٿي ويندو."

31

# دولت صحيح خرچ ڪيو

ٽي هارو ايڪر چوائي ٿو:

”دولت حاصل ڪرڻ جو به هڪ خاص طريقو آهي، ڪيترن ماڻهن کي ان جي باري ۾ ڄاڻ ئي ڪونهي، جو تمام گهڻا ماڻهو مالي طور ڪامياب نه ٿا ٿين. دولت کان محروم ٿيڻ ڪو مسئلو ڪونهي پر ان ڳالهه جي علامت آهي ته توهان جي اندر جي حالت ڇا آهي؟“

دنيا جي هر شيءَ وانگر مالي ڪاميابيءَ جي شروعات به ذهن سان ئي ٿئي ٿي. توهان کي اهو فيصلو ڪرڻو آهي ته توهان جي مرضي ڪهڙي آهي. تنهن کان پوءِ پاڻ کي پڪ ڏياريو ته مالي ڪاميابي توهان جو حق آهيڊ ته پوءِ ان تي ان انداز ۾ ڌيان ڏيو ۽ ان بابت سوچيو ته جڻ توهان کي مالي ڪاميابي اڳ ۾ ئي حاصل ٿي چڪي آهي ۽ آخر ۾ پنهنجو پاڻ سان اهو واعدو ڪريو ته لڳاتار ۽ پڪي ارادي سان جدوجهد مستقل مزاجيءَ جي صورت ۾ اهو ڪم توهان لاءِ ڪافي ڏکي ڳالهه ڪونهي.

هن دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو مالي ڪاميابيءَ لاءِ پهريون قدم کڻڻ کان به لاچار آهن گهڻو ڪري دولت جي محدود مفهوم کان واقف هوندا آهن ۽ سدائين ان اُڻ تڻ ۾ هوندا آهن ته اهي مالي ڪاميابيءَ جي لائق آهن به يا نه.

## هاڪاري سوچ ۽ رويو پنهنجايو

دولتمند بڻجڻ لاءِ ضروري آهي ته دولت بابت ڪنهن به ناڪاري سوچ کي ختم ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ اها ڳالهه ڪجهه عجيب ٿي لڳي ته اسين

دولت بابت اهڙو رويو اختيار ڪريون. پر اسان جي دماغ ۾ ننڍي هوندي کان ئي اها سوچ ويهاري ويندي آهي. ممڪن آهي ته جواني جي ڏينهن ۾ توهان هي ٻڌو هجي ته:

- نوٽ وڻن تي ته نه ٿا ڦٽن.
- ايترا ڏوڪڙ ڪونهن جو ضرورتون پوريون ٿي سگهن.
- دولت ڪمائڻ لاءِ دولت جي ضرورت هوندي.
- دولت سمورن خرابين جي پاڙ.
- جن ماڻهن وٽ دولت هوندي آهي، اهي خراب ۽ غير مهذب هوندا.
- ڀن ماڻهن وٽ تمام گهڻي دولت هوندي هڪ خود غرض پيا خود پرست.
- هر هڪ ماڻهو لک پتي نه ٿو بڻجي سگهي.
- توهان خوشي پئسن سان نه ٿا خريد ڪري سگهو.
- دولتمند ماڻهن کي صرف دولت جو ئي خيال هوندو.
- دولتمند ماڻهو روحانيت نه ٿو حاصل ڪري سگهي.

توهان کي اهڙي قسم جا پيغام ننڍپڻ ۾ ئي ملڻ شروع ٿي ٿا وڃن، جيڪي اصل ۾ توهان جي مالي ڪاميابيءَ کي ڏڪي، سست ۽ ختم ڪري سگهن ٿا. چاڪاڻ ته اهڙن ڪهاوتن جي اثرن سبب توهان جي لاشعور ۾ هڪ قسم جي سرگرمي ۽ اڻ گهڙيل حالت سامهون اچي ٿي، جيڪا توهان جي شعوري خواهشن جي ابتڙ آهي.

توهان جي ننڍپڻ ۾ پرورش دوران ۽ جيئن جيئن توهان وڏا ٿيندا ويا ته 'دولت' بابت توهان جي ماءُ پيءُ، استادن، مذهبي اڳواڻ، دوستن ۽ مٿن مائٽن توهان کي ڇا پڙهايو ۽ سيکاريو؟

ڪي ماڻهو اهو چون ٿا ته دولت پورهيتن جي استحصال سان حاصل ٿئي ٿي. اهو به چيو ٿو وڃي ته دولت پاڻ ئي پاڻ نه ٿي ملي، نه ئي اها وڻ ۾ ميووي وانگر ملي ٿي ۽ اها تڪليفن سان ملي ٿي.

اپني جي عمر ان وقت 30 سال هئي، جڏهن هن منهنجن سيمينارن ۾ شرڪت شروع ڪئي. ڪيس ورثي ۾ تمام گهڻي دولت ملي هئي، پر ڪيس دولت کان نفرت هئي. ڪنهن سيمينار ۾ دولت جو ذڪر ايندو هو ته هوءَ رڙيون ڪرڻ لڳندي هئي ته ان دولت سنڌس ڪٽنب کي تباهه ڪري ڇڏيو





آهي. سنڌس پيءُ جنهن وٽ بي حساب دولت هئي، اهو ڪڏهن به گهر ۾ نه رهيو. سنڌس به ٽي ڪم هئا يا ته دولت ڪمائڻ لاءِ گهر کان ٻاهر هوندو هو يا وري دولت کي خرچ ڪرڻ لاءِ دنيا جي سير تفريح ۾ لڳو پيو هوندو هو.

نتيجو اهو نڪتو جو سنڌس ماءُ مڙس جي مٿس ۽ گهر تي ڌيان نه ڏيڻ سبب هوءَ نشو ڪرڻ لڳي. هوءَ شراب پي پنهنجو غم متائيندي رهي يا ٻارن سان وڙهندي هئي. گهر ۾ ماءُ ۽ ٻارن ۾ هميشه جهيڙا پيا ٿيندا هئا ۽ سنڌن گهرو ماحول تباهه ٿي ويو. سنڌن ننڍپڻ نهايت تڪليفن ۾ گذريو. هوءَ ذهني پيڙاءُ ۾ رهي، پر هن پنهنجي پيءُ جي دولت حاصل ڪرڻ لاءِ ديوانگيءَ ۽ لالچ کي پنهنجي تڪليف ۽ مصيبت جو اصل سبب سمجهڻ بدران، هڪ ٻار جي حيثيت سان دولت کي ئي خراب سمجهڻ شروع ڪيو. جيئن ته اپنيءَ ننڍپڻ ۾ هن دولت هوندي به ڪافي پريشانيون ۽ تڪليفون سٺيون، سنڌس ننڍپڻ ۾ سمورا فيصلا جذباتي پريشانين ۾ ڪيا ويا. تنهن ڪري اهي فيصلا سنڌس دل ۽ دماغ ۾ گهر ڪري ويهي رهيا ۽ اهي ناڪاري سوچن ويهن سالن تائين سنڌس دماغ جي ڪنڊ ۾ ڪُپ ڪوڙي ويٺيون.

اها ڪهاڻي مون توهان کي ان ڪري ٻڌائي ته ڏسو ڪيئن نه دولت هوندي درست دڳ تي نه هلڻ يا دولت جي درست استعمال نه ڪرڻ سبب ڪري گهر تباهه ٿي ٿا وڃن ۽ ان کان سواءِ به توهان کان دولت جي سلسلي ۾ پيا به اهڙا غلط فيصلا ٿي ٿا وڃن، جنهن ڪري توهان ان دولت کان تمام پري هليا ٿا وڃو.

### 1. پيءُ کان وڌيڪ دولت ڪمائڻ جو حق ناهي

اسڪاٽ جي عمر 18 سال هئي ۽ هڪ انشورنس ڪمپنيءَ سان ڪم ڪندي کيس اڃا مهينو مس پورو ٿيو هو ته کيس ڪميشن طور 856 ڊالر مليا. سنڌس پيءُ جي عمر 46 سال هئي ۽ اهو پاڻ به انشورنس ڪمپنيءَ ۾ ئي ڪم ڪندو هو ۽ هڪ مهيني کان پوءِ نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ وارو هو. اسڪاٽ جي پيءُ کي پگهار جو جيڪو چيڪ ملندو هو اهو 1360 ڊالر هو. اسڪاٽ پنهنجي دل ۾ سوچيو ته، "آءٌ پنهنجي پيءُ کي ڇا ٿو چئي سگهان. آءٌ ان عظيم ۽ شريف النفس انسان کي پنهنجي ۽ سنڌس وچ ۾ اهميت جي فرق کي ڪيئن سمجهايان؟"

پوءِ اسڪاٽ لاشعور ۾ فيصلو ڪيو تہ هو پنهنجي پيءُ کان وڌيڪ دولت نہ ڪمائيندو تہ جيئن سندس پيءُ کي ذهني تڪليف نہ ٿئي.

### 2. دولت جي حاصلات لاءِ خانداني اصولن جي پيچڪڙي

ٽوني هڪ مزدور جي گهر ۾ نپيو ۽ وڏو ٿيو. سندس پيءُ مالهي هو ۽ دولت مند ڪٽنبن جي باغن ۾ ڪم ڪندو هو. دولتمند ماڻهن تي پروسو نہ ڪيو ويندو آهي ۽ انهن کي گهٽ ذهن وارو سمجهيو ويندو آهي. جيڪي گهٽ حيثيت وارن ماڻهن کي هر وقت گاريون يا چڙٻون پيا ڏيندا آهن. ٽوني جي پيءُ هڪ عام مزدور جي زندگيءَ کي ئي ترجيح ڏني. دولتمند ٿيڻ جو مطلب خانداني اصولن جي پيچڪڙي هئي، چاڪاڻ تہ سندس وڏن بہ ڪڏهن دولتمند بڻجڻ لاءِ نہ سوچيو ۽ نہ ئي ڪوشش ڪئي.

### 3. دولتمندي هڪ بوجهہ

جارج جي پيءُ وٽ تمام گهٽي دولت آهي. جارج جي پيءُ ڪيس سندس پسند موجب هڪ تمام قيمتي تحفو وٺي ڏنو پر گڏوگڏ ڪيس اهو بہ ٻڌايائين تہ هاڻي ان جي سنڀالڻ جي ذميداري بہ سندس ئي آهي. بهرحال جارج جي ننڍپڻ ۾ ساڻس ٿيل ان واقعي ڪيس ذهن ۾ اها ڳالهہ ويهاري ڇڏي تہ توهان تمام گهٽي دولت حاصل ڪئي تہ پوءِ ان کي سنڀالڻ جي ذميداري بہ توهان جي پنهنجي هوندي، تنهن ڪري جارج دولت جي خواهش هوندي بہ ان کي سنڀالڻ جي ذميداريءَ کان بچڻ لاءِ ان کان پري ٿيندو ويو.

باب پراڪٽر چيو آهي تہ، ”توهان کي اها ڳالهہ هر حالت ۾ سمجهڻ گهرجي تہ بئنڪ اڪائونٽ، ڪاروبار، صحت، سماجي زندگي ۽ آفيس عهدي جي باوجود حالت، توهان جي گذريل سوچ جي عملي اظهار کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونهي. جيڪڏهن توهان پنهنجي عملي واقعي ۾ سنجيدگيءَ سان تبديلي آڻڻ ۽ بهتريءَ ۾ دلچسپي رکو ٿا تہ پوءِ توهان کي ڪپي تہ لازمي طور يڪدم پنهنجا خيال بدلايو.“

### ناڪاري رويي کي بدلائڻ لاءِ ٽي وکون

توهان کي ننڍپڻ ۾ ئي دولت بابت جيڪي تصور ذهن ۾ ويهاري ويا آهن، انهن کي رڳو هڪ سادي ۽ زبردست طريقي سان بهتر ۽ وڏيڪ اختيار





تصورن ۾ بدلائي سگهجن ٿا ۽ اهو طريقو ٽن ڳالهين تي مشتمل آهي. جيڪڏهن توهان اها ئي مشق پنهنجن ساٿين يا ننڍڙي گروپ جي صورت ۾ گڏجي ڪريو تہ توهان کي ان ۾ اجا وڌيڪ مزو ايندو.

**1. غلط خيالن کي لکو**

سمورين خرابين جي پاڙ دولت آهي.

**2. ناڪاري خيالن تي بحث ڪري اهي غلط ثابت ڪريو**

توهان اهو ڪم، انهن پراڻن ۽ دقيانوسي خيالن جي مقابلي ۾ نون ۽ سٺن خيالن کي ظاهر ڪري ۽ لکي ڪري سگهو ٿا. توهان ان کي وڌ ۾ وڌي خوشگوار ثاهي سگهو ٿا، توهان جي شعور ۾ هڪ زبردست تبديلي هن ريت پيدا ٿي سگهي ٿي تہ توهان سوچيو:

- دولت انسانيت جو بنياد
- دولت تمام گهٽين تفريحن جو بنياد
- دولت صرف انهن ماڻهن لاءِ خراب ثابت ٿي سگهي ٿي، جيڪي اصل ۾ پاڻ ئي خراب هجن.
- پر آءٌ تہ هڪ نهايت مهربان ۽ پيارو انسان آهيان ۽ ان دولت کي سموري دنيا ۽ ان ۾ رهندڙ ماڻهن جي پلائيءَ لاءِ استعمال ڪري سگهان ٿو.

توهان دولت بابت پنهنجن خيالن کي هڪ پني تي لکي، انهن کي وڏي واڪ پڙهي پاڻ ۾ اعتماد ۽ يقين پيدا ڪري سگهو ٿا.

**3. نئون ۽ بهتر سوچيو**

دولت بابت پنهنجن پراڻن ۽ دقيانوسي خيالن کي نون ۽ سٺن خيالن ۾ بدلائڻ لاءِ هي آخري قدم آهي. توهان کي اهڙي ڪنهن ”زبردست خيال“ ظاهر ڪرڻ جي ضرورت آهي، جنهن کي ٻڌائڻ کان پوءِ توهان جي رڳ رڳ ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وڃي. جڏهن اها خوشگوار ۽ هيجان پيدا ڪندڙ لهر توهان جي بدن ۾ پکڙجي وڃي تہ پوءِ توهان پنهنجي ڪمري ۾ هلندي اهي نيون ڳالهيون ۽ بيان ورجائيندا رهو. اهو سلسلو گهٽ ۾ گهٽ هڪ مهيني تائين جاري رکو ۽ پوءِ اها توهان جي مستقل عادت بڻجي ويندي، توهان اهو چوڻ جي ڪوشش ڪريو تہ:

”جڏهن مون وٽ دولت ايندي تہ اها منهنجي لاءِ پيار خوشي ۽

پلائيءَ جو سبب هوندي.“

ياد رکو! ته مالي ڪاميابيءَ بابت تصور ۽ خيال پاڻمرادو پيدا نه ٿيا ٿين. توهان کي کپي ته توهان انهن تصورن بابت سوچيو جيڪي خوشحاليءَ تي مشتمل هجن. توهان کي گهرجي ته خوشحاليءَ ۽ مالي ڪاميابيءَ بابت اهي خيال هر وقت ذهن ۾ آڻيندا وڃو ۽ مالي ڪاميابيءَ جي سلسلي ۾ سمورو ڌيان ڏيو. جڏهن توهان شعوري طور ۽ جاڙي واڙي اهي خيال پنهنجي ذهن ۾ آڻيندا ويندؤ ته پوءِ پراڻا ۽ غلط خيال آهستي آهستي توهان جي ذهن مان متجندا ويندا ۽ انهن جي جاءِ سنا ۽ نوان خيال والاريندا ويندا. هيٺ ڪي اهڙيون وڌيڪ ڳالهيون ٻڌائجن ٿيون، جن ذريعي توهان مقصد حاصل ڪري سگهو ٿا.

- خدا اسان کي گهڻيون نعمتون ڏنيون آهن ۽ مون کي نهايت تيزيءَ سان تمام گهڻي دولت حاصل ٿي رهي آهي، جيڪا اسان سڀني لاءِ بهتر ثابت ٿي رهي آهي.
- هاڻي مون وٽ سوچ کان به وڌيڪ دولت آهي.
- دولت مون کي ڪيترن ئي غير امڪاني ذريعن مان حاصل ٿي.
- آءٌ پنهنجي سموريءَ دولت کي سٺي نموني استعمال ڪري رهيو آهيان.
- پلي آءٌ ڪم ڪري رهيو هجان، راند ۾ مصروف هجان يا ننڊ ۾ ته به منهنجي دولت ۾ اضافو ٿي وڃي ٿو.
- مون کي سموريءَ سيڙپ مان نفعو حاصل ٿي پيو.
- ماڻهو نهايت پيار ۽ محبت سان مون کي دولت پيش ڪن ٿا ۽ آءٌ ان مان وڌ ۾ وڌ مزو ماڻيان ٿو.

جڏهن توهان سٺن خيالن ۽ اميدن کي ورجايو ٿا ته جڻ ان سان اڳ ۾ ئي پيدا ٿيل جذبن ۽ احساسن کي ورجايو ٿا ۽ انهن کي ورجائي پنهنجي لاشعور ۾ نقش ڪري سگهو ٿا.

### لکپتي ٿيڻ بابت گهڻو سوچيو

جڏهن توهان دولت حاصل ڪرڻ يا ٻئي مقصد لاءِ پنهنجي پاران سٺن





۽ تصورن کي ظاهر ڪريو ٿا ته پوءِ توهان کي اڪثر ناڪاري ۽ غلط خيالن ۽ تصورن کي به منهن ڏيڻو پوي ٿو. مثال طور، ”توهان ڪنهن کي دوکو ڏيئي رهيا آهيو؟“ ”توهان ڪڏهن به دولتمند بڻجي نه ٿا سگهو.“ ۽ ”مون کي ڪيترا پيرا توهان کي اها ڳالهه ٻڌائڻي پوندي ته.. “ جڏهن اهڙي قسم جا ناڪاري خيال توهان اڳيان اچن ته پهرين انهن کي لکڻ شروع ڪريو. تنهن کان پوءِ پنهنجون اکيون بند ڪري اهي تصور ظاهر ڪرڻ شروع ڪري ڏيو. جيڪي انهن مخالف خيالن سان لاڳاپيل هجن.

اسان سڀني ۾ هڪ اهڙي خواهش موجود آهي، جنهن ذريعي اسين انهن خيالن سان مهاڏو اٽڪائي سگهون ٿا يا انهن کي نظرانداز ڪري سگهون ٿا. پر اهي ناڪاري خيال ۽ تصور توهان کي گهڻيءَ دير تائين منجهائي رکن ٿا. هاڻي اها توهان جي ذميداري آهي ته انهن ناڪاري خيالن ۽ تصورن کي مڪمل طور تي محسوس ڪريو ۽ پوءِ انهن سان مهاڏو ڏيو. جيتوڻيڪ توهان ان عمل کي ڪليل يا بند اکين سان ڪري سگهو ٿا، پر ڪيترن ماڻهن جو خيال آهي ته اهي بند اکين سان بهتر خيالن ۽ تصورن جو وڌيڪ بهتر اظهار ڪري سگهن ٿا. هر ڪنهن کي پنهنجي مرضيءَ جو طريقو اختيار ڪرڻ ڏيو.

تنهن ڪري دولت بابت توهان کي جڏهن به ڪو خراب يا مخالف تصور ذهن ۾ اچي، پريشان ڪري يا رنڊڪ وجهي ته پوءِ توهان اهو آسان طريقو استعمال ڪريو.

### وقتي احساس

جڏهن توهان دولت بابت غلط ۽ مخالف خيالن ۽ تصورن ۾ اچي وڃو ته پوءِ پنهنجي احساسن تي وڌيڪ ڌيان ڏيو.

### خيالن جو آڌرياءُ

انهن خيالن ۽ تصورن جو آڌرياءُ ڪريو ۽ جيترو ٿي سگهي، انهن کي پنهنجي اندر اچڻ ڏيو.

### خيالن کي نظرانداز ڪرڻ

توهان اهو سوال پنهنجو پاڻ کان پڇو ته ڇا توهان اهڙن خيالن ۽

تصورن کي نظرانداز ڪري سگھو ٿا. پوءِ ها يا نہ ۾ جيڪو بہ جواب اچي اهو قابل قبول آهي.

پنهنجو پاڻ کان پڇو تہ ڇا آءٌ انهن خيالن ۽ تصورن کي نظرانداز ڪرڻ لاءِ تيار آهيان؟ جيڪڏهن ان جو جواب 'نہ' آهي، پر پوءِ؟ بہ توهان کي يقين نہ ٿو اچي تہ پوءِ پاڻ کان هي سوال پڇو تہ "ڇا مون کي اهو احساس ٿئي ها" ۽ "يا مون کي قطعي اهو احساس نہ ٿئي ها."

جيڪڏهن پوءِ بہ توهان کي ڪجھ محسوس ٿئي تہ پوءِ وري پاڻ کان نئون سوال پڇو.

ڪڏهن؟

پاڻ کان پڇو: "ڪڏهن؟"

اهو صرف محسوس نہ ڪرڻ جو 'بهانو' آهي. ياد رکڻ يا انهن کي نظرانداز ڪرڻ جو فيصلو توهان جو پنهنجو آهي، جنهن کي توهان ڪڏهن بہ استعمال ڪري سگھو ٿا.

هن عمل کي ورجائيندا رهو تہ ڪنهن بہ خيال ۽ احساس کي نظرانداز ڪري سگھو.

## موجودگي

ياد رکو تہ دولت ۽ دولت کي حاصل ڪرڻ کي پنهنجي روزاني خيالن ۽ تصورن ۾ ايئن شامل ڪري ڇڏيو تہ ڄڻ توهان اهو ڏسي رهيا آهيو تہ توهان جو مقصد اڳ ۾ ئي پورو ٿي چڪو آهي.

پهرين ان يقين کي تصور جي نظر ۾ ڏسو تہ توهان پنهنجو پگھار وصول ڪري رهيا آهيو يا مسواڙ تي ڏنل گھرن جي مسواڙ وصول ڪري رهيا آهيون. توهان کي ماڻهو پنهنجا قرض واپس ڪري رهيا آهن.

تصورن ۾ پنهنجي بئنڪ اڪائونٽن جا اهي تفصيل ڏسو جن ۾ توهان کي پنهنجي گڏ ڪيل تمام گھڻي دولت جا تفصيل معلوم ٿي رهيا آهن. توهان جيڪي شيئر ورتا آهن، انهن تي توهان کي هيڪاندو نفعو ملي رهيو آهي.

هاڻي وري انهن سمورين شين جو تصور ڪريو. جيڪي توهان خريد





ڪري سگھو ٿا. تصور ڪريو تہ توهان کي دنيا جي بهترين ريشم مان تيار ڪيل لباس پاتل آهي. اهو بہ تصور ڪريو تہ توهان دنيا جي هڪ وڏي ۽ مهانگي "مساج گھر" ۾ پنهنجي بدن جو مساج ڪرائي رهيا آهيو. وڌيڪ اهو بہ تہ توهان تصور ڪريو تہ سمنڊ ۾ پيراڪي ڪري رهيا آهيو ۽ سامونڊي لهرن جي گجيءَ توهان جي سموري بدن کي ڍڪي ڇڏيو آهي ۽ ماحول حد کان وڌيڪ خوشگوار ٿي ويو آهي.

آخر ۾ اهو بہ تصور ڪريو تہ توهان انهن سمورين نعمتن لاءِ ڏٽي تعالىٰ جو شڪر ادا ڪري رهيا آهيو ۽ توهان کي اڃا وڌيڪ نعمتون ملي رهيون آهن. تنهن ڪري لڳاتار اهو تصور ڪندا رهو تہ توهان جيڪي ڪجھ چاهيو ٿا، اهو توهان کي اڳ ۾ ئي ملي چڪو آهي ۽ توهان هرحال ۾ خوش آهيو.

32

# مقصد کي ضرور ماڻيو

ڊاڪٽر جان ڊيمارٽيني جو چوڻ آهي تہ:

”جيڪڏهن توهان دولت کي اهميت نہ ٿا ڏيو تہ ان جي حاصلات جي ڪوشش بہ نہ ٿا ڪريو ۽ ان کان محروم رهو ٿا. توهان دولت کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو جو اها بہ اوهان جي ڳولا ۾ آهي. جيڪڏهن دولت حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ توهان جي دل ۾ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ پڪي خواهش هجي.“

زندگيءَ بابت چيو ويندو آهي تہ ان ۾ توهان جيڪو مقصد ذهن ۾ رکي اڳتي وڌندؤ اهو ئي توهان کي حاصل ٿيندو. ڪا نئين نوڪري ڪرڻ، سڀ کان اهم اهو تہ مال ۽ دولت حاصل ڪري شاندار زندگي گذارڻ لاءِ خواهشن تي بہ اهو اصول لاڳو ٿئي ٿو.

## دولتمند ٿيڻ جو فيصلو ڪريو

دولتمند ٿيڻ جو هڪ طريقو اهو بہ آهي تہ توهان کي شعوري طور تي اهو فيصلو ڪرڻ کپي تہ توهان کي دولتمند ٿيڻو آهي.

آءٌ اڃا گريجوئيٽ اسڪول ۾ هئس تہ مون ان وقت ئي دولتمند ٿيڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو مون کي اڃا اها خبر ئي نہ هئي تہ دولتمند ٿيڻ مان اصل مراد ڇا آهي؟

يعني، مون کي جتي وڻي اتي سير تفريح لاءِ وڃان تہ ڪيسو خالي نہ هجي، ڪنهن وڏي شاپنگ سينٽر ي وڃي اجايو ”ونڊو شاپنگ“ نہ، پر حقيقي شاپنگ ڪريان ۽ جيڪو وڻي اهو سامان خريد ڪريان. يعني پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مون وٽ هر قسم جا ذريعا ۽ وسيلا موجود هجن.





جيڪڏهن توهان کي دولت جي خواهش آهي تہ پوءِ توهان کي دل جي گهرائين سان اهو فيصلو ڪرڻ گهرجي تہ توهان کي هرحال ۾ دولتمند ٿيڻو آهي. توهان جڏهن عمل جي رستي تي نڪري پوندؤ تہ رستا پاڻ ئي سولا ٿي ويندا ۽ توهان کي نيون نيون تلون دماغ ۾ اينديون. جنهن سان دولت حاصل ڪري سگهجي ٿي.

## دولتمنديءَ مان مراد ڇا؟

توهان کي ڪيتري دولت گهرجي. منهنجو هڪ دوت لکپتي ٿيڻ چاهي ٿو تہ ٻئي جي تہ ڪروڙ کان گهٽ تي اک ئي نہ ٿي ٻڌي ٽيون وري ان کان بہ هٽ اڳتي آهي، ڪيس وري پنج ڪروڙ رپيا کپن.

منهنجا بہ دوست وڏ ۾ وڏ شاهوڪار ٿيڻ چاهين ٿا، پر انهن ۾ ايتريون صلاحيتون آهن،جو اهي ٿي بہ سگهن ٿا.

جيڪڏهن توهان اڃا تائين ان سلسلي ۾ فيصلو نہ ڪيو آهي تہ توهان چاهيو ڇا ٿا؟ ۽ اهو بہ تہ توهان جون مالي ضرورتون ڪهڙيون آهن؟ تہ ڪجهہ وقت ڪڍي اهو فيصلو ڪري وٺو اهو يقين ڪري وٺو تہ توهان جي مقصد ۾ هيٺيون ڳالهيون شامل آهن:

- تائين آءٌ... ڊالر حاصل ڪري وٺندس.
- ايندڙ سال تائين.... ڊالر ڪمائي وٺندس.
- هر مهيني... ڊالر بچائي ڪٿي سيڙپ ڪندس.
- ... ڊالر ڪمائي قرض ڀريندس.

## دولتمندي لاءِ گهڻو خرچ ايندو؟

جڏهن توهان دولت حاصل ڪرڻ ۾ مصروف هوندا آهيو تہ ياد رکو تہ توهان جي هڪ اهڙي زندگي آهي، جنهن کي توهان ”اڄ“گذارڻ چاهيو ٿا ۽ هڪ ٻي زندگي آهي، جنههن کي ”مستقبل“ ۾ گذارڻ ٿا چاهيو.

توهان هن وقت جيڪا زندگي گذاري رهيا آهيو اها زندگي اها آهي، جيڪا توهان جي گذريل خيالن جو نتيجو آهي، جڏهن تہ ”مستقبل“ ۾ واري زندگي توهان جي موجوده خيالن جو نتيجو هوندو.

اهڙي قسم جي زندگي، جيڪا اڄ کان هڪ ٻن يا ٽن سالن کان پوءِ

گذرندي ۾ اها زندگي، جيڪا توهان نوڪريءَ کان رٽائر ٿيڻ بعد گذاريندؤ.

جيڪڏهن توهان کي خبر نہ آهي تہ پوءِ پڇاڳاڇا ڪريو تہ ايندڙ سال زندگي گذارڻ تي ڪيترو خرچ ايندو ۽ ان دوران مختلف استعمال جي شين جي قيمت ڪيتري هوندي. انهن شين ۾ مسواڙ، کاڌخوراڪ، لباس، طبي امداد، گاڏيون، سهوليتون، تعليم، موڪلون، سير سپاٽو انشورنس، بچت ۽ سيڙپ وغيره سڀ شامل آهن.

توهان ڪنهن شاندار ريسٽورينٽ ۾ لنچ ڪري رهيا آهيو، پنهنجي پسنديده ڪار هلائي رهيا آهيو ۽ ڪو نئون گهر خريد ڪري رهيا آهيو تہ پنهنجي ذهن کي اهو چوڻ ۾ تصور ڪرڻ جي اجازت نہ ڏيو تہ اهي شيون حاصل ڪرڻ ناممڪن ۾ چريائپ آهي. توهان اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو تہ پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجو خواب حاصل ڪرڻ لاءِ توهان جو ڪيترو خرچ ايندو ۽ اهو خرچ ڪيترو بہ ٿي سگهي ٿو.

## رٽائرمينٽ بعد فيصلو

فيصلو ڪريو تہ جڏهن توهان نوڪريءَ تان رٽائر ٿيندؤ يا توهان کي پنهنجي موجوده طرز زندگيءَ برقرار رکڻ لاءِ ڪيتري دولت جي ضرورت پوندي. جيڪڏهن توهان کي چاليهہ هزار ماهوار جي ضرورت پوندي ۽ نوڪري ڇڏڻ وقت ڪپندو هو تہ توهان بہ 40 لک رپين جي سيڙپ ڪيل هجي. جيڪڏهن توهان سيڙپ ۾ هڪ 40 لک لڳايا آهن تہ توهان کي ان سيڙپ تي 20 سيڪڙو نفعو حاصل ٿئي ٿو تہ اهڙي نموني توهان کي ماهوار 66 هزار رپين جي آمدني ٿئي ٿي.

ان آمدني جي ڪارائتي هجڻ جو دارومدار مختلف ڳالهين تي آهي. مثال طور ڇا توهان پنهنجي گهر جي قيمت پري چڏي آهي. توهان ڪيترن ماڻهن جي ڪفالت ڪريو پيا. توهان ڪهڙي قسم جي زندگي گذارڻ چاهيو ٿا.

بهرحال مٿي ذڪر ڪيل رقم توهان جي گهربل زندگي گذارڻ لاءِ ڪافي ڪونهي. وڏيڪ اهو بہ تہ جيڪڏهن توهان سياحت تي وڃڻ چاهيو ٿا ۽ هڪ سرگرم زندگي گذارڻ چاهيو ٿا تہ بہ اها رقم توهان لاءِ مناسب ۽ ڪافي ڪونهي.





## دولت بابت شعوري رويو

ڪيترائي ماڻهو پنهنجي دولت بابت شعوري رويو اختيار نہ ٿا ڪن. توهان جو مالي قدر ڇا آهي؟ يعني توهان جي ملڪيت مان قرض ۾ رهتن کي ڪاٽبو وجي تہ پوءِ توهان جي مالي حيثيت ڇا هوندي؟ توهان کي خبر آهي تہ توهان ڪيتري رقم بچائي آهي؟ ڇا توهان کي خبر آهي تہ توهان جا ماهوار غيرمستقل ۽ مستقل خرچ ڪهڙا ۽ ڪيترا آهن؟ توهان کي خبر آهي تہ توهان تي قرض ڪيترو آهي ۽ ان جو ڪيترو وياج ڀري رهيا آهيو؟ توهان پنهنجي وصيت لکي ڇڏي آهي ۽ ها تہ اها پراڻي وصيت آهي يا نئين سر لکي اٿوَ؟

جيڪڏهن توهان مالي طور تي ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ توهان کي دولت بابت شعوري رويو اختيار ڪرڻو پوندو. توهان کي نہ صرف اها خبر هئڻ کپي تہ توهان ڪاميابيءَ جي لحاظ کان هن وقت ڪٿي بيٺا آهيو؟ پر توهان ڪيتري قدر ڪاميابي حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا.

## پهرين وک: مالي حيثيت بابت ڄاڻ

جيڪڏهن توهان کي پنهنجي مالي حيثيت جي ڄاڻ ڪونهي تہ پوءِ هيٺيان قدم کڻڻ گهرجن.

1. اڪائونٽنٽ توهان کي مالي حيثيت کان واقف ڪري سگهي ٿو.
2. مالي معاملن ۾ تجربيڪار ماهر توهان جي مدد ڪري سگهن ٿا.
3. ڪهڙي بہ قسم جو هڪ سافٽ ويئر يا پروگرام خريد ڪريو، جنهن سان پنهنجي مالي حالت جو اندازو لڳائي سگهو ٿا.

## ٻي وک: رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ڇا گهرجي؟

ايندڙ مرحلي ۾ توهان کي اهو طئي ڪرڻو آهي تہ نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ توهان کي مالي طور ڪهڙيون ضرورتون پيش ايندين.

مالي معاملن بابت تجربيڪار شخ      توهان کي ٻڌائي سگهي ٿو تہ توهان کي ڪهڙي نموني ۽ ڪيتري رقم بچائڻ کپي، سيڙپ ڪرڻ کپي ۽ توهان کي مناسب آمدني حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتري قدرم سيڙپ ڪرڻي پوندي.

نوڪري ڇڏڻ کان پوءِ جڏهن توهان مالي طور تي خودمختيار ٿي ٿا وڃو ته توهان وٽ مناسب مقدار ۾ دولت اچي وڃي ٿي ته پوءِ توهان پنهنجي مرضيءَ موجب زندگيءَ جو مزو ماڻي سگهو ٿا.

### ٽين وڪ: خرچ بابت ڄاڻ

مشهور معاشي ماهر ايلن گرنيزپين گهرا ويچار ظاهر ڪندي چيو ته: ”اڄوڪي نسل ۾ معيشت جو وڏو مسئلو اهو آهي ته ماڻهن کي سنڌن مالي معاملن بابت ڪو شعور ئي ڪونهي.“

ڪيترن ماڻهن کي اها خبر ئي نه هوندي آهي ته اصل ۾ ڪين مهيني اندر ڪيتري رقم خرچ ڪرڻ ڪپي. جيڪڏهن توهان به اجا تائين پنهنجن انهن خرچن جو اندازو نه لڳايو آهي ته پوءِ پنهنجا مستقل ۽ غير مستقل ماهوار خرچ ڪنهن ڪاغذ تي لکي رکو. مثال طور: جاءِ جي مسواڙ ڪار جي قسط، ڪنهن ٻئي قرض جي قسط، انشورنس جو پريميم، ڪيبل جو بل پاڻي ۽ بجلي ۽ گئس جو بل وغيره.

گذريل ڇهن کان ٻارنهن مهينن جي ماهوار خرچن جو سراسر حساب ڪڍو ۽ پوءِ آخر ۾ توهان هلندڙ مهيني ٽيل هر ننڍي وڏي خرچ جو تفصيل به پني تي لکندا وڃو پوءِ انهن کي گڏ ڪريو ته جيئن توهان کي پنهنجي سڄي مهيني جي خرچ جو تفصيل معلوم ٿئي. انهن شين ۽ معاملن جو جائزو وٺو جن جي توهان کي هر حال ۾ ادائگي ڪرڻي آهي ۽ انهن خرچن جو به جائزو وٺو جيڪي توهان پنهنجي مرضيءَ موجب ڪرڻ چاهيو ٿا. ان طريقي سان توهان کي پنهنجي خرچن جو چڱيءَ ريت اندازو ٿي ويندو.

### چوٿين وڪ: مالي معاملن بابت شعور ماڻيو

مالي مامرن جي باري ۾ برٽ ڪيوا ساڪي چيو هو ته، ”اسان کي اسڪولن ۾ مالي معاملن بابت ڪنهن به قسم جو شعور يا ڄاڻ نه ٿي ڏني وڃي. واقفيت رکڻ لاءِ اسان کي پنهنجي سوچ ۾ تبديلي آڻڻ جي ضرورت آهي ان تبديليءَ لاءِ سخت محنت ۽ وقت کپي.“

توهان کي نه صرف پنهنجا مالي مقصد حاصل ڪرڻ ۽ هر مهيني پنهنجين خرچن تي نظر رکڻ لاءِ مالي معاملن بابت شعوري طور تي واقف





رهڻ جي ضرورت آهي، پر توهان کي اهو به سمجهڻ کپي ته دولت حاصل ڪرڻ ۽ سيڙپ بابت واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن هڪ معلوماتي ڪتاب يا رسالي کي پڙهو. مالي معاملن بابت وڌ ۾ وڌ معلومات ۽ شعور حاصل ڪرڻ جو هڪ طريقو اهو به آهي ته اهڙن پيشيور ماڻهن سان رابطو ڪريو، جيڪي توهان کي توهان جي ايندڙ مالي معاملن ۾ مهارت پيدا ڪرڻ جا طريقا سيکارين ۽ بچت جا گُر ٻڌائين.

مارڪ ۽ شيلا پنهنجا ٻار به پالي رهيا هئا ته گڏوگڏ ٻي نوڪري به ڪري رهيا هئا. کين اهو خيال نه آيو ته ڪو وڌ ۾ وڌ دولت ڪمائي، مالي طور تي خوشحال ٿين. اهي سخت محنت ۽ پورهئي ۾ مشغول هئا.

پنهنجن نوڪرين مان رٽائر ٿيڻ کان هو پنهنجي ڪافي گڏ ڪيل رقم کان محروم ٿي ويا. مهانگائي ۽ خرچ وڌي ويا. پوءِ هنن بهتر رستو اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هنن مختلف مالي سکيا پروگرامن ۾ شرڪت ڪئي. پوءِ سال ٻن ۾ هنن وٽ 15 اهڙا گهر موجود هئا، جن کي هنن مسواڙ تي ڏيئي ڇڏيو هو. انهن گهرن جي ماليت به ملين ڊالرن کان وڌيڪ هئي، جنهن مان هنن کي هر مهيني هڪ وڏي رقم ملندي رهي.

جيڪڏهن هنن لاءِ اها رقم ڪافي نه هجي ها ته اجا ڪو ٻيو ڪاروبار شروع ڪن ها، ڇو ته هو ڪهڙي به ڪاروبار لاءِ پنهنجو وقت ۽ رقم سيڙائڻ لاءِ هر وقت تيار رهندا هئا.

### دولت جا روپ

دولت جا ڪيترائي روپ آهن، ان سلسلي ۾ ڪيتريون ملڪيتون اهي به آهن، جيڪي اصل ۾ دولت ۾ نه ٿيون ليکيون وڃن، پر زندگيءَ لاءِ انهن جي اهميت ڪنهن دولت کان گهٽ ڪونهي. اهڙيءَ دولت کي چئن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

### آڳاٽا انساني دولت ۽ ا ا ا

توهان جو خاندان، صحت ڪردار، مثالي صلاحيتون، روحانيت، خوشحالي، اخلاقي قدر، لاڳاپا، عادتون، مستقبل ۽ ورثا وغيره.

### ذهني دولت ۽ ا ا ا

توهان جو عقل، سوچ روايتي تعليم، زندگيءَ جا تجربا (سٺا يا خراب) شهرت، ساک، نظريا، روايتون، قربتون صلاحيتون ۽ خوبيون وغيره.

### مالي دولت ۽ ا ا ا

توهان جي روڪ رقم، شيئر، رٽائرمينٽ تي مليل رقم، مختلف قسم جا ڪاروبار، جائيداد، مال دولت، ساز ۽ سامان (مالي ۽ مادي) وغيره.

شهري سهولتون حاصل ڪرڻ لاءِ توهان حڪومت کي ٽيڪس جي صورت ۾ جيڪا رقم ڏيو ٿا، تنهن ۾ هيٺيان عنصر شامل هوندا آهن:

توهان جا مختلف قسم جا ٽيڪس، حساب ڪتاب ۾ ڪٽوتيون خيراتي اداري کي ڏنل رقمون .





**33**

## پنهنجي فائدي جو فڪر ڪريو

دولت بابت اسٽارٽ ولڊي جو خيال آهي تہ:

”دولتمندي توهان جو پيدائشي حق آهي، جيڪڏهن توهان لکپتيءَ کان گهٽ دولتمند آهيو تہ توهان پنهنجي لاءِ رکيل دولت مان مناسب حصو وصول ڪيو آهي.“

توهان جي آمدنيءَ جو هر حصو توهان جو پنهنجو هجڻ گهرجي، ان جو مطلب تہ توهان جيڪي بہ دولت ڪمايو ان مان ڏهہ سيڪڙو ضرور بچايو ۽ ان رقم کي ڪنهن بہ صورت ۾ خرچ ۾ شامل نہ ڪريو. بچت ڪيل رقم آهستي آهستي وڌندي ويندي ۽ توهان جي ان آمدنيءَ سبب دولت ۾ بہ پاڻمرادو اضافو ٿيندو ويندو ۽ پوءِ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ نفعي تي نفعو حاصل ٿيڻ سان اها رقم تمام گهڻي وڌندي ويندي.

ڪيترائي ماڻهو رڳو ان ڪري دولتمند ٿي ويا، جو هنن پهرين پنهنجي فائدي جو فڪر ڪيو.

### ا رائتي ڪهاڻي

10 سيڪڙو بچت ڪرڻ جو اهو طريقو جيترو سولو آهي، اوترو ماڻهو ان تي ڌيان نہ ٿا ڏين. آءٌ هوائي جهاز مان لهي پنهنجي گهر وڃي رهيو هوس تہ ڊرائيور مون کي سچاڻي ورتو پڇيائين تہ ڪاميابيءَ لاءِ اهي ڪهڙا اصول آهن، ان نوجوان ڊرائيور جي عمر 28 سال هئي. جڏهن مون هن کي ٻڌايو تہ ڪيس گهرجي تہ هو پنهنجي هر آمدنيءَ جو ڏهہ سيڪڙو بچائيندو رهي ۽ پوءِ ان بچيل رقم کي سيڙائي اها ڳالهہ جڻ هڪ ڪن مان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍي ڇڏي. هن منهنجي ڳالهہ تي وري غور ڪيو ۽ منهنجي ٻڌايل طريقي

تي عمل شروع ڪيائين ۽ ڪجهه سالن کان پوءِ هو لکپتي سڏرائڻ لڳو.

### انوکو عجوبو

البرٽ آئن اسٽائن چيو هو ته، ”وياج مٿان وياج هن دنيا جو انوکو عجوبو آهي ۽ ان کان وڌيڪ زبردست شيءِ مون ڪڏهن نه ڏٺي آهي.“

جيڪڏهن توهان کي وياج مٿان وياج بابت ڪجهه معلوم ڪونهي ته پوءِ اچو ته توهان کي تفصيل سان سمجهائجي.

جيڪڏهن توهان ڏهه سيڪڙو وياج سان هڪ لک رپيا سيڙپ ڪريو ٿا ته پوءِ توهان کي ڏهه هزار رپيا انعام يا وياج طور ملندا ۽ سال جي آخر ۾ توهان جا اهي هڪ لک وڌي هڪ لک ڏهه هزار ٿي ويندا. جيڪڏهن توهان پنهنجي اها هڪ لک واري اصل رقم ۽ وياج جا 10 هزار رپيا بئنڪ مان نه ٿا ڪڍرايو ته توهان ٻئي سال وري انهيءَ رقم تي 11 هزار نفعو حاصل ڪندا. يعني وياج واري رقم ڏهه هزار بجاءِ اوهان کي 11 هزار ملندي، پوءِ وري توهان کي هڪ لک ايڪيهه هزار رپين تي وياج ملندو ۽ ايئن هر سال توهان جو نفعو گڏ ڪيل رقم تي ڏهه سيڪڙو جي حساب سان وڌندو ويندو. اهڙي نموني وقت گذرڻ سان توهان جي رقم ٻيڻي، ٽيڻي پوءِ چوڻي ۽ پوءِ ان کان به وڌيڪ ٿي ويندي.

توهان لاءِ اها خوشخبري آهي ته اهو پل توهان جو بهترين دوست هو، جڏهن توهان وياج مٿان وياج لاءِ سيڙپ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هاڻي توهان جيترو جلد ان تي عمل ڪندؤ توهان جو نفعو به اوترو ئي جلد وڌندو ويندو جنهن جا بهترين نتيجا نڪرندا.

### بچت ۽ سيڙپ ڪريو

دنيا ۾ جيڪي ماڻهو سڀ کان وڌيڪ رقم بچائين ٿا، اهي پنهنجي مالي معاملن ۾ سيڙپ کي سڀ کان اڳ اوليت ڏين ٿا. توهان بچت ۽ سيڙپ جي عادت اختيار ڪرڻ لاءِ هيئن ڪريو ته جيئن ئي توهان کي پگهار ملي ته توهان ان جو هڪ حصو اڳ ۾ ئي ڪوليل بچت اڪائونٽ ۾ جمع ڪرائي ڇڏيو. جنهن کان پوءِ شيئر ۽ جائداد ۾ سيڙپ ڪريو ڇڏيو ۽ گڏوگڏ هڪ ذاتي گهر به خريد ڪري وٺو ڪا به ملڪيت ناهڻ کان سواءِ توهان مسواڙي جاءِ ۾ رهي، جيڪا مسواڙ تي رقم وڃايو ٿا، اها توهان جو اندر نه تي ساڙي،





پر توهان جي رقم کي به ساڙي تي ڇڏي.

جڏهن توهان پنهنجي آمدنيءَ جو 10_ 15 سيڪڙو سيڙپ ۾ لڳائيندؤ ته قسمت جو ستارو چمڪڻ لڳندو. سڀ کان پهرين پنهنجي بچت ۽ سيڙپ تي ڌيان ڏيو، تنهن تي گذارو ڪريو. توهان جي ان رويي سان هينيان نتيجا نڪرندا.

1. توهان رقم وڃائڻ تي مجبور ٿي ويندؤ.
2. جيڪڏهن توهان وڌيڪ دولت حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ توهان اهي طريقا ڳولڻ تي مجبور ٿي ويندؤ جن جي ذريعي توهان وڌيڪ دولت حاصل ڪري سگهو ٿا.

پنهنجين بچتن کي ڪڏهن به شاندار زندگي گذارڻ ۾ استعمال نه ڪريو پنهنجي سيڙپ وڌائيندا رهو ۽ اهڙو مقام حاصل ڪريو جڏهن توهان پنهنجي سيڙپ مان حاصل ٿيل نفعي تي ڌيان ئي نه ڏيو پر اهو رويو ۽ طرزعمل تڏهن اختيار ڪريو جڏهن توهان وٽ واقعي مالي خودمختياري ۽ خرچ لاءِ مناسب رقم هجي.

### پهريون فائدو

هڪ ڊاڪٽر پنهنجي ساڳي پيشيواري ماڻهن کي اهو سيکاريندو آهي ته، پنهنجي ذاتي شخصيت ۽ پنهنجي لاءِ دولت ۾ ڪيئن اضافو ڪجي. هو نهايت دولتمند شخص آهي. سندس چوڻ آهي:

> ”جڏهن مون گهڻا سال اڳ پنهنجي ڪلينڪ کولي هئي ۽ مريضن کي ڏسڻ شروع ڪيا ته آءٌ سڀ کان اڳ ٻين ماڻهن جي مالي ضرورتن جو خيال رکندو هوس ۽ باقي بچيل رقم پاڻ رکندو هوس، پوءِ مون محسوس ڪيو ته جيڪي ماڻهو مون کان به اڳ ڇهن مهينن کان اهو ڪم ڪري رهيا آهن، انهن کي اهو سڀ ڪجهه وقت تي مليو وڃي. مون اهو طريقو بدلائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ سڀ کان اڳ پاڻ لاءِ رقم بچائڻ جو فيصلو ڪيم ۽ ايئن پهرين آءٌ پاڻ لاءِ رقم ليندو هوس، پوءِ باقي رقم مان ٽيڪس ڏيندو هوس ۽ پوءِ پنهنجي زندگيءَ جي روزمره جي خرچن تي خرچ ڪندو هوس.“

مون رقم ڪڍائڻ لاءِ خودڪار طريقو چونڊيو جنهن ڪان پوءِ منهنجي ته زندگي ئي بدلجي ويئي. جيڪڏهن منهنجا بل وڏي ٿا وڃن ۽ آمدني به اوتري نه ٿي ٿئي، ته به آءٌ پريشان نه ٿو ٿيان ۽ رقم به لڳاتار ڪڍائيندو رهندو آهيان. پراڻي نظام هيٺ جيڪڏهن اهي رقم گڏ ڪرڻ ۾ منهنجي مدد نه ڪن ها ته سندن پگهار به مون تي بار ٿي پوي ها. پر هاڻي مون اهو طريقو بدلائي ڇڏيو هو تنهن ڪري پريشانين ڪان آجو ٿي ويس.

## اصول

مالي خوشحالي جو هڪ بيو خاص اصول اهو آهي ته پنهنجي بچت مان پاهريان خرچ نه ڪريو. پنهنجي اصلي آمدنيءَ مان پنجاهه سيڪڙو يعني اڌو اڌ بچايو. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو ذاتي خرچ ماهوار 45 هزار ڊالر آهي ته اڳ ۾ ڪيس 90 هزار ڊالرن جي اضافي رقم ڪمائڻي پوندي. جيڪڏهن توهان چاليهه هزار ڊالرن جي ڪار خريدڻ چاهيو ٿا، پر ان لاءِ چاليهه هزار ڊالرن جي واڌو آمدني حاصل نه ٿا ڪري سگهو ته پوءِ توهان اها ڪار نه ٿا خريد ڪري سگهو. اصل حقيقت ۾ طريقو اهو آهي ته توهان پنهنجي زندگي گذارڻ جو معيار اوبستائين نه ٿا وڌائي سگهو جيستائين پنهنجي خرچن ڪان وڌيڪ رقم نه ٿا بچايو.

جيڪڏهن توهان پنهنجي بچت ۾ چاليهه هزار ڊالر وڌايا ته پوءِ توهان کي معلوم ٿيندو ته هاڻ اهو توهان جو حق آهي ته پنهنجي زندگي سٺي نموني گذاريو.

پنجاهه سيڪڙو بچائڻ جو اصول تمام تيزيءَ سان ڪروڙپتي بڻجڻ جو نسخو آهي.

ڪيترائي ماڻهو ايستائين رقم بچائڻ شروع نه ٿا ڪن، جيستائين هنن وٽ مناسب رقم بچت ٿي نه ٿي سگهي، پر اهو نيڪ طريقو ڪونهي. توهان اڄ کان ئي پنهنجي مستقبل جي بهتريءَ لاءِ رقم گڏ ڪرڻ شروع ڪري ڏيو. توهان جيترو جلدي ۽ جيتري وڌيڪ سيڙپ ڪندؤ اوترو ئي جلد مالي خودمختياري ۾ پاڻ پرو ٿي ويندؤ.

## لکپتي بڻجڻ

هڪ تحقيقي جائزي موجب 1980ع ۾ ڏيڍ ملين لک پتي آمريڪي هئا،





پوءِ 2000ع ۾ اهو تعداد وڌي ست ملين ٿي ويو. 2020ع تائين اهو تعداد لڳ ڀڳ پنجاهه ملين ماڻهن تائين وڌي ويندو. اهو به اندازو لڳايو ويو ته آمريڪا ۾ هر چئن منٽن ڪان پوءِ هڪ شخص لکپتي بڻجي ٿو وڃي. ٿورڙي رٿابندي ٿوري صحيح انتظام ۽ ڪوشش سان توهان به لک پتي بڻجي سگهو ٿا.

## لکپتيءَ مان مراد مشهوري ڪونهي

ٿي سگهي ٿو ته توهان اهو سوچيندا هجو ته لکپتيءَ مان مراد 'مشهوري' به آهي. اصل ۾ 99 سيڪڙو لکپتي سخت محنت ڪن ٿا، ڪيترن ئي طريقن سان رقم بچائين ۽ سيڙپ به ڪن ٿا.

اهڙي قسم جا ماڻهو ٽن قسم جي طريقن سان اها دولت ڪمائين ٿا.

هڪ واپاري ۽ هڪ ڪاروباري مالڪ جي حيثيت سان (ڪل لکپتي مان انهن جو حصو 75 سيڪڙو هوندو آهي) پوءِ اهي ماڻهو اچن ٿا، جيڪي ڪنهن ڪاروباري اداري جا وڏا سربراهه هوندا آهن. لکپتي هجڻ سان سندن حصو 10 سيڪڙو هوندو آهي. جهڙوڪ: ڊاڪٽر، وڪيل، ڏندن جا ماهر، تعميرات جا ماهر ۽ مالي ماهر. سامان جي وڪري واري عمل ۾ صلاحڪار طور ڪم ڪندڙن جو تعداد انهن ۾ 5 سيڪڙو آهي.

اصل ۾ آمريڪا ۾ لکپتي ماڻهن جي اڪثريت باقاعدگيءَ سان محنت ڪري ٿي. اهي پنهنجي آمدنيءَ موجب حياتي گذارين ٿا ۽ پنهنجي آمدنيءَ جو ڏهه ويهه سيڪڙو بچائي، پنهنجي ڪاروبار کان سواءِ جائداد جي خريداريءَ ۽ وڪري ۽ شيئرز ۾ سيڙپ ڪندا آهن اهي ماڻهو آهن، جيڪي گاڏين جي خريداري ۽ وڪري، هوٽلن،ڊبل روٽي، هيرن جواهرن جي ڪاٽين يا چوپائي مال پالڻ جي ڪاروبار سان لاڳاپيل يا مالڪ هوندا آهن.

## لکپتي ڪيئن ٿجي؟

پنهنجي آمدنيءَ مان خودڪار طريقي سان بچت هڪ اهڙو طريقو آهي، جنهن ذريعي توهان پاڻ مرادو لکپتي بڻجي سگهو ٿا. ان طريقي تحت توهان جي آمدني يا پگهار مان هڪ مقرر رقم پاڻ ئي توهان جي اڪائونٽ مان ڪٽجي ٿي وڃي ۽ توهان جي هدايت ۽ خواهش موجب سيڙپ ڪرڻ ۾ استعمال ٿيو وڃي ٿي. جڏهن توهان انهيءَ خودڪار ذريعي سان پنهنجي بچت کي سيڙپ ۾ لڳايو ٿا ته پوءِ توهان کي رقم بچائڻ ۽ سيڙپ ڪرڻ لاءِ

پاڻ تي ضابطو آڻڻ جي ڪوشش بہ نہ ٿي ڪرڻي پوي.

توهان جو مزاج بہ ان ۾ دخل نہ ٿو ڏئي. گهر جا اوچتا خرچ بہ رڪاوٽ نہ ٿا بڻجن. توهان پنهنجي سموري موڙي حاصل نہ ٿا ڪريو تہ ٽيڪس ڪٽجڻ کان بہ بچندا ٿا رهو تنهن ڪري توهان جي گڏ ڪيل رقم جي پائي پائي گڏ ٿي, وياج مٿان وياج ملڻ سبب توهان کي پاڻمرادو لکپتي بڻجڻ جو موقعو مهيا ڪري ٿي.

## ملڪيت کي وڌايو

رابرٽ ٿي ڪيوا ساڪي چيو هو تہ: "سڀ کان پهريون اصول تہ اهو آهي تہ توهان کي 'قرض' ۽ 'ملڪيت' ۾ فرق جي خبر هئڻ گهرجي, تنهن کان پوءِ توهان ملڪيت خريد ڪريو. غريب ۽ وچولي طبقي جا ماڻهو 'قرض' خريد ڪندا آهن, پر اهي انهن کي 'ملڪيت' نہ ٿا سمجهن. ملڪيت اها شيءِ آهي جنهن سان رقم منهنجي کيسي ۾ اچي ٿي ۽ قرض اها شيءِ آهي, جنهن سان رقم منهنجي کيسي مان نڪري ٿي."

ڪيترن ماڻهن جون حياتيون خواهشن ۽ خرچن جي گهيري ۾ هونديون آهن, پر ڪيترا بيا ماڻهو وري اهڙا هوندا آهن, جن جي 'سيڙپ' هيٺين نموني سندن مثالي صورتحال ظاهر ڪري ٿي.

| | |
|---|---|
| توهان جي آمدني | 100 سيڪڙو |
| توهان جا خرچ ۽ قرض | 50 سيڪڙو |
| توهان جي ملڪيت | 50 سيڪڙو |

تہ جائزو وٺو تہ دولتمند ماڻهو ڪهڙي نموني پنهنجي دولت وسيلي سيڙپ ڪن ٿا. اهي پنهنجي آمدنيءَ جي وڏي حصي ذريعي پنهنجي اثاثن, مثال طور جائيداد, نئين ڪاروبار, شيئرز ۽ سون خريد ڪن ٿا, جنهن سان کين وڌيڪ آمدني حاصل ٿئي ٿي. جيڪڏهن توهان بہ دولتمند ٿيڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ اهو طريقو اختيار ڪريو.

## سيڙپ جو فائدو

جڏهن توهان پنهنجي بچايل رقم مان سيڙپ ڪريو ٿا تہ توهان جي رقم وڌڻ شروع ٿي وڃي ٿي ۽ پوءِ توهان ان رقم کي اڃا وڌيڪ سيڙائڻ جا طريقا ڳولڻ ۾ لڳيو ٿا وڃو ۽ ايئن آخرڪار هڪ سٺو مالي صلاحڪار ڳولي ٿا وٺو.





**34**

# پنهنجي خرچن جي معمول ۾ مهارت ماڻيو

غيرضروري خرچ بابت ول راجرز جو خيال آهي تہ:

"اڪثر ماڻهو اڻڏٺل ماڻهن کي متاثر ڪرڻ لاءِ اهي شيون بہ خريد ڪن ٿا, جن جي کين ضرورت نہ هوندي آهي ۽ اهي شيون ان رقم ذريعي خريد ڪن ٿا, جيڪا سندن ڪمايل نہ هوندي آهي."

پنهنجي آمدنيءَ مان وڌ ۾ وڌ بچت ڪرڻ جو طريقو اهو آهي تہ صرف ضروري شين تي ئي رقم خرچ ڪئي وڃي ۽ غيرضروري ۽ ڏيکاءُ وارين شين کي قطعي طور تي نظرانداز ڪيو وڃي.

## گذريل سال ڪيترو خرچ ڪيو؟

ڪيترين اجاين شين تي رقم پاڻيءَ وانگر وهائڻ سان توهان جا مالي حدف ۽ مقصد ڪمزور ٿي ٿا وڃن ۽ انهن کي نقصان رسي سگهي ٿو پنهنجي ان طرز عمل سبب توهان قرضن ۾ وڪوڙجي سگهو ٿا.

جيڪڏهن توهان پنهنجن خرچن تي ڪنٽرول نہ ٿا ڪري سگهو تہ پوءِ هي طريقو استعمال ڪريو:

پنهنجي گهر ۾ موجود ڪٻٽ, سيف يا خاني کي کوليو ۽ هر اها شيءِ ڪڍي ٻاهر ڪريو جيڪا توهان گذريل سال استعمال نہ ڪئي هجي. انهن شين ۾ ڪپڙا, جوتا, سينگار جو سامان, بجليءَ جو سامان, بسترن جون چادرون, ٽوال, ڪمبل وغيره سميت هر اها شيءِ جيڪا توهان گذريل سال خريد تہ ڪئي, پر استعمال ۾ شامل نہ ڪئي. پوءِ انهن شين کي هڪ هنڌ گڏ ڪريو ۽ انهن لاءِ خرچ ڪيل قيمت بابت تفصيل لکي جوڙ ڪريو.

جڏهن اهو طريقو استعمال ڪريون ٿا ته اسان کي ڪيترين اهي شيون به ملي ٿيون وڃن، جنهن تي قيمت لکيل هوندي آهي. حقيقت اها آهي ته اهي مهانگيون شيون ۽ سامان جن کي توهان گذريل 3_4 سالن ۾ خريد ڪيو هو، تنهن کي توهان 2_3 دفعن کان وڌيڪ استعمال به نه ڪيو هوندو آهي، پر پوءِ به انهن جي خريداريءَ تي رقم وڃائي ڇڏي ۽ جڏهن توهان انهن سمورين شين جي قيمت جوڙيو ٿا ته اها ڪل رقم توهان جي موجوده سال جي ڪريڊٽ ڪارڊ جي ڪل ادا ٿيندڙ رقم کان به وڌيڪ هوندي آهي.

## روڪ رقم مان خريداري

پنهنجن انهن تمام گهڻن اجاين خرچن کان بچڻ جو هڪ سٺو طريقو اهو آهي ته تقريبن هر شيءِ رقم مان خريد ڪريو. توهان وٽ جيڪا روڪ رقم ڪيسي ۾ آهي، صرف تنهن مان خريداري ڪريو. روڪ رقم ذريعي خريداري ڪرڻ سان توهان کي پتو پوندو ته توهان جا پيا خريد ڪيو ۽ توهان کي احساس ٿيندو ته ڪيتري رقم مان جا پيا خريد ڪريو.

## ٿاٽ باٽ کان به پاسو

پنهنجي خرچن ۾ توازن لاءِ توهان پنهنجن اميراڻن ٺٺن کي به گهٽايو. ڪيترا ماڻهو اهڙا آهن، جيڪي صرف پنهنجن خرچن ۽ خريداري ۾ ٿورو هٿ روڪي گهڻو ڪجهه بچائي سگهن ٿا ۽ ان ذريعي وڏيءَ رقم جي سيڙپ ڪن ٿا. پڙهو ڪجهه مثال:

هڪ عورت نهايت باقاعدگيءَ سان 685 ڊالرن جون سينيما جون ٽڪيٽون رڳو 123 ڊالرن ۾ خريد ڪندي هئي. هوءَ اهي ٽڪيٽون صرف تڏهن خريد ڪندي هئي جڏهن انهن تي رعايت جو اعلان ڪيو ويندو هو.

هڪ شخص ڪارن جو ڪاروبار ڪندو آهي، پر ڪارون صرف تڏهن خريد ڪندو آهي، جڏهن اهو ڪاروبار عروج تي هوندو آهي ۽ پوءِ هو انهن ڪارن کي پنهنجي مرضيءَ جي قيمت تي وڪڻي پنهنجي آمدني وڌائي ٿو.

هڪ عورت نتِ نئين فيشن جا لباس پسند ڪندي آهي، پر اها انهن ڪيترن ئي عام دوڪانن تان خريد ڪرڻ بدران انهن کي تيار ڪندڙ





ڪارخانن مان وڃي خريد ڪندي آهي. اهڙيءَ ريت هوءَ پنهنجو شوق به پورو ڪري ٿي ۽ رقم به بچائي ٿي. اهڙي نموني اهي ماڻهو پنهنجي آمدنيءَ مان ڪافي رقم بچائين ٿا ۽ گهٽ ۾ گهٽ خرچن ذريعي معياري زندگي گذارين ٿا.

## قرضن مان جان ڇڏايو

پنهنجن خرچن کي بهتر نموني ڪنٽرول ڪرڻ ۾ مهارت حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجا روزاني خرچ گهٽ ڪرڻ جو هڪ سادو طريقو اهو به آهي ته قرض مان جان ڇڏايو. ان مقصد لاءِ اميراڻن ٺاٺن واري زندگي گذارڻ بدران سادگي اختيار ڪريو. جيڪڏهن توهان به ان صورتحال کان بچڻ چاهيو ٿا ته پوءِ قرض مان جان ڇڏائڻ لاءِ هيٺيان طريقا اختيار ڪريو.

### 1. اوڌر کان پاسو

اهو طريقو اوترو ئي سادو سولو آهي، جيترو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اوڌر جي گهر هڪ ايڏو وڏو سبب آهي، جنهن جي ذريعي وڌيڪ ماڻهو قرض ۾ ٻڏي ٿا وڃن. پوءِ ماڻهو پنهنجي پهرين ورتل قرض پرڻ لاءِ نئون قرض ٿا وٺن ۽ اهو چرپائپ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي. جيئن ته قرض وٺڻ مهل ڪجهه ڏيڻو نه ٿو پوي يا اوڌر تي شيون وٺڻ مهل به هڙان ڪا رقم نه ٿي وڃي ته اوڏي مهل ته جهڙو مزو ٿو اچي ۽ اسان سوچڻ سمجهڻ بنا هي به وٺ ته هو به وٺ ۾ لڳيو ٿا وڃون. مٿي تي هٿ ته ان وقت اچي ٿا وڃن، جڏهن انهن شين لاءِ ادائگيءَ جو وقت اچي ٿو. ڪو بل سامهون اچي ٿو ته ان وقت پتو پوي ٿو ته اسان پنهنجو پاڻ سان ڇا ڪيو پر جيئن ته "پنهنجي وڍيءَ جو نه ڪو ويج يا طبيب"، سو پوءِ پريشانين جو دور شروع ٿي ٿو وڃي.

هيٺيون حساب غور سان پڙهو:

1. ڪا شيءِ خريد ڪرڻ لاءِ ورتل رقم — 10000 رپيا
2. وياج ڪيترو ڏنو — 10 سيڪڙو
3. ڪيترن مهينن تائين قسط ڏني — 60 مهينا
4. آخر ۾ ڪيتري رقم ڏيڻي پوندي؟ — 3347 رپيا
5. ڪل وياج — 34 سيڪڙو

هاڻي توهان پاڻ فيصلو ڪريو ته اوڌر ۾ روڪ رقم سان خريداريءَ ۾ ڪيترو نقصان آهي ۽ روڪ رقم مان توهان کي ڪيترو فائدو ۽ بچت ٿئي ٿي. تنهن ڪري جڏهن به ڪا شيءِ وٺو ته اوڌر بدران روڪ رقم ڏئي وٺو ۽ اهو ڏسو ته اها توهان لاءِ ڪيتري قدر ضروري آهي.

### 2. موجوده قرض اوڌر مان نه ڀريو

پنهنجو موجوده قرض اوڌر ورتل پئي رقم ماڻ نه ڀريو. ايئن ڪرڻ سان توهان جو قرض ۽ اوڌر پئي وڌندا ويندا ۽ جڏهن هينئر ئي توهان گهٽ رقم ئي ڀري نه ٿا سگهو ته پوءِ وياج مٿان سبب وڌيڪ رقم ڪيئن ڀريندؤ؟

### 3. نئيا قرض ڀرين ڀرو

جڏهن توهان نئيا نئيا قرض ڀرين ڀري ٿا ڇڏيو ته پوءِ توهان قرض مان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ سٺي ڪاميابي حاصل ڪريو ٿا. پر پوءِ به قرض مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ اهو ڪو سنو طريقو ڪونهي، پر هڪ ڳالهه سٺي آهي ته توهان جڏهن به پنهنجو ڪو ننڍو قرض به ڀريو ٿا ته پوءِ توهان جي همٿ ۽ حوصلو وڌي ٿو.

### 4. قرض ڀرڻ جي رقم وڌائيندا رهو

جڏهن توهان هڪ ڀيرو پنهنجا نئيا نئيا قرض ڀري ٿا ڇڏيو ته پوءِ پنهنجن وڏن قرضن ڀرڻ وارين رقمن کي وڌائيندا وڃو. ايئن ڪرڻ سان توهان کي اها واڌو رقم ڏيڻي نه پوندي، جيڪا توهان تي وياج وڌڻ سبب چڙهي ها.

### قسطون ۽ بل ٽڪرا ڀريو

عام طور تي گهرن جون قسطون وصول ڪرڻ وارا ماڻهو ٻن هفتن کان پوءِ قسط وصول ڪن ٿا. توهان هڪ هفتي ۾ پنهنجي ماهوار قسطن جي اها رقم ڀري ٿا ڇڏيو ۽ توهان کي مهيني جي آخر ۾ وڌيڪ رقم نه ٿي ڀرڻي پوي، جڏهن توهان پنهنجي گهر لاءِ حاصل رقم جي قسط ۽ ڪريڊٽ ڪارڊ جون قسطون جلدي جلدي ڀري ٿا ڇڏيو ته پوءِ توهان کي انهن قسطن تي واڌو وياج ڀرڻو نه ٿو پوي ۽ توهان مٿان رهيل قرض جي رقم به گهٽجڻ شروع ٿي وڃي





ٿي ۽ آخرڪار اهڙيءَ ريت توهان پنهنجن قرضن ۽ ڪريڊٽ ڪارڊ جي قسط مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿا وڃو.

### ڌيان جي قوت

جڏهن توهان اهو پڪو ارادو ڪري ٿا وٺو ته توهان هر حال ۾ قرض مان ڇوٽڪارو چاهيو ٿا ۽ توهان کي ان ڪان پوءِ وڏ ۾ وڏ رقم بچائڻي آهي ته پوءِ توهان جو ذات جي اندر هڪ معجزاتي طاقت ۽ قوت پيدا ٿي وڃي ٿي.

ايستائين جو جڏهن توهان کي اها پڪ نه ٿي هجي ته توهان هر مهيني قرض مان آجا ٿيندا ٿا وڃو ته پوءِ توهان پنهنجو پاڻ سان واعدو ڪريو ته توهان کي قرض مان جان ڇڏائڻي آهي. توهان حيران ٿي ويندؤ ته توهان ۾ اها حيرت ۾ وجهندڙ صلاحيت پيدا ٿي رهي آهي ته توهان مان ڇوٽڪاري لاءِ وڏ ۾ وڏ بچت جي مقصد ڏانهن تيزيءَ سان ويجهو ٿي رهيا آهيو.

پنهنجي زندگيءَ ۾ دولت جي لحاظ کان موجوده حالت کي پاسيرو رکي، جيڪڏهن توهان نااميدي جي صورتحال ۾ به آهيو ته به قرض مان ڇوٽڪاري ۽ وڏ ۾ وڏ بچت ۽ سيڙپ جي مقصد سان بهتري حاصل ٿيڻ لاءِ معجزو ٿيڻ ڏيو.

35

# وڌيڪ خرچڻ لاءِ گهڻو ڪمايو

غربت جي باري ۾ ويليس ڊي واٽلز جو چوڻ آهي ته:

”توهان ڪهڙي به نموني ’غربت‘ جي وضاحت ڪريو پر اها حقيقت آهي ته دولتمند ٿيڻ کان سواءِ هڪ حقيقي ۽ ڪامياب زندگي ممڪن ڪونهي.“

هڪ جائزي مان ظاهر ٿيو آهي ته وڌ ۾ وڌ دولت حاصل ڪرڻ ۽ سيڙپ ڪرڻ يا اضافي شيون وٺڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ رقم خرچ ڪريو يا وري وڌ ۾ وڌ دولت ڪمايو. وڌيڪ بهتر طريقو اهو آهي ته توهان وڌ ۾ وڌ دولت ڪمايو.

اصل ۾ وڌ ۾ وڌ دولت ڪمائڻ جو مطلب اهو آهي ته توهان پنهنجي خواهش موجب شيون حاصل ڪرڻ، سير سپاٽو ڪرڻ، ڪپڙا خريد ڪرڻ، تفريحي پروگرامن ۾ حصو وٺڻ پنهنجي مرضيءَ موجب ڪم ڪرڻ لاءِ وڌ ۾ وڌ دولت ڪمايو ۽ ان ذريعي وڌ ۾ وڌ سيڙپ ڪريو اها نهايت سولو طريقو آهي.

## گهڻي دولت ڪيئن ڪمائجي؟

دولت ڪمائڻ جي سلسلي ۾ پهريون مرحلو اهو آهي ته توهان اڳ ۾ ئي فيصلو ڪريو ته توهان ڪيتري دولت ڪمائڻ چاهيو ٿا يقين ڪريو ته توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي ڪجهه حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا، اهو اڳ ۾ ئي حاصل ڪري چڪا آهيو ۽ اها به ڪا حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه ڪونهي ته هن دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو اهڙا آهن. جن ان تصور ۽ خيال تي عمل ڪيو ۽ تمام گهڻيءَ دولت جا مالڪ ٿي ويا.

دولت ڪمائڻ لاءِ ٻيو مرحلو آهي ته پنهنجو پاڻ کان سوال پڇو ته ”ان واڌرو دولت کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙي شيءِ خدمت يا اضافي ڪم ڪري





سگهان ٿو؟“ توهان هن دنيا، توهان سان ڪاروبار ڪندڙ پنهنجي سماج، پنهنجي ڪاروباري ساٿين ۽ ڪلاس فيلوز يا گراهڪن کي ڪهڙي سهوليت يا فائدو ڏيئي خوش ڪري سگهو ٿا.

دولت ڪمائڻ لاءِ آخري مرحلو آهي ته توهان اها شيءِ تيار ڪريو ۽ پنهنجون خدمتون بهتر نموني انجام ڏيو.

## ڪاروباري رويو پنهنجايو

هن جديد دور ۾ اڪثر ڪاروباري ادارا پنهنجن ملازمن ۽ آفيسرن ۾ ڪاروباري رويي جو ٻج ڇٽي رهيا آهن. سو جيڪڏهن توهان ڪنهن اداري ۾ ملازم آهيو ته پوءِ پنهنجي آمدنيءَ جي ڪنهن به نئين ذريعي کي ڳولي ۽ ان بابت پنهنجي مالڪ کي واقف ڪريو پنهنجي لاءِ وڌيڪ دولت ڪمائڻ جا موقعا پيدا ڪري سگهو ٿا.

توهان جي مالڪ وٽ اهڙن متوقع گراهڪن جي ڪا فهرست هجي، جن سان هن وقت تائين رابطو نه ڪيو ويو آهي، توهان ان مان به لاڀ حاصل ڪري سگهو ٿا يا وري توهان جي گڏيل ٽيم ايتري سرگرم ۽ ڦڙتيلي هجي جو توهان جا داري جا ٻيا شعبا به توهان جي مدد ۽ خدمت حاصل ڪرڻ چاهيندا هجن ۽ توهان کي وڌيڪ پگهار ڏيڻ جي آڇ ڪن. انهن سڀني بابت جيڪڏهن پنهنجي مالڪ کي تجويزون ڏيو ته به توهان کي وڌيڪ آمدني حاصل ٿي سگهي ٿي ۽ توهان کي پنهنجي نوڪريءَ ۾ ترقي ملي وڃي.

## ضرورت ڳولي پورائو ڪريو

مشهور سائنسدان ٿامس اي ايڊيسن چيو هو ته: ”مون اهڙي ڪا به شيءِ ايجاد نه ڪئي، جنهن ۾ ٻئي لاءِ ڪو فائدو يا خدمت جو پاسو موجود هجي. آءٌ پهرين اهو ڏسان ٿو ته دنيا کي ڪهڙيءَ شيءِ جي ضرورت آهي ۽ پوءِ ان مطابق ايجاد لاءِ پنهنجون ڪوششون شروع ڪريان ٿو.“

هن ڪاروباري تاريخ ۾ تمام گهڻا ڪاروباري ماڻهو اهڙا آهن. جن ڪاميابي ۽ وڌيڪ دولت حاصل ڪرڻ لاءِ پهرين ’ضرورت‘ کي ڳوليو پوءِ ان جو حل ڳولهيائون. پر ان جي باوجود اسان مان اڪثر ماڻهو اهو ڪڏهن به نه ٿا سوچين ته ڪهڙي شيءِ جي ڪڏهن ۽ ڪهڙي نموني ضرورت آهي يا اهو ممڪن به آهي.

جيڪڏهن توهان پنهنجي ذاتي ڪاروبار يا اضافي ملازمن وسيلي وڌ ۾ وڌ ڪمائڻ جو خواب ڏسي رهيا آهيو ته پوءِ انهن ضرورتن کي ڳوليو جن جي پورائي اڃا تائين نه ٿي سگهي آهي.

اهو به ٿي سگهي ٿو ته توهان خاص ماڻهن لاءِ هڪ ويب سائيٽ تيار ڪريو خاص ماڻهن کي تعليم يا مهارت مهيا ڪريو سماج ۾ موجود ڪيترين ضرورتن لاءِ شيون يا خدمتون مهيا ڪريو ۽ اهو به ته هن ڪاروباري دنيا ۾ هڪ ڪاروبار قائم ڪرڻ يا خدمت مهيا ڪرڻ جي گنجائش هر وقت موجود رهندي آهي.

### مثال طور:

- ٻارن لاءِ جوگر اهڙي ماڻهوءَ ايجاد ڪيو جيڪو پاڻ ته جوگنگ ڪرڻ چاهيندو هو پر ڪيس ان دوران پنهنجي ٻار جي سارسنڀال جو به اونو هو.
- توهان ڪهڙي قسم جي ضرورت ڳولي سگهو ٿا, اها ضرورت توهان جي طرف هرهنڌ موجود آهي. ان ڳالهه کان هٽي ته توهان ڪاليج جا شاگرد آهيو. تنهن ڪري هن دنيا ۾ هميشه هڪ اهڙي ضرورت موجود هوندي آهي, جنهن کي هڪ موقعي ۾ بدلائي توهان پاڻ ڪجهه نه ڪجهه دولت حاصل ڪري سگهو ٿا.

### موجوده ڌنڌو ڇڏي نئون سوچيو

هڪ وڏي ڪاروبار اداري ”دي ميڪس“ جو وڏو سربراهه اورباني ڊيو جڏهن هڪ ڪامياب نوجوان هو ۽ هو ڪميشن ايجنٽ طور ڪيس حاصل ڪيل ڪميشن مان پنجاهه سيڪڙو يعني اڌو اڌ ان ماڻهوءَ کي ڏيڻو پوندو هو جنهن جي آفيس ۾ هو ڪم ڪندو هو. جڏهن هو ان ماڻهوءَ کي پنهنجي ڪمائيءَ مان اڌ ڏيندو هو ته ڇڻ ڪيس ٻرو چڙهي ويندو هو. ڪيس پنهنجي ذهانت ۽ قابليت تي پورو پرسو هو, سو هن نهيل گهر وڪڻڻ جو ڪاروبار شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن وڌ ۾ وڌ آمدني حاصل ٿي سگهي ۽ پوءِ ڊيو جلد ئي پنهنجي طور تي هڪ آزاد ۽ خودمختيار آفيس کولي, جنهن جي مسواڙ 500 ڊالر ماهوار هئي.

ڊيو وانگر انهن ٻين ماڻهن کي به پنهنجي ڪامياب ڪاروبار لاءِ ڪنهن وڏي ڪاروباري اداري جي نالي جي ضرورت نه هئي, تنهن کان پوءِ





ڊيو سوچيو ته ڇو نه هڪ اهڙو ڪاروباري ادارو ٺاهيو وڃي, جنهن ذريعي ڪميشن ايجنٽن کي وڌ ۾ وڌ آزادي حاصل هجي.

هن وقت ان اداري جا پنجاهه ملڪن ۾ 92 هزارن کان وڌيڪ ايجنٽ آهن, جيڪي پنهنجي طور تي ڪاروابر ڪري, پنهنجي اداري جي آمدني وڌائڻ سان گڏ پاڻ به تمام گهڻو ڪمائي رهيا آهن.

جيئن ته ڊيو پنهنجي موجوده نوڪري سان گڏ به ٻئي متبادل ڪاروبار لاءِ سوچيو ۽ پوءِ جائيداد جي خريد ۽ وڪري جي حوالي سان هڪ سٺي ڪاروبار جي ضرورت کي محسوس ڪيو ۽ پنهنجي ڏينهن رات جي محنت, مستقل مزاجيءَ سبب هزارين ڪميشن ايجنٽن جي صورت ۾ پنهنجي ضرورت پوري ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ پنهنجي خواب کي ساليانو ڪروڙين ڊالرن جي ڪاروبار ۾ بدلائي ڇڏيائين.

### ڇا توهان به ايئن سوچي رهيا آهيو؟

جي ها ته پوءِ واهه واهه!! پر جي نه ته, دير نه ڪريو ۽ هاڻي ئي ان ڳالهه تي سوچڻ شروع ڪري ڏيو.

### آن لائين ڪاروبار ڪريو

وڌ ۾ وڌ دولت ڪمائڻ جو هڪ طريقو اهو به آهي ته توهان آن لائين (انٽرنيٽ ذريعي) ڪاروبار شروع ڪريو. جديد دنيا ۾ انٽرنيٽ تي ڪاروبار دولت ڪمائڻ جو هڪ نهايت ئي سولو طريقو آهي, جنهن سان گڏوگڏ توهان پنهنجي موجوده ڪاروبار يا نوڪري به جاري رکي سگهو ٿا.

توهان اليڪٽرانڪ ڪتاب, آڊيو معلومات, مختلف قسمن جي سافٽ ويئرن, سکيا لاءِ مواد ۽ ٻيون ضروري شيون انٽرنيٽ ذريعي وڪرو ڪري سگهو ٿا. رڳو ڌيان ۾ ڪوجنا جي ضرورت آهي ته ڪهڙيون ڪهڙيون شيون انٽرنيٽ تي وڪرو ڪري سگهجن ٿيون. انهن وڪري وارين سين بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان پوءِ انهن لاءِ گراهڪ ڳولهڻ جون ڪوششون ڪو ڏکيو ڪم نه آهي.

هاڻي انٽرنيٽ شين جي خريداري ۽ وڪري جو هڪ وڏو مرڪز بڻجي چڪو آهي. نيٽ تي سوين ويب سائيٽون, اخباري ڪٽنگس, ڪلب ۽ ميمبر موجود آهن, جن ذريعي توهان شيون وڪڻي سگهو ٿا.

جڏهن توهان کي نيٽ ذريعي شيون وڪڻڻ واري طريقي ۾ مهارت حاصل ٿي ويندي ته توهان پنهنجي طور تي شين جي خريداري ۽ وڪري کان سواءِ ٻين ادارن جي شين کي به وڪڻي سگهندؤ.

## وڪري جي نظام ۾ شامل ٿيو

سموريءَ دنيا ۾ هن وقت تمام گهڻا اهڙا واپاري ۽ صنعتي ادارا موجود آهن، جيڪي "وڪري جي هڪ خاص نظام" وسيلي پنهنجون شيون ۽ خدمتون وڪڻي رهيا آهن، جن مان هڪ به شيون اهڙيون به ٿي سگهن ٿيون، جيڪي توهان نهايت آسانيءَ سان وڪڻي سگهو ٿا.

انهن شين ۾ طبي ۽ غذائي شيون،سينگار ۽ بيوٽي پارلر لاءِ تيار ڪيل شيون، رڌ پچاءَ بابت معلومات ۽ شيون، رانديڪا، تعليمي معلومات ۽ مواد ايستائين جو قانوني خدمتون به شامل آهن. جڏهن توهان نيٽ ذريعي جانچ ڪندؤ ته توهان لاءِ تمام گهڻا موقعا ۽ امڪان پيدا ٿي ويندا.

## توهان لاءِ دولت ۽ توهان مالڪن لاءِ قيمتي

جهڙي نموني توهان لاءِ دولت قيمتي آهي، اهڙي نموني توهان به پنهنجي موجوده مالڪ ۽ گراهڪن لاءِ قيمتي بڻجي وڃو ۽ پوءِ پنهنجون سموريون توانائيون خرچ ڪري ڇڏيو. توهان پنهنجي مالڪ جي نظر ۾ تڏهن قيمتي ٿي سگهو ٿا، جڏهن توهان سندس مسئلا حل ڪري سگهو ۽ ان لاءِ وڌيڪ آمدني حاصل ڪريو، هن جي 'ضرورت' بڻجي وڃو.

توهان کي کپي ان سلسلي ۾ وڌ ۾ وڌ سکيا حاصل ڪريو. نيون نيون مهارتون حاصل ڪريو، نوان نوان لاڳاپا ۽ خيال ٺاهيو. ڪنهن به شعبي ۾ وڌيڪ سکيا ۽ مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ هميشه موقعن جي ڳولا ۾ رهو.

## آمدنيءَ لاءِ وسيلا ڳوليو

وڌ ۾ وڌ دولت حاصل ڪرڻ ۽ معاشي طور تي وڌ ۾ وڌ تحفظ حاصل ڪرڻ جو سڀ کان بهترين طريقو اهو آهي ته توهان پنهنجي آمدنيءَ لاءِ مختلف ذريعا ۽ وسيلا ڳوليو جن ذريعي توهان پنهنجي آمدني وڌائي سگهو ٿا.

جڏهن توهان زندگيءَ جي مختلف وسيلن ۽ ذريعن جي ڳولا ۾ نڪرندؤ ته توهان واقعي ايترا ذريعا ۽ وسيلا ڳولي وٺندؤ جيڪي توهان لاءِ





مالي طور تي فائديمند هوندا. مثال طور: توهان پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ نهايت سادو ڪم به ڪري سگهو ٿا. توهان ننڍن ٻارن کي ٽيوشن پڙهائي سگهو ٿا. جائيداد جي ڪاروبار ۾ سيڙپ ڪري سگهو ٿا. انٽرنيٽ ذريعي صلاحڪاري خدمتون ڏيئي سگهو ٿا.

جيڪڏهن توهان کي پڙهڻ جو شوق آهي ته توهان انهن ڪتابن تي تبصرا لکي سگهو ٿا، جيڪي توهان پڙهي چڪا آهيو. توهان آرٽ جا ناياب نمونا حاصل ڪري وڪڻي سگهو ٿا.

## امتيازي خاصيت

جڏهن توهان پنهنجي آمدني وڌائڻ لاءِ مختلف ذريعن جي ڳولا ۾ هجو ته پوءِ انهن شعبن تي خاص ڌيان ڏيو جن لاءِ توهان کي تمام ٿورو وقت ۽ سيڙپ ڏيڻا پون. توهان جو مقصد صرف اهو هئڻ کپي ته توهان ان پارٽ ٽائيم معاشي شعبي جي گهر ڪريو جنهن لاءِ توهان کي ڪنهن به قسم جي پابنديءَ کي منهن ڏيڻو نه پوي ۽ توهان واندڪائيءَ ۾ گهمي ڦري به سگهو.

اهو به خيال رکو ته سڀ کان وڌيڪ ڌيان پنهنجي مستقل نوڪريءَ تي ڏيو. ڪٿي ايئن نه ٿئي ته توهان پارٽ ٽائيم نوڪريءَ ۾ وڌيڪ مصروف ٿيڻ سبب پنهنجي پراڻي مستقل نوڪري به وڃائي ڇڏيو ۽ ايئن اڌ کي ڇڏي سڄيءَ لاءِ ڀڄڻ جي ڪوشش ۾ اهو اڌ به توهان جي هٿن مان نه ڪري وڃي.

توهان پنهنجي ان مقصد، خيال ۽ تصور کي ايترو چٽو ڪريو جو پنهنجي خيالي تصور طور تي محسوس ڪري سگهو ته توهان انهن بيشمار ذريعن وسيلي تمام گهڻي آمدني حاصل ڪري رهيا آهيو. توهان اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي دوستن سان به ڳالهايو مختلف ڪتاب ۽ اخبارون پڙهو، جن مان مليل موقعن، ذريعن ۽ وسيلن کي پنهنجي ڪم لاءِ جيڪو سنو ۽ مناسب معلوم ٿئي، تنهن کي اختيار ڪريو.

## 36

# حاصلات لاءِ گهٽو ڏيو

انجيل مقدس ۾ فرمان آهي ته:
”جڏهن توهان پنهنجي دولت مان ڪجهه حصو خدا جي راهه ۾ خرچ ڪندؤ تي سگهي ٿو ته اهو حصو غريبن لاءِ خوراڪ جي صورت ۾ هجي ۽ اهڙيءَ ريت توهان مون کي آزمائش ۾ وجهي ڇڏيو ته مان ڪهڙي نموني توهان لاءِ پنهنجين رقمن جا در کولي ڇڏيان ۽ بي انتها نعمتون آڇيان.“
پنهنجي آمدنيءَ مان الله جي نالي ڏهه سيڪڙو حصو ڪڍي رکڻ جو عمل بهترين ۽ مڪمل خوشي ۽ رحمت حاصل ڪرڻ جو ضامن آهي. دنيا جا تمام گهڻا دولتمند ۽ ڪامياب ماڻهو الله جي نالي تي خرچ ڪندا آهن.
جڏهن توهان به پنهنجي آمدنيءَ مان الله جي نالي تي خرچ ڪرڻ شروع ڪندؤ ته خدائي طاقت به توهان سان مددگار ۽ توهان سان شامل رهندي.
توهان جي آمدنيءَ مان الله جي نالي تي خرچ ڪرڻ سان نه صرف ضرورتمندن کي فائدو پهچي ٿو پر توهان جي ان عمل سان توهان کي پاڻ کي به فائدو رسي ٿو. اهي فائدا هر قسم جي مذهبي رڪاوٽن ۽ پابندين باوجود حاصل ٿين ٿا. چو ته الله جي راهه ۾ پنهنجي دولت خرچ ڪرڻ سان نه صرف توهان جو پنهنجي خدا سان تعلق مضبوط ٿي ٿو وڃي، پر توهان جي دل ۾ ٻين لاءِ محبت ۽ شفقت جا جذبا به پيدا ٿين ٿا. اصل ۾ ڏٽي تعاليٰ هڪ اهڙي دنيا ناهي آهي، جنهن ۾ توهان جيتري قدر وڌيڪ ڪامياب ٿيندؤ توهان وٽ ايتري قدر دولت به ججهي هوندي، جو توهان ضرورتمند ۽ حقدار کي به ان ۾ شريڪ ڪري سگهو ٿا.
جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ وٽ تمام گهڻي دولت اچي ٿي وڃي ته ان مان اها



ڪاميابيءَ جا سونهري اصول

مراد آهي ته گڏيل طور تي سماج ۾ به وڏي دولت اچي چڪي آهي.
جڏهن توهان پنهنجي آمدني ۾ دولت الله جي راهه ۾ خرچ ڪريو ٿا ته پوءِ توهان کي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ڪاميابي ۽ ڪامراني حاصل ٿئي ٿي.
خدا جي راهه ۾ پنهنجي آمدنيءَ ۾ دولت جو هڪ حصو رکڻ کان سواءِ توهان پنهنجي وقت ۾ ٻين خوبين ذريعي به ڏکويل انسانيت جي خدمت ڪري سگهو ٿا.

## الله جي راهه ۾ خرچ ڪريو

'Nothing Down' ۽ 'The one Minue Millionarire' جهڙن وڪرو ٿيندڙ ڪتابن جي ليکڪ ”رابرٽ ايلن“ ڪڏهن به خدا جي راهه ۾ ڪجهه خرچ ڪرڻ جو سوچيو ئي نه هو پر جڏهن هو پنهنجو سڀ ڪجهه وڃائي چڪو هو ۽ سندس ڪا حيثيت ئي نه رهي هئي ته هڪ ڏينهن هن پنهنجو پاڻ کي چيو ته، ”توري دير غور ڪجي ته مون ڪيتري دولت ڪمائي، مون وٽ چا چا نه هو آءُ ته پاڻ ماڻهن کي دولت ڪمائڻ جا گُر ٻڌائيندو هوس پوءِ به چا ٿي ويو مون وٽان سڀ ڪجهه ڪيئن هليو ويو. لڳي ٿو ته مون کان ڪٿي نه ڪٿي ڪا وڏي غلطي ضرور ٿي آهي.“
پر پوءِ آخرڪار رابرٽ مالي طور تي وري خوشحال ٿي ويو پر گڏوگڏ هن اهو قيمتي سبق به سکي ورتو ته، ”مون کي هر حالت ۾ پنهنجي آمدنيءَ جو هڪ حصو الله جي راهه ۾ خرچڻ کپي.“
جڏهن هن پهريون ڀيرو خدا جي راهه ۾ خرچڻ شروع ڪيو ته، پهريون ڀيرو مٽس زندگيءَ جو نئون باب کلي ويو. سندس داستان جو هڪ ٻيو متاثر ڪندڙ رخ اهو آهي ته هن پنهنجي ان عمل جي ذريعي تمام گهڻن ٻين ماڻهن کي الله جي راهه تي خرچ ڪرڻ جو رستو ڏسيو ۽ ڪين ان سلسلي ۾ حوصلو ۽ ولولو ڏنو.
ڪيس ياد هو ته هڪ عورت وٽس آئي ۽ چيائين ته هوءَ ۽ سندس مڙس الله جي راهه ۾ خرچ نه ٿا ڪري سگهن. چو ته اسين مشڪل سان پنهنجو فرض ادا ڪري رهيا آهيون.
رابرٽ چيو ته تون الله جي راهه ۾ ان ڪري خرچ ڪري نه ٿي سگهين جو تو وٽ ڪجهه بچي ئي نه ٿو پر الله تعاليٰ اسان کي ايترين نعمتون ڏنيون آهن ۽ سکيو رکيو آهي، جو اسين سندس انهن سمورن ڏنل نعمتن جو ته شڪريو ئي ادا نه ٿا ڪري سگهون. هن اسان کي گهٽو مال نه ڏنو ته چا

ٿيو؟ اسان کي مڪمل صحت، عزت ۽ پيرم تہ ڏنو اٿس. اسان جي سماج ۾ عزت آهي، اسين اسپتالن ۽ دوائن تي تہ خرچ نہ پيا ڪريون. ماڻهو اسان وٽ اچڻ هوندو جي باوجود اسان کي سڪيو ستابو سمجهن ٿا، ساڳيو مانُ شانُ ڏين ٿا، اهو ڪافي ڪونهي پلي اسين الله جي راهہ ۾ ڪجهہ نہ ٿا ڏيئي سگهون.

جڏهن رابرٽ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪري ٿو تہ ڪيس اميد نہ ٿي هجي تہ ڪيس الله جي راهہ ۾ ڏنل رقم وڏيڪ ٿي موٽي ملندي، چو تہ ڪيس محسوس ٿي ويو آهي تہ آسماني خزانن جا در مٿس اڳ ۾ئي کلي چڪا آهن. هو خدا جي راهہ ۾ ان لاءِ خرچ ڪري ٿو تہ، وٽس الله جون ڏنل تمام گهڻيون نعمتون ۽ رحمتون اڳ ۾ئي موجود آهن.

## ادارا بہ خدا جي راهہ ۾ خرچ ڪن

اهو ڪو ضروري ڪونهي تہ ڪو اڪيلو ماڻهو ئي الله جي نالي ۾ خرچ ڪري سگهي ٿو پر ڪو واپاري ادارو بہ پنهنجي نفعي مان الله جي راهہ ۾ ڏکويل انسانيت جي ڀلائيءَ لاءِ خرچ ڪري سگهي ٿو.

ان سلسلي ۾ سڀ کان سٺو ۽ بهترين مثال ڪمپيوٽر جي دنيا جي بي تاج بادشاهہ بل گيٽس جو آهي، جنهن پنهنجي اداري ذريعيس ٽ ملين جي هڪ وڏي رقم ڏکويل انسانيت جي ڀلائي لاءِ خرچ ڪئي... پر اهو بہ ضروري ڪونهي تہ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ توهان جو ڪو پنهنجو ڪاروباري ادارو هجي يا وري توهان وٽ ڪافي دولت هجي. توهان طرفان رقم ۽ وقت جي صورت ۾ ٿوري بہ خدمت هڪ بہ ڏکويل انسان جي مدد ڪري سگهي ٿي.

## دولت روهايو

جونيئر ڪرچي سن دولت متعلق چيو آهي تہ "دولت پاڻ وانگر آهي، توهان ان کي جيترو چٽيندا ويندؤ اها اوترو توهان کي ان جو لاڀ ڏيندي ويندي، پر جيڪڏهن توهان ان کي هڪ هنڌ گڏ ڪري رکيو تہ پوءِ اها جهنم جي باهہ کان گهٽ ثابت ڪانہ ٿيندي"

جڏهن توهان پنهنجي ڪاميابيءَ ۾ ٻين کي بہ شامل ڪريو ٿا تہ پوءِ جڏهن پنهنجي دولت ۾ ٻين کي بہ شريڪ ڪريو ٿا تہ توهان جا ڪيترا ڪم پاڻ مرادو آسان ٿي ٿا وڃن، مشڪلاتون ختم ٿي ٿيون وڃن ۽ توهان کي اوندهہ ۾ بہ روشنيءَ جي واٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، توهان کي ڪاميابي ئي ڪاميابي حاصل ٿيندي ٿي وڃي.





37

# ٻين جي ڪم اچو

رالف والڊو ايمرسن جو قول آهي تہ:

"هو هن دنيا جو هڪ خوبصورت انعام آهي تہ ڪو بہ شخص پنهنجي مدد ڪان سواءِ ٻئي جي مدد لاءِ سنجيده ڪوشش بہ ڪري نہ ٿو سگهي."

جن ماڻهن کي ٻين جي خدمت جو طريقو معلوم آهي، انهن ئي هن دنيا ۾ اطمينان جو اعليٰ معيار حاصل ڪيو آهي. هڪ اصول تہ اهو آهي تہ ٻين جي مدد ڪري توهان پاڻ ۾ دلي اطمينان ۽ سڪون محسوس ڪريو ٿا.

## ضروري ڇا؟

ٿوري دير غور ڪري فيصلو ڪريو تہ ڪهڙا ماڻهو ڇا جي ڪري اهم آهن. ڪهڙا معاملا توهان لاءِ اهم آهن ۽ ڪهڙا ادارا توهان لاءِ اهم حيثيت رکن ٿا ۽ جيڪڏهن توهان کي ٻن سان محبت آهي ۽ توهان سمجهو ٿا تہ اسڪولن ۾ ٻن جي تعليم جي تمام گهڻي کوٽ آهي تہ پوءِ ممڪن آهي تہ توهان ان اسڪول ۾ ٻن جي تعليم مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ رقم گڏ ڪرڻ واسطي رضاڪاراڻي طور تي تيار ٿي وڃو يا وري اسڪول ۾ اهو مضمون رضاڪاراڻي نموني پڙهائڻ لاءِ تيار ٿي وڃو يا وري مقامي عجائب گهر ۾ رضاڪاراڻي طور تي ذميداريون ادا ڪريو. جيڪڏهن توهان کي جانورن سان محبت آهي تہ پوءِ توهان رضاڪاراڻي طور تي جانورن جي حفاظت لاءِ رقم مهيا ڪيو. جيڪڏهن توهان ڪتاب پڙهڻ جو شوق رکو ٿا تہ نابين ماڻهن لاءِ هڪ ڪتاب رڪارڊنگ ذريعي محفوظ ڪري ڇڏيو.

## مهارتون رضاڪاراڻي نموني آڇيو

تمام گهڻيون اهڙيون بنا نفعي هلندڙ تنظيمون ۽ ادارا موجود آهن. جيڪي ڪاروباري، انتظامي ۽ حسابي صلاحيتن کي استعمال ڪري سگهن ٿا. توهان انهن ۾ رضاڪار طور پرتي ٿي سگهو ٿا.

جيڪڏهن توهان ۾ انتظامي صلاحيتون موجود آهن ته توهان رضاڪاراڻي نموني رضاڪار ادارن ۽ تنظيمن کي خدمتون پيش ڪري سگهو ٿا.

## خدمتن مان وڌ ۾ وڌ وصولي

جڏهن توهان ڪٿي رضاڪاراڻي نموني پنهنجون خدمتون پيش ڪريو ٿا ته پوءِ پنهنجين خدمتن جي وڌ ۾ وڌ وصولي به ڪري سگهو ٿا. جيڪڏهن توهان رضاڪاراڻي عمل واري تاريخ جو جائزو وٺو ته توهان کي پتو پوندو ته جيڪي ماڻهو بنا ڪنهن لالچ جي بي غرض ٿي ضرورتمند ماڻهن جي مدد ڪن ٿا، تن جي عمر وڌي ٿئي ٿي، هنن ۾ مدافعت جي قوت وڌي ٿي، ڪين دل جا دورا به گهٽ پون ٿا. هنن ۾ برتريءَ جي احساس جو مادو وڌيڪ هجي ٿو ۽ سندن زندگي بامقصد ۽ سمجهه جهڙي هوندي آهي ۽ آخرڪار اهي پنهنجو مقصد حاصل ڪري وٺن ٿا.

رضاڪاراڻي طور خدمتون انجام ڏيڻ ذريعي توهان ڪاميابي حاصل ڪرڻ ۾ مهارت حاصل ڪري ٿا وٺو. وڏن وڏن ادارن کي ان حقيقت جو احساس ٿي ويو آهي ۽ اهي عملي طور رضاڪاراڻي طور تي خدمتون انجام ڏيڻ لاءِ پنهنجن ملازمن کي همٿائين ٿا.

ڪيترن ادارن جي سربراهن ٻڌايو ته جڏهن اهي ڪنهن اميدوار کان نوڪري لاءِ انٽرويو ڪندا آهن ته هو گڏوگڏ اهو به ڏسندا آهن ته هو ڪيتريءَ حد تائين رضارڪاراڻي نموني خدمتون انجام ڏيئي سگهي ٿو.

ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو هڪ ٻيو طريقو اهو آهي ته توهان ڪيترن ئي ماڻهن سان پنهنجا ناتا قائم ڪريو ۽ رضاڪاراڻي نموني انهن سان ملي، جن سان هونئن توهان ملي نه ٿي سگهيا، ڇو ته اهي ئي ماڻهو آهن. جيڪي توهان جي ڪاميابي جي سلسلي ۾ توهان جا ڪنهن نه ڪنهن نموني مددگار ٿي سگهن ٿا.





## خدمتون ساراهه جو سبب بڻجڻ

ٻين لاءِ خدمتون مهيا ڪرڻ جو مطلب اهو ٿي سگهي ٿو ته توهان جو ادارو اهڙي قسم جون شيون ۽ خدمتون مهيا ڪري رهيو آهي، جيڪي انسانيت لاءِ فائديمند آهن.

جيڪڏهن ڪو شخص يا ادارو رضاڪاراڻي نموني خدمتون مهيا ڪري ٿو ته ان کان سڀ کان پهرين اهو سوال پڇڻ گهرجي ته، ”ڇا اها خدمت يا شيون مستقبل ۾ انسانيت لاءِ ڪارائتيون ثابت ٿينديون؟“

جڏهن توهان ڪنهن اداري سان هڪ اهڙو ڪم چونڊيو ٿا، جنهن جي ذريعي اهو شيون يا خدمتون مهيا ٿين ٿيون، جيڪي عام ماڻهن لاءِ ڪارائتيون آهن ته پوءِ ان وقت ۽ امڪان بابت غور ڪريو. وڌيڪ اهو ته ان وقت تي به غور ڪريو جڏهن توهان اهو فيصلو ڪيو ته توهان ماڻهن کان خدمت ڪرائڻ بدران پاڻ انهن جي وڌ ۾ وڌ خدمت ڪندؤ ته پوءِ پنهنجن انهن پنهي روين ۽ خدمتن عيوض آخرڪار توهان کي اهي تمام گهڻيون سهولتون ۽ خدمتون حاصل ٿي وينديون، جن بابت توهان ڪڏهن خواب ۾ به نه سوچيو هوندو.

جڏهن توهان نهايت نماڻي نموني ڪجهه نه ڪجهه ڏيڻ جي ڪوشش ڪريو ٿا ته پوءِ دنيا به سني نموني موٽ ڏيئي توهان کي به تمام گهڻو نوازڻ جي وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪري ٿي.

بنا ڪنهن شڪ جي اها هڪ حقيقت آهي ته جڏهن انسان پنهنجي سني مقصد خاطر محنت ڪري ٿو ته ان کي موٽ ۾ ڪافي سنا مالي فائدا به حاصل ٿين ٿا، ڇو ته ان مقصد جو پورائي جي پس منظر ۾ انسانيت جي خدمت جو جذبو به لڪل هوندو آهي.

هڪ پراڻي چوڻي آهي ته جيڪڏهن توهان ڪنهن شخص کي مڇي کائڻ لاءِ ڏيو ٿا ته پوءِ ان فائدو بس ڪيس ان ئي ڏينهن حاصل ٿئي ٿو پر جيڪڏهن توهان ان شخص کي مڇي مارڻ سيکاري ڇڏيو ته اهو سندس سموريءَ زندگيءَ لاءِ سنو سنوڻ ثابت ٿيندو. اهو شخص اها مهارت سکي دولتمند ۽ خوشحال ٿي سگهي ٿو ۽ ٻين ماڻهن کي به ان مهارت کان واقف ڪندو ته پوءِ اهي به دولتمند ۽ خوشحال ٿي ويندا. توهان کي ڪپي ته توهان

۽ ماڻهن کي مهارتون سکياريو تہ جيئن اهي بہ سٺي نموني پنهنجي زندگي سنواري سگهن ۽ وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪري نالو ڪمائين.

ماڻهن لاءِ خدمتن جو دائرو وڌائڻ لاءِ توهان پنهنجن مالي وسيلن اندر رهي ڪا تنظيم يا ادارو ٺاهيو جنهن ذريعي مختلف قسم جي ماڻهن کي مختلف قسم جون مهارتون ۽ فن سيکاريو. ڪين مختلف ڏنڌن جي سکيا ڏيو جڏهن توهان بلڪل مختلف انداز ۾ انسانيت جي ڀلائيءَ لاءِ پنهنجون خدمتون انجام ڏيندا تہ تمام گهڻا ماڻهو ان مان لاڀ حاصل ڪري مالي آسودگي حاصل ڪري سگهن ٿا. پوءِ توهان کي دنيا ۾ ئي اهو سڀ ڪجهہ حاصل ٿي ويندو جيڪو توهان جي خواب ۽ خيال ۾ ئي نہ هوندو ڇو تہ خدا جي راهہ ۾ دولت ۽ وقت جي قرباني تمام گهڻن نعمتن جو سبب ٿئي ٿي.

جيڪڏهن توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ مرضيءَ موجب ڪاميابي يا دولت حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ توهان انهن ماڻهن جي مدد ڪريو جيڪي پنهنجي لاءِ ڪاميابي حاصل ڪرڻ چاهين ٿا.





## حصو ڇهون

# هاڻي ڪاميابي جو ڏڳ وٺو

پلوڙ ليڪڪ باب پراڪٽر اونهي ڳالهہ ڪندي چيو هو تہ:

”ڪتاب سان توهان زندگيءَ ۾ ڪاميابي حاصل نہ ٿا ڪري سگهو پر توهان پنهنجي عقل ۽ سمجهہ موجب پنهنجي پاڻ کي سجاڳي ۽ پوءِ پنهنجين صلاحيتن ۽ ذهانت کي استعمال ڪري ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا.“

38

# ڪاميابيءَ لاءِ هيئر ڪان پتوڙيو

ليڪڪ اولوير وينڊل هومز چيو آهي تہ:

”ڪيترائي ماڻهو ڪاميابيءَ جي حسرت دل ئي دل ۾ ڪڻي هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃن ٿا. ايئن ڇو ٿو ٿئي اهو اڪثر ان ڪري ٿئي ٿو تہ سندن دل ۾ جيئري رهڻ جي خواهش اڳ ۾ ئي پيدا ٿي چڪي هوندي آهي ۽ ان ڪان اڳ جو ڪين ان بابت ڄاڻ ٿئي، وقت گذري چڪو هوندو آهي.

ڪاميابيءَ جي شروعات لاءِ ڪو خاص وقت مقرر ڪونهي. جيڪڏهن توهان علم نجوم تي يقين رکو ٿا ۽ ڪنهن ڪم لاءِ ڪنهن فلڪياتي ماهر ڪان سنو وقت ۽ تاريخ پڇڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ ٺيڪ آهي.

جيڪڏهن توهان ڪي ستارن جي چالن تي نہ، پر پنهنجين صلاحيتن ۽ مهارتن تي يقين آهي تہ پوءِ توهان ڪاميابيءَ جي شروعات ڪنهن بہ وقت، بلڪ هاڻي ڪان ئي ڪري سگهو ٿا.

وڏيڪ اهو تہ حالتون ڪڏي ڪهڙيون بہ هجن، اهو انتظار نہ ڪريو. جيڪڏهن توهان سٺا تقرير ڪندڙ ٿيڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ هينئر ڪان ئي ڪنهن مقامي اسڪول ۽ ڪلب وغيره ۾ تقرير ڪرڻ جو موقعو حاصل ڪريو ۽ تقرير ڪرڻ لاءِ اهم نقطا پني تي لکي، انهن جي تياري ڪريو. ڏڪيائي ٿي تہ ڪنهن سٺي تقرير ڪندڙ دوست يا ساٿيءَ سان رابطو ڪري فن بابت ضروري هدايتون ۽ مهارت حاصل ڪريو.

جيڪڏهن توهان ڪو ريسٽورينٽ هلائڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ پهرين ڪنهن سٺي ۽ مشهور ريسٽورينٽ ۾ نوڪري ڪرڻ شروع ڪريو.

پر جيڪڏهن رڏپچاءَ ۾ دلچسپي اٿوَ ته پوءِ پهرين رڏپچاءَ سيکاريندڙ ڪنهن اداري ۾ داخلا وٺو يا وري ان سلسلي ۾ ٽي وي چينلن تي هلندڙ پروگرام ڏسو.

چوڻ جو مقصد اهو آهي ته ڪو به ڪم ڪرڻ جو سوچيو ته پوءِ ان تي عمل لاءِ تڪڙو عملي قدم کڻو ۽ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ يڪدم ڊڪ ڊوڙ شروع ڪري ڏيو. توهان جيڪو به ڌنڌو يا ڪاروبار شروع ڪرڻ چاهيو ٿا ته ضروري ته ڪونهي ته توهان کي ان بابت اڳواٽ ئي مڪمل ڄاڻ هجي، توهان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِجدوجهد شروع ڪريو. توهان پاڻمرادو سکندا ۽ مهارت حاصل ڪندا ويندؤ.

مشهور جبل چاڙهي ري بريبڊي جو قول آهي ته ”توهان پهرين جبل تان ٽپو ته ڏيو پوءِ ٻئي پاسي وڃڻ لاءِ ڇڙ توهان کي پر لڳي ويندا ۽ توهان جلد پنهنجي مقصد تائين پهچي ويندؤ.“

ان مرحلي تي مون کي غلط نه سمجهو. آءٌ تعليم تربيت ۽ مهارت حاصل ڪرڻ جو سڀ کان وڏو حامي آهيان. توهان کي وڏيڪ سکيا جي ضرورت آهي ته اها ڪٿان به حاصل ڪريو.

پر جيڪڏهن توهان ڪنهن ڳالهه کان ڊڄو ٿا ته پوءِ ڪجهه به نه ورندو. اهو ڊپ توهان کي اڳتي وڌڻ ئي نه ڏيندو. تنهن ڪري بي ڊپا ٿي اڳتي وڌو، الله توهان جو حامي ۽ ناصر آهي ۽ ڪاميابي توهان جي قدم چُمندي.

مڪمل تياريءَ جو به انتظار نه ڪريو توهان ڪڏهن به مڪمل تياري نه ڪري سگهندؤ. تنهن ڪري صرف جيتري تياري ڪري سگهو ٿا ڪريو ۽ ڪاميابيءَ لاءِ اڳتي وڌو.

مون پنهنجي پيش وراڻي زندگيءَ جي شروعات استاد طور ڪئي. جڏهن آءٌ پهرين ڏينهن ڪلاس ۾ پهتس ته مون کي پڙهائڻ جو تجربو نه هو ۽ مون کي ڪلاس روم ۾ اثرائتي نظم ۽ ضبط، شاگردن طرفان تنقيد ۽ هر قسم جي سوال جواب ۽ روين ۽ نالائق شاگردن کي پڙهائيءَ ڏانهن راغب ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪرڻو ۽ سکڻو هو پر پنهنجي تجربي نه هئڻ باوجود مون کي ڪم ته شروع ڪرڻو هو سو آءٌ به شروع ٿي ويس. پڙهائيءَ دوران مون کي سمورن معاملن بابت ڄاڻ حاصل ٿيندي وئي.





توهان جڏهن ڪو به ڪم ڪريو ٿا ته توهان کي پاڻ ئي پنهنجي سٺي يا خراب ڪارڪردگيءَ جو پتو پوندو ٿو وڃي، پر جيڪڏهن توهان ڪنهن غلطيءَ جو ڊپ رکي ڪم ڪندا ته سدائين هيسيل ئي هوندا ۽ ان ڪم ۾ اڃا به ڪا نه ڪا غلطي هرويرو به ٿي ويندي، تنهن ڪري ڪنهن به قسم جي تنقيد يا ڇڙٻ کان نه ڊڄو اهو سڀ ڪجهه توهان کي فائدو ڏيندو. جو ته جڏهن توهان کي پنهنجي غلطيءَ جو پتو پوندو ۽ توهان ان کي سڌاريندا رهندؤ ته اڳتي هلي سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.

جيڪڏهن توهان ڪو ڪاروبار ڪرڻ چاهيو ٿا ته پهرين توهان کي ڇا ڇا ڪرڻو آهي، ان کي ڪنهن ڪاغذ تي لکي رکو ۽ پوءِ ڪنهن ڄاڻو ماڻهوءَ کي ڏيکاريو. جيڪڏهن توهان جا مالي وسيلا سٺا آهن ته پوءِ ٺيڪ. نه ته ڪنهن مٽ مائٽ دوست يا ڪنهن ڌاريئي کان قرض وٺو ۽ ڪم شروع ڪري ڏيو. جڏهن توهان عملي طور ڪاروبار ۾ حصو وٺندؤ ته توهان کي ان جي هي مٿانهينءَ بابت ڄاڻ ٿيندي ويندي ۽ جيڪڏهن توهان سمجهداريءَ کان ڪم وٺي، ان کي بهتر ڪيو ته پوءِ توهان کي آئينده ڪا ڏکيائي نه ٿيندي.

جڏهن توهان ڪاروبار شروع ڪريو ته ٻين ماڻهن جي ڳالهين تي ڌيان نه ڏيو. ڪيترائي اهڙا ماڻهو هوندا، جيڪي توهان تي تنقيد ڪندا، رستو منجهائيندا ته توهان هڪ ڪن مان ٻڌي ٻئي مان ڪڍي ڇڏيو ڇو ته هي ڪاروبار توهان لاءِ ڪاميابي يا ناڪاميءَ جو دارومدار آهي. انهن مان ڪيترن اهو ڪم ڪيو به نه هوندو پر توهان کي صلاحون اهڙيون ڏيندا ڄڻ سموري دنيا سندن مشورن تي پئي هلي.

پر انهن سان ضرور ملو جيڪي توهان کي سٺيون صلاح ڏين ٿا، اخلاقي مدد ڪن ٿا اهڙن ماڻهن جون صلاحون توهان کي ڪاميابي ڏانهن وڌڻ ۾ مدد ڪندو.

تنهن ڪري توهان جتي به آهيو جهڙي به حال ۾ آهيو عملي قدم کڻو ۽ پنهنجي مرضيءَ موجب ڪاميابي حاصل ڪريو.

## شروعات ڪئين ڪجي؟

هڪ چيني چوڻ آهي ته ”هڪ هزار ميلن جو سفر شروع ڪرڻ لاءِ

پهريون قدم کڻڻ ضروري آهي.“

ڪاميابيءَ لاءِ تمام سنئو نسخو آهي ته جيڪي ڳالهيون توهان هن ڪتاب ۾ پڙهيون ۽ سمجهيون آهن، تن تي يڪدم توهان سمورن ڪم هڪ ئي وقت نه ٿا ڪري سگهو پر ڪاميابيءَ لاءِ پهرين وک ته وڌائي سگهو ٿا. هن ڪتاب ۾ ڪيترائي اصول ٻڌايا ويا آهن، انهن تي عمل ڪريو ۽ ڪاميابي ماڻيو. پاڻ کي پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ذميداريءَ لاءِ مڪمل تياري ڪريو. توهان اڳيان پنهنجو مقصد بلڪل چٽو هئڻ کپي. توهان فيصلو ڪريو ته توهان کي پنهنجي زندگيءَ ۾ ڇا حاصل ڪرڻو آهي. پوءِ پنهنجي سوچ موجب خاص ۽ تڪڙي حاصل ٿي سگهندڙ مقصد کي سامهون رکي، پاڻ ۾ يقين جي قوت وڌايو سنئي سوچ کان پوءِ پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ جي تصور کي روزانو پڪو ڪريو. ڪنهن کان به ڪا شيءِ ملي يا ڪا ڳالهه ٻڌو ان کي هينئن سان هنڊايو مقصد جي رستي ۾ ڪنهن به رڪاوٽ کان نه گهبرايو.

تنهن کان پوءِ پنهنجي ڪاميابيءَ جي رفتار جي حد مقرر ڪريو ۽ ان کي آهستي آهستي وڌائيندا وڃو. پنهنجن رهجي ويل منصوبن کي پورو ڪرڻ لاءِ هڪ طريقيڪار ناهيو. ناڪاري خيالن کي ذهن مان ڪڍي ڇڏيو ۽ اڳتي وڌڻ جي عادت وجهو پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ معلوماتي مواد پڙهو. گهرياتين کي به گهمائڻ ڦيرائڻ وٺي وڃو انهن ماڻهن سان ملڻ في الحال ڇڏي ڏيو، جيڪي توهان جي مقصد جي رستي ۾ رڪاوٽ آهن، سنئيون صلاحون نه ٿا ڏين ۽ تنقيد ٿا ڪن.

تنهن کان پوءِ مالي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي سوچ ۽ طريقيڪار کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪريو. ڪو اهڙو سرشتو ناهيو جو توهان جي آمدنيءَ مان ڏهه سيڪڙو رقم پاڻ مرادو سيڙپ ٿيندي وڃي. تنهن کان سواءِ وقت ۽ توانائي ڪڍي انسان ذات جي ڀلائيءَ جي ڪمن تي به ڌيان ڏيو. پنهنجي خرچن جو جائزو وٺو ۽ انهن کي وڌ ۾ وڌ حد تائين گهٽايو ته جيئن توهان مالي توانائي ۽ خوشحالي حاصل ڪرڻ جي ويجهو پهچي سگهو. عياشيءَ واري زندگي گذارڻ بدران سادي ۽ پرسڪون زندگي گذاريو.





اهو به ياد رکو ته قيمتي ڪمن ڪرڻ لاءِ به وقت گهربل هجي ٿو رات وچ ۾ ڪاميابي حاصل نه ٿي ٿئي. ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ۽ ڪوششون سڄي ڄمار ڪبيون رهبيون آهن. انسان ڪاميابيءَ لاءِ ڳالهيون سموري حياتي سکندو رهندو آهي.

جيتوڻيڪ هن ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل اصول اختيار ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ ۾ توهان کي ڪافي وقت لڳي سگهي ٿو پر همٿ نه هاريو. جيڪي ماڻهو انهن اصولن تي عمل ڪري ڪاميابي حاصل ڪري چڪا آهن، انهن کان مدد ۽ رهنمائي حاصل ڪريو. توهان صرف ڪوشش ڪريو اڳتي ڪاميابي پاڻ ئي نصيب ٿيندي.

ڪجهه ڳالهيون ۽ شيون اهڙيون به آهن، جيڪي توهان جي خاص پيشي، مقصد، حالتن جي لحاظ کان ڌار هجن ٿيون، جن جو هن ڪتاب ۾ ذڪر ڪونهي، پر انهن معاملن ۾ ڪاميابيءَ لاءِ بنيادي اصول ضرور هن ڪتاب ۾ لکيل آهن. ڪاميابيءَ لاءِ هينئر کان ئي شروعات ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪريو ۽ خوابن کي حقيقت جو روپ ڏيڻ لاءِ انهن اصولن تي عمل ڪرڻ شروع ڪريو.

## اڳوات ا ر

سائنسدان، ايجاد ڪندڙ ۽ فلسفي بڪ منسٽر فلر انسانن جي خدمت ڪرڻ جي شروعات جي سلسلي ۾ اڳوات اٺرن جو ذڪر ڪيو آهي. هن چيو ته ماکيءَ جي مک جي بنيادي ذميداري اها آهي ته اها گلن مان رس چوسي کڻي اچي، پر رس ڳوليندي اها مک اڻ ڄاڻائيءَ ۾ هڪ نهايت وڏي مقصد ڏانهن هلي ٿي وڃي. جڏهن ماکيءَ جي اها مک اڏامندي اڏامندي گلن مان رس چوسيندي ويندي آهي ته اڻ ڄاڻائيءَ ۾ انهن گلن جي ٻجن کي به پنهنجي پرن ۾ کنيو ٿي اچي، جنهن سان هن نباتاتي دنيا ۾ گڏريل نسل ڪشي شروع ٿيو وڃي ۽ اها گڏريل نسل ڪشي ماکيءَ جي مک طرفان پنهنجي اهم مقصد يعني گلن جو رس چوسڻ جي ڳولا ۾ هڪ وڏو نتيجي جي حيثيت ۾ سامهون اچي ٿي.

ساڳئي نموني جڏهن توهان ٻيڙيءَ ۾ ويهي سير ڪندا آهيو ته توهان جي اڳتي وڌڻ سبب درياءَ جي لهرن ۾ جوش ۽ ولولو پيدا ٿيو وڃي. زندگي به

اهڙي آهي. جڏهن توهان نهايت تيزيءَ ۽ سرگرميءَ سان پنهنجي مقصد ڏانهن اڳتي وڌندا ويندا ۽ ڪوشش جاري رکندا ته توهان جي انهن ڪوششن ۽ جدوجهد سبب اهي اڳواٽ اثر پيدا ٿين ٿا. جيڪي پنهنجي اصل مقصد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ گهربل سموري ڄاڻ ۽ علم حاصل ٿي ٿو وڃي.

دنيا ۾ ڪو به اهڙو ڪامياب شخ      ڪونهي، جنهن کي ڪاميابيءَ لاءِ گهربل ڳالهين ۽ شين بابت قطعي طور اهو معلوم هجي ته اهو سڀ ڪجهه ڪيئن ۽ ڪڏهن حاصل ٿي ويندو. هر ڪامياب ماڻهوءَ پنهنجن خوابن کي حقيقت بڻائڻ لاءِ رٿابندي ڪئي ۽ جڏهن هن هڪ پيرو عملي قدم کنيو ته پوءِ کيس اهو شيون ۽ غير امڪاني طور تي حاصل ٿينديون ويون.

ٿي سگهي ٿو ته دنيا جي ڪامياب ماڻهن پنهنجي لاءِ مختلف حدف ۽ مقصد رکيا هجن ۽ انهن لاءِ بهترين رٿابندي به ڪئي هجي، پر اها حقيقت آهي ته هر نئين ڪاميابي انهن لاءِ امڪان ۽ دروازا کولي ڇڏي. توهان کي گهرجي ته توهان پنهنجي گهربل منزل تي ڌيان ڏيندا رهو. پنهنجي اها منزل حاصل ڪرڻ لاءِ پهرين وک وڌايو ۽ لڳاتار اڳتي وڌندا رهو. هر قسم جا غير متوقع امڪان ۽ موقعا توهان جي راهه ۾ جڙ ته وڃائبا ويندا.

## ڪاميابيءَ جي شروعات پاڻ ڪريو!

هن ڪتاب ۾ مون تمام گهڻي ڪوشش ڪري توهان کي انهن اصولن کان واقف ڪيو آهي، جن ذريعي توهان پنهنجن خوابن کي مختلف طريقن سان تعبير جو روپ ڏئي سگهو. اهي اصول منهنجي لاءِ به نهايت ڪارائتا ثابت ٿيا آهن ۽ ڪيترا ماڻهو به انهن اصولن مان فيضياب ٿي چڪا آهن ۽ اهي اصول توهان لاءِ به اثرائتا ٿي سگهن ٿا. پر اهو هڪ اهڙو مرحلو آهي، جتي ولولو، سرگرميءَ ۽ جوڙجڪ جو عمل رڪجي وڃي ۽ توهان کي اجايو گهٻراهٽ ٿيڻ لڳي ٿي.

ان مرحلي تي صرف توهان پاڻ.... ها... توهان پاڻ ئي عملي قدم کڻي پنهنجن خوابن موجب پنهنجي زندگي ڻاهي سگهو ٿا. ڪو به ٻيو ماڻهو توهان جي ذميداري نه سنڀاليندو ۽ نه ئي ڪنهن به قسم جي مدد ڪري سگهي ٿو.





پنهنجي ڪاميابيءَ لاءِ سفر جي شروعات لاءِ توهان وٽ سموريون صلاحيتون ۽ وسيلا موجود آهن ۽ پوءِ به توهان پنهنجي مرضيءَ موجب ڪاميابي حاصل ڪري ٿا وٺو. هرڪو ڄاڻي ٿو ته توهان ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا. توهان کي به خبر آهي ته توهان ايئن ڪري سگهو ٿا.

ته پوءِ انتظار ڇا جو. قدم اڳتي وڌايو ۽ ڪاميابيءَ جي رستي تي هلندا وڃو. اهو عمل نهايت دلچسپ ٿيڻ کان سواءِ سخت محنت جي به گهر ڪري ٿو. تنهن ڪري ڪاميابيءَ ڏانهن پنهنجي انهيءَ سفر جو مزو ماڻيو.

رچرڊ پال ايونز دانائيءَ وار ي ڳالهه ڪئي آهي ته، ”جيڪو شخ ڪاميابي حاصل ڪرڻ چاهي ٿو ته کيس گهرجي ته هو ڪاميابيءَ ڏانهن پهرين وک کڻي.“

# 39

# طاقتور ٿيڻ لاءِ ٻين کي سگهارو بڻايو

ڊولي پارٽن چيو آهي ته:

”جيڪڏهن توهان جي عملي قدم سان ٻين ۾ وڌ ۾ وڌ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو جذبو ۽ ولولو پيدا ٿئي ٿو ته پوءِ وڌ ۾ وڌ ڄاڻ ۽ معلومات حاصل ڪريو. ان ڄاڻ ۽ معلومات تي وڌ ۾ وڌ عمل ڪري وڌ ۾ وڌ ڪاميابي حاصل ڪريو. توهان ڪوشش ڪريو ته اوهان هڪ زبردست ۽ شاندار اڳواڻ ثابت ٿي سگهو ٿا.“

منهنجي صلاح آهي ته توهان هن ڪتاب کي بار بار پڙهي غور سان مطالعو ڪريو. جيڪي ڳالهيون اهم لڳن، تن تي نشان هڻو ۽ پوءِ ٻيهر انهن ڳالهين تي سوچيو جڏهن توهان هر ڀيري هڪ نئين جوش ۽ جذبي سان ڪتاب ۾ موجود ڳالهين کي پڙهندا، ته نه صرف توهان جي معلومات وڌندي، پر توهان کي نئين معلومات کي سمجهڻ لاءِ ڪجهه وقت کپندو آهي، تنهن ڪري اهو وقت ڪڍو.

آءٌ توهان کي اهو به چوڻ چاهيان ٿو ته پنهنجن دوستن، عزيزن، شاگردن ۽ پنهنجن نوڪرن کي به اهو ڪتاب پڙهايو. توهان حيران ٿيندؤ ته ڪيتريءَ تيزيءَ سان پنهنجي ڪٽنب، عملي ۽ ڪاروبار ۾ رڳو ان لاءِ تبديلي محسوس ڪيو ٿا، جو سڀ ماڻهو ان ڪتاب ۾ ڏنل اصولن تي عمل ڪن ٿا.

توهان جو ڪنهن کي وڏو تحفو ان لاءِ محبت، پيار ۽ ڪجهه ڪرڻ جو حوصلو ڏيڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ٿي نه ٿو سگهي.

ٻين جي مدد ڪرڻ جو بهتر طريقو اهو آهي ته توهان کين ڪاميابيءَ





جي سلسلي ۾ سندن ناڪاري ۽ جاهلاڻن خيالن کان ڇوٽڪارو ڏياريو ۽ منجهن هڪ اهڙو حوصلو ۽ ولولو پيدا ڪريو، جو اهي پنهنجي مرضيءَ موجب زندگي گذاري سگهن.

هن وقت ڪيترائي ماڻهو مايوسي ۽ بيماريءَ ۾ ورتل آهن. هاڻي وقت آهي، جو سندن حالت بدلائي وڃي. اسان مان هر هڪ شخ ۾ اهڙي قوت ۽ صلاحيت موجود آهي، جنهن ذريعي اهو پنهنجي مرضيءَ موجب زندگي گذاري سگهن ٿا. پنهنجي خوابن جي تعبير حاصل ڪري سگهن ۽ اهي ڪاميابيون حاصل ڪري سگهن ٿا جيڪو سندس پيدائشي حق آهن، پر اسان کي کپي ته اسين اهو حق گهرون ته سگهه سان اهو حق حاصل ڪريون، ڇو ته حق مفت نه ٿا ملن، انهن کي حاصل ڪرڻو پوندو آهي. اهو حق اسان کي پنهنجي محنت سان حاصل ڪرڻ کپي ۽ اهو حق حاصل ڪرڻ لاءِ محنت جو پهريون مرحلو اهو آهي ته اسين نئين ڄاڻ ۽ معلومات حاصل ڪريون ٿا. جن ماڻهن هن دنيا ۾ ڪاميابيون حاصل ڪيون، تن پنهنجي سيکاريندڙن کان تعليم حاصل ڪئي. استادن کان علم حاصل ڪيو ۽ ڪتاب به پڙهيا. هنن جي اصولن ذريعي ڪاميابيءَ جون منزلون ماڻيون انهن اصولن جو حاصل مطلب توهان جي هٿ ۾ آهي. سڀ کان اڳ پنهنجن خيالن ۽ تصورن تي ٻين ماڻهن جي ڇاپ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ انهن اصولن کان مدد وٺو.

هاڻي جيڪڏهن توهان جي گهرڀاتين پنهنجين زندگين جي سلسلي ۾ مڪمل ذميداري کڻڻ جي حوالي سان ڪا شڪايت ڪئي ۽ پنهنجي زندگي پنهنجن خوابن موجب گذارڻ لاءِ عملي قدم کڻڻ شروع ڪيا ته پوءِ ڪهڙي صورتحال پيش ايندي؟ جيڪڏهن توهان جي اداري جي سمورن نوڪرن ان اصول تي عمل شروع ڪيو ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ وڌيڪ اهو ته جيڪڏهن توهان جي اسڪول جي سمورن شاگردن کي اهي اصول معلوم ٿي وڃن ۽ ڪلاس روم، راند جي ميدان ۽ پنهنجي سماجي زندگيءَ ۾ انهن اصولن تي عمل شروع ڪيو ته پوءِ ڪهڙيون حالتون پيدا ٿينديون؟ جيڪڏهن بندي خاني ۾ موجود سمورن قيدي عورتن ۽ مردن پنهنجي آزادي کان اڳ اهي قيمتي اصول سکي ورتا ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

پوءِ ته هيءَ دنيا نهايت مشڪل هنڌ ٿي ويندي. جيڪڏهن ماڻهو پنهنجي زندگي ۾ ڪمن، پلي انهن جو نتيجو نڪري يا نه، جي سؤ سيڪڙو ذميداري قبول ڪري وٺن. اهي پنهنجن مقصدن، حدفن ۽ سوچ جي سلسلي ۾ چٽي تصور جا مالڪ هجن ها. ڪو به شخ ڪنهن جي تنقيد ۽ اڳرائيءَ جو نشانو نه ٿئي ها. هر شخ ڏکي ۾ سخت حالت ۾ به ثابت قدم رهي ها. مرد ۽ عورتون پنهنجا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ گڏجي ڪم ڪن ها. ماڻهو پنهنجن ضرورتن لاءِ ٻين اڳيان هٿ نه ٽنگين ها ۽ جڏهن ڪو انڪار ڪري ها ته ناراض نه ٿين ها. ڳالهه تان نه وڙهن ها، نه گوڙ ڪن ها، شڪايتون ڪرڻ ڇڏي ڏين ها ۽ پنهنجن منزل ڏانهن وک وڌائيندا رهن ها، هڪ ٻئي سان سچ ڳالهائين ها ۽ هڪ ٻئي جي ڳالهه همدرديءَ سان ٻڌن ها، چو ته ڪين خبر هجي ها ته ان عمل ذريعي امن، سڪون، پيار خوشحالي جو دور هجي ها.

مطلب هيءَ دنيا جنت جو نمونو هجي ها....!!! توهان هن دنيا لاءِ جيڪو عظيم ڪارنامو انجام ڏيئي سگهو ٿا، سو اهو آهي ته توهان پاڻ کي وڌ ۾ وڌ علم ۽ ڄاڻ کان واقف ڪريو. پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجين صلاحيتن کي سڃاڻو ۽ پنهنجي دلي خواهشن ۽ خوابن کي عملي شڪل ڏيڻ جي طاقت ۽ صلاحيت حاصل ڪريو. جيڪڏهن توهان اهو سڀ ڪجهه ڪري ٿا ۽ وٺو ته پوءِ هيءَ دنيا توهان لاءِ ڪيتري نه شاندار ۽ زبردست ٿي ويندي.

منهنجي خواهش آهي ته منهنجو هي ڪتاب اهڙي قسم جي دنيا ناهڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهي. جيڪڏهن ايئن ٿي ويو ته آءٌ سمجهندس ته مون ماڻهن ۾ پنهنجي خواهش موجب زندگي گذارڻ جو جوش ۽ جذبو پيدا ڪرڻ جو جيڪو ارادو ڪيو هو، اهو پورو ٿي ويو آهي ۽ آءٌ پنهنجو واعدو پورو ڪري چڪو آهيان.

ٿائرون ايڊورڊز جو قول آ هي ته، ” جيڪڏهن توهان کي ڪنهن ڳالهه بابت مڪمل ڄاڻ حاصل ٿي وڃي ته پوءِ ان کي ٻين تائين رسايو.“

ڪنهن به شيءِ بابت سڪڻ وڌ ۾ وڌ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو سڀ کان بهترين ۽ زبردست طريقو اهو آهي ته ان شيءِ بابت ٻين ماڻهن کي ڄاڻ ڏيو. ان عمل ذريعي توهان پنهنجن نظرين جي وضاحت ڪري سگهندؤ پنهنجي





ذهن ۾ ايندڙ ناڪاري خيالن سان مقابلو ڪري سگهندؤ ۽ پنهنجي رويي جو غور سان جائزو وٺي سگهندؤ ۽ ان کان به وڌيڪ اهم هيءَ ڳالهه آهي ته ان حاصل ٿيل ڄاڻ کي بار بار پڙهو انهن جو جائزو وٺو ۽ ان بابت ڳالهايو.

جڏهن توهان ڪاميابيءَ جي اصولن بابت ٻين کي واقف ڪندي ۽ انهن بابت جائزو وٺندؤ ته ان عمل جو سڀ کان وڏو فائدو اهو ٿيندو ته توهان کي هر وقت اهو ياد رهندو ته اهي اصول توهان لاءِ ڪيترا اهم آهن.

## اصولن بابت ٻين کي به ٻڌايو

هاڻي توهان انهن ماڻهن بابت سوچيو جن کي انهن اصولن بابت واقف ڪري سگهو ٿا. ڇا توهان هي اصول ڪنهن عبادتگاهه ۾ ماڻهن جي ميڙ اڳيان بيان ڪري سگهو ٿا؟ اسڪول ۽ ڪاليج ۾ شاگردن اڳيان اهي اصول بيان ڪري سگهو ٿا؟ پنهنجي گهرڀاتين اڳيان ان سلسلي ۾ ڳالهائي سگهو ٿا؟

جيڪڏهن توهان ايئن ڪرڻ چاهيو ته پوءِ انهن اصولن کي ٻين تائين پهچائڻ لاءِ رهنما اصول ٻين کي ٻڌايو. اهي اصول ٻين تائين پهچائڻ لاءِ ڪنهن مهارت جي ضرورت ڪونهي. توهان اهي اصول مختلف ماڻهن اڳيان پيش ڪري، انهن کي ڳالهه ٻولهه جو موضوع بڻائي سگهو ٿا. توهان جا تيار ڪيل تعميري رهنما نقطا توهان کي ٻڌائيندا ته توهان ڪيئن ڪا تعميري ڳالهه ٻولهه ڪري سگهو ٿا، جنهن ڪري ماڻهن کي خبر پوي ته اهي پنهنجي ذاتي ۽ پيشوواراڻي زندگيءَ ۾ انهن اصولن مان ڪهڙو فائدو حاصل ڪري سگهو ٿا.

هاڻي تصور ڪريو ته ڪنهن گهر، ڪلب، مذهبي پارٽي، آفيس يا ڪنهن واپاري اداري ۾ ماڻهو گڏجي هم خيال ٿي ڪم ڪري رهيا آهن ۽ انهن اصولن تي نهايت سرگرميءَ سان عمل ڪري رهيا آهن ته پوءِ نتيجا ڪيترا نه شاندار ۽ دلچسپ نڪرن ها، پوءِ توهان اهي شخ هجو ها، جنهن جي ڪري اهو سڀ ڪجهه ممڪن ٿيو.

جيڪڏهن توهان نه آهيو ته پوءِ اهو ٻيو ڪير آهي، جيڪو اهو سڀ ڪم ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن توهان هاڻي اهو ڪم نه ڪندؤ ته پوءِ ڪڏهن عملي قدم کڻندؤ؟

## ٻين لاءِ ڪاميابيءَ جو سبب بڻجڻ بعد اهي توهان جي ڪاميابي چاهين ٿا

جڏهن توهان ٻين ماڻهن جي مالي توڙي اخلاقي مدد واسطي سندرو ٻڌي بيهي ٿا رهو ته ان جو هڪ تمام وڏو فائدو اهو ٿو ٿئي ته ٻيا ماڻهو به توهان جي وڏ ۾ وڏ مدد ڪرڻ لاءِ تيار بيٺا ٿا هجن. ٿي سگهي ٿو ته توهان حيران ٿيو ته جيڪي ماڻهو ڪاميابيءَ جا گُر ٻڌائين ٿا، اهي ايترو ڪامياب ڇو آهن؟ اهو ان ڪري جو ڪين پنهنجا گهربل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ٻين ماڻهن جي مدد حاصل هجي ٿي. فطري طور اهي ئي ماڻهو ٻين جي مدد ڪن ٿا، جن ڪي اڳ ۾ ئي ٻين جي مدد ۽ حمايت حاصل هوندي آهي.

### تحريڪ هلائڻ لاءِ مدد

انيتا راڊڪ ڪيڏي عقلمنديءَ جي ڳالهه ڪئي آهي ته: "جيڪڏهن توهان سمجهو ٿا ته توهان ۾ ڪنهن تي اثرانداز ٿيڻ ڏاڍي گهٽ صلاحيت آهي ته پوءِ پنهنجي ڪمري ۾ هڪ مڇر جي موجودگيءَ ۾ سمهڻ جي ڪوشش ڪريو."

آءٌ پنهنجي خواب ۾ هڪ اهڙي دنيا ڏسي رهيو آهيان، جتي سمورا ماڻهو اهو سمجهن ٿا ته انهن ۾ ايتري قدر حوصلو ۽ قوت موجود آهي، جنهن ذريعي اهي پنهنجن خوابن کي حقيقت ۾ بدلائي سگهن ٿا. منهنجي خواهش آهي ته اهي سمور اصول هر اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهايا وڃن ۽ هر ننڍو وڏو ڪاروباري ادارو انهن تي عمل ڪري.

منهنجي اها خواهش آهي ته اوهان سڀ دنيا ۾ اهو پيغام پکيڙڻ ۾ منهنجي مدد ڪريو.